كتاب: سنڌ (مضمون)

ليکڪ: انور پيرزادو

ڪمپوزنگ: عمير علي ميمڻ

ٽائيٽل: شفيع پيرزادو

پريس: الجنت پريس ڪراچي

ڇپائيءَ جو سال: ڊسمبر_2008ع

تعداد: هڪ هزار

قيمت: 150 رپيا

ڇپائيندڙ: انور پيرزادو اڪيڊمي

64_A فيز_1

گلشن حديد_ ڪراچي

فون:

021_4718481

0334_3007566

# سٽاءُ

# پنهنجي پاران

اسانکي انور پيرزادو اڪيڊمي طرفان انور پيرزادي جو هيءُ چوٿون ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪرڻ تي ان ڪري به بيحد سرهائي محسوس ٿي رهي آهي ته انور پيرزادي صاحب جي لکڻين کي ڪتابي شڪل ڏيڻ واري جنهن مقصد کي اڪيڊميءَ هٿ ۾ ڪنيو آهي تنهن تي تيزيءَ سان عمل جاري آهي. ان کان اڳ اها اڪيڊمي ڪتاب متان وساريو، پٽائي ۽ ممبئي ياترا ڇپائي پڌرا ڪري چُڪي آهي.

انور پيرزادو اڪيڊمي جيڪا انور پيرزادي جي ٽيجهي جي موقعي تي 9 جنوري 2007 تي وجود ۾ آئي هئي تنهن ٻن سالن اندر چار ڪتاب ڇپائي ورتا آهن. سال 2007 ۾ ڪتاب متان وساريو ۽ پٽائي ڇپايا ويا جڏهن ته سال 2008 ۾ ممبئي ياترا ۽ "سنڌ" ڇپايا ويا آهن.

سنڌ، پٽائي ۽ مُهين جو دڙو انور پيرزادي جي شخصيت جا جڳ مشهور حوالا رهيا آهن. اسانکي خوشي آهي ته "پٽائي" ۽ "سنڌ" بابت مختلف وقتن ۾ رسالن، اخبارن ۽ مئگزينن ۾ ڇپيل مضمونن ۽ ڪالمن کي سهيڙي ڪتابي شڪل ڏئي ڪري سندس ٻن اهم پهلوئن سان انصاف ڪيو ويو آهي. جڏهن ته انور پيرزادي صاحب جي ٽئين اهم پهلوءَ "مُهين جي دڙي" تي پڻ ڪتاب ترت ڇپائڻ جو پروگرام آهي.

اڪيڊمي محدود وسيلن باوجود انور صاحب جا ڪتاب ڇپائڻ جي حوالي سان جتي اها ڪوشش ڪندي آهي ته ان ڪتابي سلسلي کي مڪمل ٿيڻ تائين ڪنهن به ريت ٽٽڻ نه ڏجي پيو ته انهن ڪتابن ذريعي انور صاحب جي ليکڪ وارن سمورن پهلوئن کي ريڪارڊ تي آڻجي. ان سلسلي ۾ ڪتاب "اي چنڊ پٽائي کي چئجان" جيڪو سندس حياتيءَ ۾ سندس پائيتي شاهه محمد پيرزادي ڇپايو هو سو سندس شاعريءَ واري پهلوءَ کي پورو ڪري ٿو ته صحافتي پهلوءَ کي سندس مشهور شارٽ ڪالمن تي ٻڌل ڪتاب "متان وساريو" پورو ڪري ٿو ۽ ڪتاب ممبئي ياترا سندس سياحتي پهلوءَ کي اجاگر ڪيو آهي.

جيستائين هن ڪتاب "سنڌ" جو تعلق آهي ته جيئن اسان مٿي لکي آيا آهيون ته هيءُ ڪتاب سنڌ بابت مختلف وقتن ۾ مختلف اخبارن، رسالن ۽ مئگزينن ۾ ڇپيل مضمونن تي ٻڌل آهي جيڪو مجموعي طور تي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن بابت انور پيرزادي جو هڪ نقطهءِ نظر آهي. ان ۾ سنڌ جو ماضي به آهي، حال به آهي ته مستقبل به آهي. هيءُ ڪتاب سنڌ جي تاريخ به آهي ته ان جو ڪيس به آهي ته ان جو فخر لائق هڪ تعارف به آهي. ان ۾ تحقيق به آهي، سفر به آهي، مشاهدا به آهن ته تجربا به آهن ۽ سوال به آهن ته جواب به آهن.

انور پيرزادو جيئن ته سنڌ جو عاشق هو ان ڪري سندس هيءُ ڪتاب به سنڌ جي عاشقن کي پيش ڪجي ٿو.

**زرار پيرزادو**
**انور پيرزادو اڪيڊمي**

# انور پيرزادي جي سنڌ

سنڌ جي حوالي سان "I am chauvinist"_ ماڻهو چوندا آهن ته "انور سنڌي Culture ۽ Civilization کي، سڄي دنيا تي Impose ڪرڻ ٿو چاهي ۽ اِها هن جي ڪمزوري آهي". اِها برابر منهنجي جذباتي ڪمزوري آهي پر اِهو منهنجو Calculated Opinion به آهي. پنهنجي نياز منديءَ سان مان اِهو عرض ڪرڻ ٿو چاهيان ته مان جيڪڏهن الله هُجان ۽ "ڪن فيڪون" جا powers مون وٽ هجن ته مان سڄي دنيا کي سنڌ بڻائي ڇڏيان. سنڌ جي ثقافت جو جيڪو نچوڙ آهي مان هن دنيا کي اونئن ئاهي ڇڏيان. ان کان خوبصورت دنيا ڪاٿئين ڪانهي. اسان جي جاگرافي، اسانجو ماضي يعني ويَدَ! سنڌو درياهه جي ڪنارَي تي لکيا ويا_ پٺائيءَ چيو ته:

"لهر مڙيوئي لال وهه تٿائين وٺ
عُطر ۽ انبير جا جَرَ مانِ اچن جالَ.
دراصل جيڪا شيءَ مان هن دنيا تي تاڻڻ ٿو چاهيان اُها آهي.
سائنيم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار،
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.

مان سمجهان ٿو اُن کان وڌيڪ نه ته ڪا internationalism آهي ۽ نه ڪا nationalism آهي، اڳ ۾ ته ڏسبو ته هن دنيا کي اسان تبديل ڇو نٿا ڪرڻ چاهيون ان ڪري ته پنهنجي سنڌ ترقي ڪري. هر ماڻهوءَ جي دنيا پنهنجي وطن کان شروع ٿيندي آهي، منهنجي دنيا سنڌ کان شروع ٿيندي اُها نه امريڪا کان شروع ٿيندي نه ڪنهن ٻئي ملڪ کان شروع ٿيندي.

sindh is the first priority

سنڌ ڏاڍي Distort ٿي آهي، سنڌ کي ڏاڍو نابود ڪيو ويو آهي، پاڪستان هڪ 3rd world country آهي ۽ اُن جو ٻيو نمبر غريب صوبو سنڌ آهي ۽ سنڌ جو غريب ترين علائقو ٿر آهي پر ان جي natural wealth ته ڏسو!!

we have got 200 billion tons of coal in thar, we have got 125 square kilometers of granite and we have got 100 miles of china clay only in thar.

ايڏا Resources آهن ٿر ۾_ اسان ان کي سُڪار بڻائي سگهون ٿا. ان ۾ ڏُڪار جي گنجائش ئي ڪانهي. ٿرجي هڪ هڪ پٽ تي چڙهي لهندوءَ ته يعني You will have a different panoramic scene

unimaginable beauty آهي سنڌ ۾ـ ڪاڇو جنهن تي ڪنيات لکيل آهن. indus اُن تي گهاٽا جهنگلَ ـ سنڌ جا جبل گُهمي ته ڏسو، اُن جو هڪ هڪ لَڪُ! بدر ابڙو ۽ مان ته انهن کي ڏسڻ لاءِ بيهي رهندا آهيون. اُتان جا پهاڙي سلسلا، ڪارونجهر، کير ٿر lucky hills, range ۽ روهڙيءَ وارا hills. توهان هڪ هڪ جبل ۾ وڃو اوهان جي دل چوندي گاڏيءَ کي break هڻي اُن جي video film ناهجي— still camera جي پيٽي ناهي! indus delta ۾ innumerable creeks آهن. اُن جي هڪ هڪ creek ۾ ويندئو ته اوهان بيهي رهندئو. you will space bound، مان جڏهن امريڪا ويس ته انهن کي چيم "اوهان وٽ هفتي ۾ ٽي ڏينهن مينهن ٿو پوي اهڙو ٽي ڏينهن مينهن هفتي ۾ اسان وٽ پوي ته اوهان جي امريڪا سنڌ سان نه پُڄي ۽ اُتي جيڪڏهن هفتو مينهن نه پيو وسي ته اُتان جي زمين ڦاٽي پئي—چيم ته اوهان جي زمين به desert. اتوَ جيڪڏهن مينهن نه وسي. اسان هڪ ته environment جي حفاظت نه ٿا ڪيون، وڻ نه ٿا پوکيون. مون انهن کي چيو ته مان اڄان پيو سنڌ مان جتي ٽن سالن کان مينهن جي ڦُڙي نه پئي آهي سو اسان تي الله به ڪاوڙيل آهي ۽ پنجابُ به ڪاوڙيل آهي پر اوهان تي هئي راضي آهن يعني اُتان جي ڪنهن به نديءَ جو پاڻي نه ٿو روڪيو وڃي. مون اُتي جي washington post ۾ stories پڙهيون، اتي هتان وانگر tail land جو مسئلو آهي اُتي به اهڙا disputes آهن پر
there is rule of law– nobody can take your water share
پر هتي ته انڌير نگري آهي ـ سو جيستائين chauvinist sindhi هُجڻ جو تعلق آهي ته اهڙا طعنا مون انگريزي پريس ۾ به گهڻا ٻڌا آهن.

(انور پيرزادي جي هڪ تقرير تان ڪنيل ٽڪرو)

# نيڻ نِمندا پَس، وَس تہ ورن سُپرين!

پٽائيءَ جي اها سِٽ انور پيرزادي پنهنجي هڪ مضمون ’ڪاڇي جي ڪهاڻي‘ ۾ استعمال ڪئي آهي. ڪاڇي جي اها دردناڪ ڪهاڻي هن اَٺن سالن جي ڪاري ڏڪار جي اپياس دوران ڪاڇي ۾ ٻڌي هئي. اهوئي درد هن ماڻهوءَ جي اندر جو آهي، جيڪو هن پٽائيءَ جي لفظن ۾ ڪڍي ٻاهر ڪيو آهي. انور سچي ڄمار جيڪي ڪجهہ لکيو ڄڻ تہ ان ئي هڪ سِٽ جو گردان هو.

انور جتي تمام نرم دل آهي، اتي مون هن کي ڪِن حالتن ۾ ايترو تہ سخت ڏٺو جو حيرت ٿيندي هئي، منجهس لچڪ تمام گهٽ هئي. عاشق، عشق ۾ لچڪ جو مظاهرو ڪندو تہ عاشقن جي قطار مان نڪري ڪونہ ويندو! ان ڪري هُو ڪڏهن بہ پنهنجو پاڻ تي مڙهيل اصولن جي ضابطن مان ٻاهر نہ نڪتو. انور جي سچاٽپ فقط هڪ آهي، سنڌ ۽ ان جي ذري ذري سان عشق! اها ئي ڳالهہ آهي تہ خود انور جا عاشق انور کي ’عقل‘ جي گهٽين ۾ ڳولهيندا آهن. عشق ۾ محبوب جي هر ڳالهہ مان راحت ايندي آهي. انور بہ سنڌ جي عشق ۾ ايئن غرق رهيو جيئن پٽائي صاحب ڪراڙ جي ڪنڌيءَ تي مدن مست سان لِڪ لِڪوٽي ڪيڏندي ’پاڻيءَ سان پاڻي‘ ٿي ويو هو. هاڻي! مدن مست ويٺا پنهنجي پنهنجي سمجهہ مطابق کيس سٽن آسمانن ۽ سٽن زمينن ۾ ڳولين!

عاشق تہ سورن ۾ پيهي ويندو! ڪو عقلمند درد کي ڪيئن ماپيندو؟ انور جا سمورا موضوع سنڌ، سنڌي ماڻهن ۽ سنڌ جي ثقافتي ورثي جو طواف ڪندا رهن ٿا. پٽائيءَ جا بيت سندس روحاني رهنمائي ڪندا رهيا؛ سنڌو، ٿر ۽ ڪيرٿر جا پنڌ کيس اپياس جو موقعو ڏيندا رهيا ۽ موهن جو دڙو کيس سنڌ جي عروج ۽ زوال جا راز ٻڌائيندو رهيو... باقي، لکڻ جي چٽنگ هن کي انساني پوڳنائون ڏسي لڳي. جڏهن ڏک لڳي ٿو تڏهن ڏونگر ٻري پوي ٿو ۽ پوڻ بہ ڪامي وڃي ٿي. جڏهن ڪو جيئرو ماڻهو اهي ڏک اندر ۾ سانڍي هلندو تہ ڇا هن جو وجود ٻر ٻرا نہ ٻوليندو؟ ايئن ٻر ٻر ٻوليندڙ ماڻهو يا تہ پاڻ پٽائي هوندو يا وري پٽائيءَ جي فڪر جو فقير ٿي پوندو.

انور لاءِ ڪو ٻيو ڪجهہ بہ چوي، انور پنهنجي لاءِ پاڻ ڇا ٿو چوي؟ هِن ئي ڪتاب ۾ سندس ڪنهن تقرير مان چوندڊ ٽُڪرا ڏنا ويا آهن، چوي ٿو، ”سنڌ جي حوالي سان آئون شاونسٽ آهيان! ... ماڻهو چون ٿا تہ انور سنڌي ثقافت ۽ تهذيب کي سچي دنيا تي مڙهڻ چاهي ٿو، ۽ اها هن جي ڪمزوري آهي، ... اها برابر منهنجي جذباتي ڪمزوري آهي... اها منهنجي توريل تڪيل راءِ آهي... جيڪڏهن مون وٽ ’ڪُن فيڪون‘ جا اختيار هجن ها تہ آئون سچي دنيا کي سنڌ بنائي ڇڏيان ها ...

سڄي دنيا کي سنڌي ثقافت جي نچوڙ مطابق ناهي ڇڏيان ها. ان کان وڏيڪ خوبصورت دنيا ڪٿي به ڪونهي!"

اسان ڇاڻون ٿا ته انور شاونسٽ ڪونه هو. ته پوءِ هن پاڻ تي اها تهمت ڇو ڪئي؟ ان سوال جو جواب به انور پاڻ ئي ڏئي ٿو. "سنڌ ڏاڍي ڊسٽرب ٿي آهي، سنڌ کي ڏاڍو نابود ڪيو ويو آهي... پاڪستان ٽين دنيا جو ملڪ آهي، ان جو ٻيو نمبر غريب صوبو سنڌ آهي، ۽ سنڌ جو غريب ترين علائقو ٿر آهي!"

انور کي خبر هئي ته اها غربت ۽ بي وسي قدرت طرفان مڙهيل نه آهي، رياستي سيٽ اپ ئي لٽ مار جو اصل سبب آهي، قدرت ته پاڻ سنڌ کي وسيلن سان مالامال ڪيو آهي. ٿر جي غربت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو "پران جي قدرتي دولت ته ڏسو! اسان وٽ ٿر ۾ 200 ارب ٽن ڪوئلو آهي، 125 چورس ڪلوميٽر گرينائٽ ۽ 100 ميٽر چيني مٽيءَ جا ذخيرا آهن."

انور کي سنڌ جي واريا سين پٽن ۽ اگهاڙن جبلن ۾ سونهن ئي سونهن نظر ٿي آئي، "پٽ پٽ تان نئون نظارو ڏسبو ڪئميرا جي پيٽي نه آهي! ماڻهو جبلن ۽ لڪن جي سونهن جي جادوءَ ۾ جڪڙجي وڃي ٿو!"

سنڌ واقعي سهڻي آهي، پر جيڪو ماڻهو سنڌ جي ڪبڙن، ڪرڙن ۽ ڪانڊيرن کي پٽائيءَ جي اکين سان ڏسندو هجي ۽ معصوم ماڻهن سان پيار ڪري، اهو ان جادوءَ ۾ نه جڪڙجندو ته ٻيو ڇا ٿيندو؟ هن کي پرينءَ جي پار جي هر ڳالهه مٺائي نه لڳندي ته ٻيو ڇا نظر ايندو؟

چوي ٿو "انڌير نگري آهي... انڪري شاونسٽ سنڌيءَ جهڙا گهٽا طعنا مون انگريزي پريس ۾ به گهٽا ٻڌا آهن!" روشن خيال ۽ جمهوريت پسند صحافين کي ان لهجي ۾ ميار ڏيئي، انور در اصل اهو ئي چيو آهي ته انگريزي ميڊيا (جيڪا سڀ کان غير متعصب سمجهي ويندي آهي) به متعصب آهي ۽ ان کي ڌرتيءَ واسين جي پيڙائن جو رتيءَ برابر به پتو نه آهي، اهي پاڻ ئي پنهنجي خول ۾ بند آهن.

انور جو احتجاج درست هو. انگريزي پريس (جنهن ۾ انور لکندو هو) ڪڏهن به سنڌ جي درد کي نه سمجهيو. ڀلا ميٽروپوليٽن ماحول ۾ پلجندڙ ۽ برگر طبقي جي ماڻهن کي ڪهڙي خبر ته ڪاڇي ۾ موت ڪيئن نچندو آهي؟ سنڌ جي درد کي سمجهڻ لاءِ ڀهراڙيءَ جي دل ۾ موت جو رقص اکين سان ڏسڻ ۽ ڀوڳڻ جي ضرورت هئي. فئشني همدرديءَ سان ڇا ٿو ٿئي، جنهن جو مظاهرو انگريزي پريس ڪيو ۽ انور کي مهڻا ڏنا!

انور جا موضوع ته ڏسو! انهن ۾ ڪو به موضوع اهڙو نه آهي جنهن ۾ سنڌ جا سور نه هجن. انهن مان ڪو به اهڙو نه آهي جنهن ۾ غير سنڌين لاءِ نفرت هجي. ته پوءِ ڇا جي شاونزم؟ هن ته خود سنڌي معاشري جي رهزنن کي پوري شدت سان ننديو. ڌاڙيلن جي بي رحميءَ جو ذڪر ڪيو. "پاڪستان ۾ هن وقت تائين ٽن

مارشل لائن سنڌ کي ايترو تباهه نہ ڪيو آهي، جيترو گذريل ڏهن سالن ۾ سنڌي ڌاڙيلن ڪيو آهي ... ان حقيقت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ سخت مارشل لائن دوران بہ سرڪاري فورس ڪڏهن ماڻهن کي قطار ۾ بيهاري برست هڻي ايئن اڻ ڳڻيا لاش ڪونہ ڪيرايا، جيئن اڄڪلهہ اسانجا پنهنجا ڌاڙيل ڪري رهيا آهن ... اسان سنڌين ڌاڙيل پيدا ڪري اجتمائي خود ڪشي ڪئي آهي.“

انور جو پنهنجو مزاج هو، هن کي حق هو تہ هن جيئن مشاهدو ماڻيو يا تجربو حاصل ڪيو، ان جو اظهار ڪري. جيڪڏهن هن جو آدرشي فلسفي ڀٽائي صاحب آهي ۽ هو انقلاب جو واڻون بہ شاهہ لطيف جي فلسفي ۾ ڏسي ٿو تہ ان ۾ ڪهڙي سخت گيري ۽ شاونزم آهي جنهن تي ڪو ناراض ٿئي!

انور کان ڪنهن موقعي تي اسان سوال ڪيو هو تہ، ”سنڌي قوم جي وجود جو بچاءُ ڪهڙي سياسي واٽ ۾ آهي؟“ تہ انور ان جي جواب ۾ وراڻيو هو، ”جيڪڏهن هر رياست ۾ انقلاب اتان جي مخصوص حالتن ۾ اڀٽو آهي تہ پوءِ سنڌ ۾ انقلاب جي خصوصيت ڀٽائيءَ جو فلسفو ئي ٿي سگهي ٿو.“ اڄ جي دور ۾ جڏهن ڪو ڀٽائيءَ جي فلسفي جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ پوءِ هو سنڌ جي تصوف جي پُر امن سيڪيولرزم جي ڳالهہ ٿو ڪري، جنهن جو بنياد ’تنهنجو دين توسان ۽ منهنجو دين مون سان!‘ تي رکيل آهي، جنهن ۾ ڪا بہ رتوڇاڻ نہ آهي ۽ جنهن ۾ ڪا بہ جنونيت نہ آهي.

انور جي نظر ۾ ڀٽائيءَ جو فلسفو ڪهڙو آهي؟ ان لاءِ انور جو نظم ’اي چنڊ ڀٽائيءَ کي چئجانءِ!‘ ۽ سندس ڪتاب ’ڀٽائي‘ پڙهڻ گهرجي. انور کي ڀٽائي جڻ تہ سُتيءَ ۾ مليو هو. ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ جا صوفي ۽ راڳ رنگ سندس رڳن ۾ هئا. ان کان پوءِ هن شعوري طرح ڀٽائيءَ جي ڳولا جا پنڌ ڪيا. ان سلسلي ۾ اسان 1985_86 ڌاري ’ڀٽائي ريسرچ سوسائٽي ٺاهي هئي ۽ ڪوشش ڪئي هئي تہ هر اهو ماڳ ۽ واڻون اکين سان ڏسجن جتي جتي ڀٽائي صاحب پير پاتو هو. ان ڪوشش انور کي ڀٽائي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ڏني.

ان ريت انور پيرزادي جو سياسي، علمي توڙي روحاني رهبر ڀٽ جو شاهہ ٿي ويو. اهو رشتو ايترو مضبوط هو جو وقت جو ڪو بہ طاقتور ترقي پسند نظريو ان کي ٽوڙي نہ سگهيو. اها سچ پچ عجيب ڳالهہ آهي تہ انور پيرزادو ڀٽائيءَ کي سيڪجهہ مڃيندو رهيو، هن کي وحدت الوجودي بہ تسليم ڪندو رهيو پر ان وحدت الوجود کي ڪڏهن بہ مذهبي رنگ ۾ قبول نہ ڪيائين.

هڪ ڀيري (سندس وفات کان فقط هڪ سال اڳ) ڀٽ شاهہ ۾ ئي مون ڏاڍي محتاط انداز ۾ انور کي چيو، ”تون مڃين يا نہ مڃين پر آئون تو ۾ هڪ صوفي ڏسان ٿو، جيڪو مرشد ۾ ايترو فنا آهي جو هر حيلي بهاني سان تہ ’اڄ سائو سومر آهي يا اڄ چنڊ جي چوڏهين آهي، يا اڄ فلاڻو موقعو آهي يا اڄ دل اداس آهي‘ تون ڀٽ تي اچين ٿو، سال ۾ ڪيئي ڪيئي ڀيرا اچين ٿو... ۽ سنڌ ۾ جتي بہ وڃين ٿو تون

هر شيءِ کي مرشد جي چيل بيتن ۾ بيان ڪرين ٿو...“ منهنجي ڳالهه اڃا جاري هئي ته انور هڪ جهٽڪي سان بيهي رهيو ۽ هڪ سِٽ ڳالهايائين، ”آئون مذهب کي ڪونه ٿو مڃان!“ پوءِ منهنجي اکين ۾ گهورڻ لڳو. مون وڌيڪ ڪجهه نه چيو. آئون سندس لهجي کان واقف هئس. هو پنهنجي سوچ تي بي لچڪ هو. هو ڀٽائيءَ جو عاشق ضرور هو، ’وحدت الوجودي‘ به هو پر هن جي وحدت الوجود واري دائري ۾ ڪائنات ۽ انسان کي بنيادي اهميت هئي، باقي ’خيال‘ کي هُو خام خيالي ئي قرار ڏيندو رهيو.

انور اهڙن ماڻهن مان هو، جن کي آتم ڪٿا لکڻ ڪپندي هئي. ان ۾ هو پنهنجن ذاتي تجربن ۽ جذبن جو اظهار وڌيڪ آزاديءَ سان ڪري سگهيو ٿي. پر شايد هر صحافي جيڪو روزانو ڪالم يا مضمون لکي ٿو، اها ئي هن جي سوانح آهي، بس! مضمونن کي ترتيب سان شايع ڪرڻ جي ضرورت آهي.

انور پنهنجن مضمونن ۾ گهڻيون ڳالهيون ڪيون. سنڌ جي مسئلن ۽ عوامي سرڪاري روين جي خوب ڇنڊڇاڻ ڪئي، خوب رستا ڏيکاريا. پاڻي، دهشت گردي، اقتصادي معاملن، امن امان، ادبي سنگت، سنڌ جي جاگرافي ۽ حدون، سنڌ ۾ سياحت، ميلا ملاکڙا، صوفياڻيون گاديون، ٺٽ، ڪيرٿر، ڪڇو، ڊيلٽا، علم ادب اينسائڪلوپيڊيا ۽ ٻين ڪوڙ سارن موضوعن تي خوب لکيائين، ۽ سنڌي ماڻهن تي پيار ڀري تنقيد به ڪري ويو. ”سنڌي ماڻهو ٽائيم بجيٽنگ نٿا ڪن‘، ’مايوسي حرام آهي پر خوش فهمي به خود ڪشيءَ کان گهٽ نه آهي‘ ’اسان کي ڊائلاگ ڪرڻ نٿو اچي،‘ ’اسان انٽرنيٽ جو هٿيار استعمال نٿا ڪريون‘، ’اسان کي حڪمت عمليون جوڙڻ نٿيون اچن!“ اهي انور پيرزادي جا اهم خود تنقيدي جملا آهن.

انور سان منهنجو ساٿ 35 سال رهيو. سنڌو، ٺٽ، ڪيرٿر، ڊيلٽا، سنڌي ادبي سنگت، صحافت، رات ڏينهن، بڪ سڪ، ميڙا ملاکڙا ... ... هاڻي ته جيڏانهن به وڃان ٿو، وڻ وڻ ۽ جبل جي هر چوٽي پڇي ٿي، اڄ اڪيلو ٿو ڏسجين ... پڪ انور توکان اڳتي نڪري ويو آهي!

— بدر ابڙو

# تاريخ جي عدالت ۾ سنڌ جو ڪيس

تاريخ جي عدالت ۾ سنڌ جو ڪيس هلي رهيو آهي، ۽ اڃا هلي پورو نہ ٿيو آهي. تاريخ برابر هڪ غيرجانبدار طاقت جو نالو آهي پر هن وقت سنڌس عدالت ۾ ويٺل جج ظالم وقت آهي. جڏهن تہ سنڌ تي ٻاهوڙيندڙ قوتن جون زبانون ايڏيون ڊگهيون آهن جيڏا سنڌن اڳٽ، جن ۾ هوند اهي قوتون لڙڪي پنهنجو انت آڻين تہ آڻي بہ سگهن ٿيون ۽ هوڏانهن آهن سنڌ جي بچاءَ ۾ پيش ٿيندڙ دليل جن لاءِ پٺائيءَ چيو هو تہ. ”پلئہ پايو سچ، آچيندي لڄ مران.“

هي ڪيس صديون پراڻو آهي ۽ جنم جنم ۾ ان جون شُنوايون/پڌڙيون ٿينديون رهيون آهن. هن ڪيس دوران سن 612ع ۾، هڪ عرب جاگرافي دان جي چوڻ پٽاندر، ”سنڌ جون سرحدون ڪشمير ڪان وٺي ڪيٽي بندر تائين هيون ۽ سيٽ ڪان اتر ۾ سنڌس صوبي جو نالو ملتان هو“. انهن جاگرافيائي حدن ڪانسواءِ سنڌ جون تاريخي ۽ ثقافتي حدون بہ هيون. نندي ڪنڌ جي هڪ اهم تاريخي ماهر دليپ ڪي چڪربرتي چواڻي ” اُهي حدون وچ ايشيا، ڏوراوين، وچ اوير ۽ نندي ڪنڌ ڪي لتاڙي گهٽو اڳتي وڌي ويون هيون. ۽ اڄ بہ انهن ملڪن جي ڪجهہ پراڻن ڪنڊرن مان تر جي ڏاند جا ڪُنڍا سڱ، ٺڪر جا چُوڙا ۽ انهن اڪرن واريون مهرون ملي رهيون آهن جن کي اڄ تائين نہ سويڊن جا ماهر پڙهي سگهيا آهن ۽ نہ سابق سوويت يونين جي ڪمپيوٽرن کي پتو پئجي سگهيو آهي.“

سو تاريخ جي عدالت ۾ سنڌ ڪيس داخل ڪرڻ جو مقصد ٿي اهو هو تہ سنڌ ۾ سنڌي ماڻهو جيڪي مهين جي دڙي کان وٺي هڙپا تائين پنهنجو تهذيبي راڄ قائم ڪيون ويٺا هئا ۽ جن کي سنڌو درياءُ نہ رڳو پنهنجي امرت رس پياريندو هو پر سنڌو ماتري جي تهذيب واريءَ جاگرافيءَ جي معيشيت، زراعت ۽ واپار وغيره کي بہ هلائيندو هو تن کي ڏارين ڇو اڇي ڏيهہ نيڪالي ڏني؟ آخر سنڌ جون سرحدون وقت گذرڻ سان ڇو گهٽجي رهيون آهن. آهي ڪو دنيا ۾ انصاف جو آسرو؟ جيڪڏهن آهي تہ پوءِ دراوڙن ۽ آرين مان جيڪي ڏوهي ثابت ٿين انهن کي سنڌن تاريخي ڏوهہ جي مثالي سزا ملڻ گهرجي!! اهڙي قسم جي فرياد داخل ٿيڻ کي صديون گذري ويون آهن پر سنڌ سان اڃا تائين انصاف نہ ٿيو آهي — ان ڪري سنڌ جو ڪيس اڃا تائين تاريخ جي عدالت ۾ هلي رهيو آهي ۽ هلي پورو نہ ٿيو آهي.

ان وچ ۾ اسان لاءِ هر شنوائي مارشل لا ثابت ٿي آهي، ۽ سنڌ تي جڏهن بہ سمن جاري ٿي آهي تہ چوويهن ڪلاڪن اندر هزارين سياسي ڪارڪنن کي سلهاڙي جيل ۾ پريا ويا آهن. ۽ جيڪي سنڌي جيلن کان ٻاهر بچيا آهن انهن کي ملڪ —

دشمن، اسلام جا ويري، هندستان جا ايجنٽ ۽ تخريبڪار ڪوٺي انهن جي ڪنهن دليل کي ڪو بڌڻ لاءِ تيار ٿي ڪونهي. ظاهر آهي ته جيڪي ماڻهو غدار آهن سي محب وطن ڪيئن ٿا ٿي سگهن. ۽ جڏهن اها ڳالهه طئي ٿي چُڪي آهي ته سنڌي سچا مسلمان ناهن ۽ نه پڪا پاڪستاني آهن ته پوءِ انهن تي ڪيس به ٽڪڙي عدالت ۾ هلائڻ گهرجي، ۽ ڪين ترت سزا ڏيڻ گهرجي.

ظالم وقت واري ڏرجا سرڪاري وڪيل صدين کان وٺي سنڌ ۽ سنڌين تي تاريخ جي عدالت ۾ هلندڙ ڪيس دوران اهڙا دليل ڏئي رهيا آهن. جڏهن ته بچاءَ وارا وڪيل رڳو ان اڪيلي نقطي تي زور ڏئي رهيا آهن ته جيستائين تاريخ واري عدالت سنڌين کي غدار قرار نه ٿي ڏئي تيستائين سنڌين کي ڪافر ڪوٺڻ ۽ هندو تهذيب جو پوئلڳ چوڻ تاريخي جرڳي جي توهين آهي. اها ہي ڳالهه آهي ته سنڌي پنهنجين روايتن کي ترڪ ڪري نه ٿا سگهن ۽ هر ڳالهه پٺيان، ”پاڪستان پائينده باد“ واري، ”گرهه گرهه تي واهه گرو“، ڪرڻ جا عادي ناهن ۽ وري، ”مُنهن ته موسيٰ جهڙو اندر ۾ ابليس“، ٿي آهن.

اهو ئي سبب آهي جو هن وقت تاريخ جي عدالت ۾ جيڪو سنڌ ڪيس هلي رهيو آهي ان ۾ سنڌي ماڻهو ان سياسي حقيقت کي ميڃائڻ لاءِ زور لڳائي رهيا آهن ته سنڌين کي ڪافر ۽ غدار نه سمجهيو وڃي. اهو ڪم جيلن کان ٻاهر وارا سنڌي ڪري رهيا آهن، جڏهن ته لوهين سيخن جي پٺيان وينل همراهه سنڌ ڪيس ان حوالي سان وڙهي رهيا آهن ته ڪين سياسي قيدي تسليم ڪيو وڃي. جن سنڌين کي سياسي مخالف سمجهي قيد ڪيو ويو آهي انهن کي چور ۽ ڌاڙيلَ ڪوٺيو پيو وڃي جڏهن ته آزاد. گهمندڙ ڦرندڙ سنڌ نالي وڏيَ ”اوپن“ جيل جي قيدين سان ان لحاظ کان نفرت ڪئي پئي وڃي ته اهي ملڪ جا غدار آهن. بهرحال، پوءِ به سنڌي ماڻهو انسانذات ۾ بچيل آخري چڱائي جي آسري جيئي رهيا آهن ۽ پنهنجي توڙي سنڌ جي آئيندي کان اڃا ٻا اميد نه ٿيا آهن.

”ڪريان هوند اِيئن، جِيئن ڪميٽي ڪانَ ڪري،
پر نالو سنڌو نينهن، وري وٺندي ڪا نَه ڪا“ _لطيف سائين

(ڪالم: ”سنڌ ڪيس“ تان ورتل)
(25_03_1992)

# سِنڌ ڪٿي آهي؟

ڪوهستان جي علائقي ۾ سفر ڪري رهيا هئاسون. واٽ تي هڪ ڳوٺاڻي اسان جي گاڏي کي هٿ ڏنو. اسان گاڏي بيهاري هن کي پاڻ سان وهاريو. رسمي ڪيڪار ڪانپوءِ هن کان ڪوهستاني زندگيءَ بابت معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ سندس غير رسمي انٽرويو ڪرڻ شروع ڪيوسون. واقعي هن اسان جي معلومات ۾ وڏو اضافو ڪيو. پر هڪ مرحلي تي اسان کان ڇرڪ نڪري ويو جڏهن جابلو ٻڪرين جي قسمن ۾ اهڃاڻن بابت ڳالهائيندي اسان هن کان "ڪامورِي"، ٻڪريءَ بابت سوال ڪيو ۽ هن جواب ڏنو ته، "ڪاموري ٻڪري هتي ڪا نه ٿيندي آهي. اها "سنڌ" ۾ ٿيندي آهي!!"

مون بدر ابڙي ڏي ڏٺو ۽ بدر مون ڏي ڏٺو — اسان في الحال ته ٺُپيءَ ۾ پئجي ويا سون ته ڇا هي ماڻهو ڪوهستان واري علائقي کي "سنڌ" ۾ شامل نه ٿو ڪري؟! نيٺ اندر ۾ ڪڙهي ڪڙهي هن کان سڌو سنئون سوال ڪيوسون ته جنهن "سنڌ" جو تو ذڪر ڪيو آهي، سا ڪٿي آهي؟ هن بنا ڪنهن جهجهڪ جي جواب ڏنو ته، "اَو لال باغ آهي نه، سيوهڻ وٽ. سنڌ اتان ٿي شروع ٿئي."

اسان وائڙا ٿي وياسون ۽ سوچيندا رهياسون ته سنڌ جي جابلو علائقي جا عام لوڪ پاڻ کي سنڌ کان ڌار ڇو ٿا تصور ڪن.

وري اهڙي هڪ ٻئي سفر دوران، سنڌو درياءَ جي ڊيلٽائي علائقي مان ٿيندا ڪراچيءَ جي ابراهيم حيدريءَ واري مڇيءَ جي بندر تي هڪ سنڌي مهاڻي کان انٽرويو ڪيوسون. هن کان ٻيڙين جي قسمن، نالن ۽ انهن جي پُرزن بابت معلومات وٺي رهيا هئاسون ته هن ايئن چئي اسان کي ڇرڪائي وڌو ته، "ڊُونڊِي ٻيڙي سنڌ ۾ ٿيندي آهي". اسان هن کان پڇيو ته، "اها سنڌ ڪٿان ٿي شروع ٿئي؟؟"، ته هن بنا هٻڪ جي وراڻيو ته، "جتان منو پاڻي شروع ٿئي ٿو".

سفر کان واپسيءَ تي بدر ۽ مان اِن صورتحال تي ويچاريندا رهياسين ته آخر سنڌ جي جابلو ۽ پاڻيءَ وارن علائقن جا عام لوڪ پنهنجن علائقن کي سنڌ سان ڇو نه ٿا سلهاڙين.

اهڙي طرح ڪجهه ڏينهَن ڪانپوءِ ٿرجي سَير ڪرڻ جو موقعو مليو۔ مٺيءَ کان سلام ڪوٽ ۽ سلام ڪوٽ کان گوڙي مندر گهمڻ وياسون. اتي قديم آثارن واري ڪاتي جي چوڪيدار مَهاٿو ڀيل" جو هڪ انٽرويو رڪارڊ ڪيوسون جنهن ۾ ڀيل قبيلي جي رهڻي ڪهڻي بابت ڏاڍي اهم معلومات ملي۔ اسان جي هڪ سوال جي جواب ۾ مَهاٿو ڀيل وراڻيو ته، "اسان جو اصل ملڪ اهو آهي جتي لَنڊِي نانگ

رهن ٿا." هو ٿر کي لُنڊي نانگن جو ملڪ ڪوٺي رهيو هو. هن پنهنجي انٽرويو ۾ اهو به چيو (جيڪو اسان وٽ رڪارڊ ٿيل آهي) ته، "ٿر ۾ جڏهن ڏڪار پوندو آهي تڏهن ٿريا ياج ڪاٺيندا آهن سِنڌ ڏانهن."

"سِنڌ"، جو انهيءَ مفهوم ۾ ذڪر ٻڌي اسان کي وري به عجب لڳو ۽ اسان مَهائو ڀيل کان پڇيو ته، "اها سنڌ ڪٿان شروع ٿئي ٿي؟". هن وراڻيو ته، "نئين ڪوٽ کان اڳتي سنڌ آهي."

اهو جواب ٻڌي بدر ۽ مان خاموش ٿي وياسون ۽ پوءِ ننگرپارڪر ۽ ڪارونجهر جبل جي ياترا ڪري جڏهن واپس سلام ڪوٽ پهتاسون تڏهن (عبدالرحمان) نقاش سان دل جو اهو سُور اوريوسون. نقاش جيئن ته ڪافي عرصو ٿر ۾ رهيو آهي، ان ڪري اسان هن کان ان سوال جو جواب معلوم ڪرڻ پئي گهريو ته آخر ٿر جا ماڻهو لاشعوري طور پنهنجي علائقي کي "سنڌ" جو حصو ڇو نه ٿا سمجهن. نقاش جي جواب اسان جا ٽپ ئي ٽاري ڇڏيا. هن چيو ته، "جنهن ٻچي کي سنڌوءَ پنهنجي امرت رس پيارڻ کان محروم رکيو هجي، سو پنهنجي ماءُ کي ڪيئن سڃاڻي سگهندو. پلي ته ماڻس کيس ڇٽيو ڇو نه هجي؟"

اسان خاموش ٿي وياسون ۽ سوچڻ لڳاسون ته واقعي سِنڌ ديس سنڌو درياءَ جي ٻن ڪنارن جو نالو آهي ۽ جيئن ته سنڌوءَ کي مٺي پاڻيءَ جو سمونڊ ڪوٺيو ويندو آهي، ان ڪري جن علائقن جا ماڻهو کاري پاڻيءَ جي ڦڙيءَ لاءِ سِڪندا هجن سي ڪيئن چون ته اسان مٺي پاڻيءَ جي سمونڊ واري علائقي ۾ رهون ٿا؟؟

ان وقت اسان کي ڪوهستاني ڳوٺاڻي پاران ٻڌايل اها جاگرافيائي سرحد ياد آئي جيڪا سيوهڻ لڳ درياءَ جي ڪناري کان شروع ٿئي ٿي ۽ مهائو ڀيل وارو نئون ڪوٽ ياد آيو جيڪو پڻ بئراج ايراضي آهي. اهڙي طرح ابراهيم حيدريءَ وارو مهاڻو به مٺي پاڻيءَ واري سرحد جو ڏَس ڏئي رهيو هو.

بهرحال، سنڌ کي پلي مٺي پاڻيءَ وارو ۽ مٺيءَ مٺيءَ وارو علائقو سمجهيو وڃي، پر سنڌ سان اوپرائپ جو ڪارڻ سنڌ جي مختلف علائقن وچ ۾ اقتصادي ۽ سماجي ڳانڍاپي جي اڻاٺ آهي — هن وقت ٿر ۾ روڊ ناهن. ڪوهستان ۾ پڪا رستا ناهن ۽ ساموندي علائقا ڪنهن جهاز راني اچ وڃ جي مدد سان سنڌ جي درياهي علائقن سان ڳنڍيل ناهن. لڳي ٿو ته اصل ڪارڻ اهو آهي جنهن ڪري ڪاچو، ڪوهستان، درياءَ جو ڪچي وارو علائقو ۽ ٿرهڪ ٻئي کان ڪٽيل آهن.

ان ڪري ضروري آهي ته سنڌ جي قومي وحدت کي قائم رکڻ لاءِ سنڌ ۾ مواصلاتي ترقيءَ ۽ معاشي ڳانڍاپي لاءِ پاڻ پتوڙيو وڃي. ٿي سگهي ٿو ته وقت جي حڪومت کي ان ڳالهه جو گهڻو اونو نه هجي ڇاڪاڻ ته حڪومت وٽ برابر اهي سڀ ذريعا آهن جن جي مدد سان اها سنڌ جي مڙني علائقن تي راڄ ڪري سگهي. البت سنڌ جي عام لوڪن ۾ سنڌ جي قومي ۽ جاگرافيائي وحدت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ

سنڌ جي سياستدانن، دانشورن ۽ ٻين سماجيءَ حلقن کي جاڪوڙ ڪرڻي پوندي. هن وقت صورتحال اها آهي ته جيڪڏهن سازدا (جيڪو سنڌ جو سرڪاري ادارو آهي) مٺيءَ کان سلام ڪوٽ تائين پڪو روڊ ٺهرائڻ شروع ٿي ڪري ته، جن کي ملڪ جون "سگهاريون قوتون" چيو وڃي ٿو سي روڊ اڌ ۾ بند ڪرائي ڇڏين ٿيون. هن وقت به مٺي شهر کان سلام ڪوٽ ويندي ڪيڪڙا ڪافي پنڌ انهيءَ پڪين سِرن واري روڊ تي هلي پوءِ واريءَ ۾ سفر ڪن ٿا ۽ جتي اهو روڊ بند ڪرايو ويو آهي ان جاءِ تي رستي جي ٻنهي پاسن تي پڪيون سرون ڍير ٿيون پيون آهن جيڪي روڊ ٺهرائيندڙ ٺيڪيدار اجا کڻايون به ناهن. ۽ ملڪ جون اهي "سگهاريون قوتون"، هاڻي به چون ٿيون ته ٿر ۾ پڪا روڊ دفاعي لحاظ کان نقصانڪار آهن ڇاڪاڻ ته ان سان سرحد پار دشمن فوجن کي ٿر ۾ اندر گهڙڻ ۾ آساني ٿيندي. سنڌن اهو دليل شايد ان ڪري سگهارو آهي ڇاڪاڻ ته اهي قوتون پاڻ سگهاريون آهن_ نه ته ٻي صورت ۾ 1971 ع واري جنگ دوران چون ٿا ته انهيءَ دشمن ملڪ جون فوجون روڊ نه هئڻ جي باوجود هوڏانهن ڇاڇري ۽ هيڏانهن ڀالوا (ماروئيءَ جو ڳوٺ) تائين اچي نڪتيون هيون.

ساڳي صورتحال ڪوهستان ۾ آهي_ ٻيو ته ٺهيو پر حڪومت هينئر تائين گورک جبل تائين به پڪو رستو نه ٺهرايو آهي جڏهن ته انگريزن جي حڪومت پهريون دفعو گورک واري چوٽيءَ جو سروي ڪري روڊ ٺاهڻ جو پروگرام جوڙيو هو— پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ 1953 ع ۾ ايوب جي دور ۾ ۽ وري جوڻيجي جي حڪومت دوران توڙي بينظير ڀٽي واري دور ۾ پڻ ڪروڙين رپيا ڏنا ويا ته گورک تائين روڊ ٺهي پر ڪنهن به حڪومت اوجر ڪو نه ڏيکاريو— هاڻي وڃي دادو ضلعي جي انتظاميا فوج جي مدد سان جملي 42 ڪلوميٽر ڪچو رستو ٺهرايو آهي جيڪو ٽنڊي رحيم (جوهيءَ کان 48 ڪلوميٽر) شروع ٿئي ٿو ۽ گورک کان 12 ڪلوميٽر ڪن اڳ ئي ختم ٿيو وڃي_

اهڙي طرح سن شهر لڳ انڊس هاءِ وي کان دنيا جي وڏي ۾ وڏي قلعي رني ڪوٽ تائين 19 ڪلوميٽر روڊ ٺهي نه سگهيو آهي— وارهه کان ڪُتي جي قبر واري چوٽيءَ تائين ڪو به پڪو روڊ ڪونهي ۽ نه وري منگهي پير کان سسئي جي مزار يا لاهوت لا مڪان تائين ڪو روڊ آهي— اهو ئي وڏو ڪارڻ آهي جو ڪاڇو ۽ ڪوهستان اڄ به سنڌ کان ڏورانهن علائقا ڏسجن ٿا_

۽ هوڏانهن پاٽيءَ وارن علائقن جي حالت پڻ ساڳي آهي— سنڌ جي سامونڊي ڪناري ۽ سنڌ جي درياهي علائقي کي ڳنڍڻ جو ڪو به ذريعو ڪونهي— ٻيڙيون محدود آهن جنهن ڪري منڇر ڍنڍ هڪ الڳ رياست جو ڏيک ڏئي ٿي، ابراهيم حيدري کان وٺي شاهبندر تائين ڄڻ ته ڪو ٻيو ملڪ آهي ۽ جنگي سر پٽڻ کان گڏو بئراج ڄڻ ڪو اوپرو ملڪ آهي.

جيستائين منڍ ۾ ڪاري پاڻيءَ جي سرحد جو سوال آهي ته ڪالا باغ ڊيم جي پرچارڪ حاڪمن جي سنڌ – دشمنيءَ سبب ڏينهون ڏينهن ڪاري پاڻيءَ جي سرحد ۾ اضافو ۽ منڍ پاڻيءَ جي علائقي ۾ ڪٽوتي ٿيندي رهي ٿي – سنڌو درياءَ ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ واري صورتحال ان حد تي اچي پهتي آهي جو هن سال يعني 1993ع ۾ ربيع واري ڪٽڪ جي فصل کي گهٽ کري سنڌ ۾ پاڻي نه پهتو آهي جنهن ڪري اربين رپين جو فصل خطري ۾ پئجي ويو آهي.

سو جيڪڏهن وقت گذرڻ سان سمنڊ جو کارو پاڻي منڍ اوڀارو چڙهندو ويندو ۽ منڍ پاڻي وارو علائقو مختصر ٿيندو ويندو ته پوءِ انهيءَ شعر واري صورتحال وڃي بيهندي ته, ”الا, ايئن نه ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي, ته هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي“.

سو سنڌ جي جاگرافيائي ۽ قومي وحدت کي هن وقت جيڪو خطرو آهي, ان کي محسوس ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان ۾ ڪوهستان, ڪاڇي, ڪڇي, ٿر يا ساموندي علائقي جي ماڻهن جو ڏوهه ناهي. سنڌ جي مختلف حصن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ جي اڄ تائين ڪوشش نه ڪئي وئي آهي. اجا به وقت به وقت جيڪا سا قوڪ جوڪائتي ڏئي اهڙي صورتحال پيدا ڪئي وڃي ٿي جو ٻيڻائيءَ جي اها سٽ ياد ٿي اچي وڃي ته, ”مڙيا مڇ هزار, ياڳا ٿيندي سهٽي“.

هونئن جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته سنڌ جي ثقافتي وحدت گهٽو تڻو يٽائي جي رسالي سبب محفوظ آهي. اهو به ان ڪري ٿيو آهي ڇاڪاڻ ته يٽائي جاڪوڙي هو جنهن سنڌ جي مختلف علائقن کي گهمي ڦري ڏٺو ۽ پنهنجي شاعري اهڙي گلدستي وانگي ڏنائين جنهن ۾ سنڌ جا جملي رنگ شامل آهن. سڄي سنڌ جي ماڻهن سر سارنگ, سرڏهر ۾ مارئي پڙهي اڻ ڏنل ٿر کي محسوس ڪري ورتو. سسئي جا پنج سُر ٻڌي ماڻهن جڻ ڪوهستان ۽ ڪاڇو گهمي ورتو. سر سريراڳ ۾ ساموندي پڙهي پاڻي وارن علائقن جي واقفيت ٿي. سر ڪاموڏ پڙهي ڪينجهر ڊنڊ جو اڻ ڏٺو سير ٿي ويو. اهڙي طرح يٽائي پڙهي سنڌ سمجهه ۾ اچي وئي.

پر بهرحال اهو سڀ ڪجهه هڪ شعوري ڳانڍاپو هو. سنڌ جي مختلف علائقن وچ ۾ هن وقت طبعي ۽ عملي, معاشي ۽ سياسي ڳانڍاپي جي ضرورت آهي, ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ايئن نه ٿي سگهيو ته پوءِ سهٽيءَ کي ياڳا ٿيڻ کان بچائڻ اوس ٿي پوندو.

# ميسارِيل ماضي، حال بدحال ۽ انڌو آئيندو

هڪ اخباري اطلاع مطابق سنڌجي وڏي وزير سيد مظفرحسين شاهه سنڌ جي تاريخي، ثقافتي ورثي کي بچائڻ لاءِ سنڌ جي دانشورن کان رٿون گهرايون آهن ۽ اهڙي قانون سازي ڪرڻ جو ڏس ڏنو آهي جنهن ساڻ سنڌ جي تهذيبي ورثي کي بچائي سگهجي.

اها ڳالهه پنهنجيءَ جاءِ تي واقعي خوشيءَ جهڙي آهي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن وقت جو حاڪم ان اهم مسئلي تي سنڌ جي دانشورن سان صلاح مشورا نه ڪري ها، ته اهي ڪيس ڇا ڪن ها؟! اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي عجب جهڙي به آهي ته سنڌ جي دانشورن ۽ سنڌ جي وڏي وزيرجا پاڻ ۾ سڌا تعلقات شايد قائم ناهن، جنهن ڪري هنن وٽان تجويزون گهرائڻ لاءِ هُن اخبارن جو سهارو ورتو آهي. بهتر ٿئي ها، جيڪڏهن سنڌو ماتري آرٽ اينڊ آرڪيٽيڪچر اسڪول جي پيڙهه جو پٿر رکڻ دوران ڏنل اهڙي سڏ ڪانپوءِ وڏو وزير سنڌ جي دانشورن سان ذاتي طرح لهه وچڙ ۾ اچي ها.

سنڌ جي تاريخي، ثقافتي ۽ تهذيبي ورثي کي هڪ ڏکهي عرصي کان وٺي جنهن بي درديءَ سان تباهه ڪيو پيو وڃي ان جي ڪهاڻي ڏاڍي ڏکهي آهي. جهڙي طرح سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ راءِ گهراڻي جي حڪومت کي فاتح عربن راتاها ڏئي هر طرح سان ناس ڪيو، ايستائين جو ان دور جا ڪتاب، لائبريريون ۽ تاريخي توڙي تهذيبي ورثي کي به تيلي ڏيئي، ”ڪُفرواري دور“ جون نشانيون ختم ڪيون ويون، بلڪل اهڙي طرح پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ کي ”فتح ڪرڻ“ وارن سنڌ جي تهذيبي ورثي جو اهڙو حال ڪيو آهي. شايد اهو ئي سبب هو جو مرحوم ڀٽي پنهنجي دور ۾ قديم آثارن واري وفاقي کاتي جو سنڌ جي تهذيبي ورثي ڏانهن تعصبي رويو ڏسي موهن جي دڙي کي بچائڻ لاءِ جدا اٿارٽي قائم ڪئي هئي ۽ ان جو سربراهه مسٽرجسٽس نانا کي مقرر ڪيو هئائين. اها بي ڳالهه آهي ته مسٽر جسٽس نانا جي جهان ڇڏڻ ڪانپوءِ سنڌ جي تهذيبي ورثي کي ”ساڳيا ڪُنا ساڳ جا،“ نصيب ٿيا. اڳي مولانا توراني موهن جي دڙي کي ڪفرجي علامت ڪوٺي ان خلاف جهاد جو اعلان ڪندو هو پر هاڻي خود موهن جي دڙي کي بچائڻ لاءِ قائم ڪيل اٿارٽيءَ جو پروجيڪٽ ڊائريڪٽر چوڻ لڳو ته، ”جس چيز کو الله تعاليٰ نے غرق کيا هے، اسے انسان کيا بچا سکتا هے؟“ ۽ جڏهن انهيءَ پروجيڪٽ ڊائريڪٽر (عبدالحميد ميمڻ) کان ٽي وي انٽرويو دوران پڇيو ويو ته اوهان جيڪڏهن موهن جي دڙي کي، ”ڪُفرجي علامت،“ ٿا سمجهو ته پوءِ اهڙي کاتي ۾ نوڪري ڇو

ٿا ڪريو ته هن ڪو جواب نه ڏنو رڳو پنهنجي ڏائي آڱر سان پنهنجي پيٽ ڏانهن اشارو ڏنو.

سو سنڌ جي تهذيبي ورثي ڏانهن پراڻن توڙي پنهنجن جو رويو ڏاڍو ڏکوئيندڙ رهيو آهي. تازو شاهه فريد الحق هڪ انٽرويو ۾ فرمايو آهي ته، "ڪو به سچو مسلمان ۽ پڪو پاڪستاني موهن جي دڙي کي پنهنجو تهذيبي ورثو قبول نه ڪندو جيڪي ماڻهو ايئن سوچين ٿا سي پليل آهن ۽ سنئين راهه تان ڀٽڪي ويا آهن" — اهو انٽرويو هن تازو سنڌو ماتريءَ تي فلم ناهيندڙ هڪ بين الاقوامي ٽيم جي ميمبرن کي ڏنو آهي جيڪا لنڊن جي چئنل فور واريءَ ٽي ويءَ تان نشر ٿيو آهي.

۽ وري سنڌ جي تهذيبي ورثي کي پنهنجن ڪيترو بچايو آهي، ان جو اندازو ان حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو ته پاڪستان جي 45 سالن دوران سنڌ وٽ خود مختيار قديم آثارن جو کاتو نهي نه سگهيو آهي. ڀيو ته نهيو پر هن وقت پنجاب جو صوبو جنهن انتظام هيٺ پنهنجا قديم آثار سنڀالي رهيو آهي، اسان اوترو انتظام به نه ڪيو آهي. ۽ ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته 1938ع ۾ ٺٽن گاج جي مُنهن وٽ ڌاڙيلن هٿان قتل ٿيل بنگالي ماهر مجمدار سنڌ جي قديم آثارن جي جيڪا ڳولا ڪئي هئي ان ڪانپوءِ اهو ڪم اتي ئي پيو آهي ۽ سنڌ ۾ وک وک تي ملندڙ تاريخي ماڳ مڪان لاوارث پيا آهن.

قديم آثارن جي وفاقي کاتي وٽ پاڪستان جي تهذيبي ورثي کي بچائڻ لاءِ جن ماڳن مڪانن جي لسٽ آهي ان ۾ سنڌ جا صرف هڪ سئو ماڳ شامل آهن انهن هڪ سئو ماڳن مان ننگرپارڪر شهر ۾ جين ڌرم وارا مندر به شامل آهن جن کي ڏسڻ لاءِ اسان ڪجهه وقت اڳ جڏهن ٿرياسون ته ڪارونجهر جي ڪناري تي قائم ٿيل اڇي سنگ مرمر واري پٿر ساڻ اڏيل انهيءَ خوبصورت مندر اندر هڪ ڪُتو مئو پيو هو ۽ ايڏي ته بدبوءِ هئي جو نڪ کي لٽو ويڙهي مشڪل سان اسان هڪ به فوٽو ڪڍي سگهيا هئاسون.

سو هڪ طرف صورتحال اها آهي ته سڄي سنڌ ۾ وفاقي کاتي جن هڪ سئو ٽيهه ماڳن مڪانن کي بچائڻ جو ذمو کنيو آهي تن جي حالت ننگرپارڪر واري جين ڌرم جي مندرن واري آهي، ته وري ٻئي طرف صورتحال اها آهي ته سنڌ ۾ رڳو موهن جي دڙي واري دور جا اڍائي سئو ماڳ مڪان ڳولي هٿ ڪيا ويا آهن جن جي حفاظت جو انتظام نه وفاقي حڪومت وٽ آهي ۽ نه سنڌ حڪومت ئي ان سلسلي ۾ ڪجهه ڪيو آهي. ان کان علاوه اٽڪل ساڍا ٽي سئو کن اهڙا ٻيا ماڳ مڪان آهن جن کي ڳولي ظاهر ڪيو ويو آهي ۽ انهن کي فوري طور تي بچائڻ جي ان ڪري به ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته ٻي صورت ۾ اهي ترت تباهه ٿي ويندا — البت ماهرن جو خيال آهي ته جيڪڏهن هن وقت سنڌ ۾ چڱي طرح کوجنا جو ڪم ڪيو وڃي ته

گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ يا ٻه هزار اهڙا تهذيبي، تاريخي ۽ ثقافتي ماڳ مڪان ملي ويندا، جيڪي پٿر جي دور کان وٺي ٻڌ ڌرم ۽ مسلمانن واري دور تائين جا قديم آثار هوندا ۽ جن جي حفاظت ڪرڻ ان لاءِ به هڪدم ضروري آهي ڇاڪاڻ ته سنڌ جي ماضيءَ واري شاندار تاريخ کي محفوظ ڪرڻ جو پيو ڪو به طريقو ڪونهي.

هاڻي اچو ته انهن نوس تجويزن جو ذڪر ڪريون جن سان سنڌ جي تاريخي ۽ تهذيبي ورثي کي بچائي سگهجي ٿو ۽ جن جي فرمائش سنڌ جي وڏي وزير سنڌ جي دانشورن کان ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ اها ڳالهه وسارڻ نه گهرجي ته سنڌ جا ويچارا دانشور هميشه کان وٺي پنهنجا نوس مشورا مفت ۾ هر وقت جي سرڪار کي پيئي ڏنا آهن پر اڄ تائين حڪومت پاران ڪڏهن به نوس قدم نه کنيا ويا آهن جن سان سنڌ جي تهذيبي ورثي کي بچائي سگهجي. سو منهنجو ذاتي خيال آهي ته سنڌ جي تهذيبي ورثي کي بچائڻ لاءِ نوس تجويزن جي کوٽ ناهي. حقيقت ۾ جنهن ڳالهه جي اڻاٺ آهي سي آهن، "نوس قدم"، جيڪي رڳو حڪومت ئي کڻي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ ته نوس قدم نوس مالي وسيلن کانسواءِ کڻي نه ٿا سگهجن. بهرحال اسان کي اميد آهي ته جيڪڏهن سنڌ حڪومت قانون نافذ ڪندڙ ادارن جي ماڻهن تي هر سال جيڪا ڳاتي — نوڙ رقم خرچ ڪري رهي آهي ان جو چوٿون حصو به جيڪڏهن سنڌ جي تهذيبي ورثي تي خرچ ڪري ته هوند سنڌ جي سورن جون دانهون ۽ ڪوڪون بند ٿي وڃن.

ان حوالي سان مختصر طور ڪجهه نوس تجويزون هيٺ ڏجن ٿيون:

1. سنڌ حڪومت کي 1904ع واري ائنٽي ڪويٽي ائڪٽ (antiquity act) هيٺ پنهنجا اختيار استعمال ڪري سنڌ جي ديکهه ويکر ۾ موجود تاريخي ماڳن مڪانن کي هڪدم پنهنجي تحويل ۾ وٺڻ گهرجي.

2. ان ڪم کي باضابطه طور ڪرڻ لاءِ سنڌ حڪومت کي هڪ خود مختيار قديم آثارن وارو کاتو قائم ڪرڻ گهرجي جنهن جي هٿ هيٺ عالمي ورثي وارا ماڳ مڪان جهڙوڪ موهن جو دڙو، مڪلي ۽ کيرٿر نيشنل پارڪ به ڏيڻ گهرجن ۽ ان کاتي کي اختيار هجن ته اهي يونيسڪو جهڙن عالمي ادارن ساڻ لهه و چڙ ۾ اچي امداد حاصل ڪري سگهن.

3. سنڌ حڪومت کي گهرجي ته اها قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي سنڌ جي تهذيبي ورثي وارو ڪيس وڙهي ۽ جهجها فنڊ حاصل ڪري ۽ ان سان گڏ رڻي ڪوٽ کي ثقافتي عالمي ورثي طور مڃرائڻ لاءِ يونيسڪو کي قائل ڪري.

4. ان ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ لاءِ ۽ سنڌ جي دانشورن کان وقت بوقت تجويزون حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ڪانفرنس يا گڏجاڻي ڪوٺائي وڃي جنهن ۾ قديم آثارن جا ماهر، تاريخدان ۽ ثقافت واري شعبي سان تعلق رکندڙ ماڻهو شريڪ ٿين. بعد ۾ انهن ماڻهن مان هڪ ماهرن جي ڪميٽي قائم ڪئي وڃي ۽ بي فني (ٽيڪنيڪل)

معاملن واري ڪميٽي ناهي وجي جيڪا سنڌ جي تهذيبي ورثي ڪي بچائڻ لاءِ قانون سازي واري ڪم ۾ سنڌ حڪومت جي قانون واري ڪاتي سان سهڪار ڪري.

5. سنڌ اسيمبلي کان 1904ع واري ائنٽي ڪيٽي ائڪٽ (antiquity act) ۽ ان ۾ 1976ع واري ڪيل ترميم جي روشنيءَ ۾ هڪ نئون ترميمي ائڪٽ پاس ڪرايو وڃي جنهن ۾ قديم آثارن ۽ ثقافتي ماڳن مڪانن جي وصف بيان ڪري انهن جي حفاظت لاءِ نوس قانون پاس ڪيا وڃن ۽ تاريخي جاين کي نقصان پهچائيندڙ ماڻهن لاءِ نئين سر ڳريون سزائون مقرر ڪيون وڃن.

6. اهڙو قانون پاس ڪيو وڃي ته هيٺ ڪنهن به ڪم لاءِ ٺيندڙ کوٽائي کان اڳ قديم آثارن واري کاتي کان اين او سي ورتو وڃي ته جيئن خاطري ڪري سگهجي ته اهڙي کوٽائي دوران ڪنهن تاريخي ماڳ کي ڪو به نقصان نه رسيو آهي.

7. پاڪستان ۾ پشاور يونيورسٽي ڪانپوءِ خيرپور ميرس جي شاهه لطيف يونيورسٽي قديم آثارن واري کاتي ۾ ڊگريون ڏئي رهي آهي. سنڌ حڪومت کي گهرجي ته شاهه لطيف يونيورسٽي مان ڪورس پاس ڪري نڪرندڙ نوجوانن کي سنڌ جي تهذيبي ورثي کي بچائڻ واري مهم ۾ شريڪ ڪري.

8. سنڌ جي تهذيبي ورثي کي بچائڻ وارو ڪم پيشور ڪامورن بدران واسطيدار علم جي ماهرن کان ورتو وڃي ۽ هڪ اهڙو پبلسٽي ادارو قائم ڪيو وڃي جنهن جي پليٽفارم تان بين الاقوامي سطح تي فنڊ جمع ڪرڻ لاءِ پرچاري مهم هلائي سگهجي ته جيئن خاص ڪري موهن جي دڙي کي بچائي سگهجي.

9. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ثقافتي سنگتون ۽ هسٽاريڪل سوسائٽيون قائم ڪرايون وڃن جيڪي معمولي سرڪاري امداد ۽ باقي پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي پنهنجي پنهنجي علائقي جي تاريخي ماڳن کي بچائڻ جو ڪم هٿ ۾ کڻن.

10. ٿر، ڪوهستان، منڇر، لاڙ ۽ ڊيلٽائي علائقي ۾ عجائب گهر قائم ڪيا وڃن جن ۾ سنڌ جي مختلف ثقافتي حُسن جا جلوا محفوظ ڪيا وڃن.

ياد رکڻ گهرجي ته ان سلسلي ۾ اجا به ڪيترين ئي تجويزون ڏئي سگهجن ٿيون ۽ سنڌ جي مختلف ڄاڻو حلقن کان گهرائي سگهجن ٿيون. البت هڪ ڳالهه سنڌي عوام کي هاڻي کان وٺي سکي ڇڏڻ گهرجي ته سنڌ جي تاريخي ۽ تهذيبي ورثي کي بچائڻ جو ڪم جيڪڏهن وقت جي حڪومت نه ٿي ڪري ته پوءِ اهو ڪم عوامي سطح تي ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ماضيءَ کي محفوظ ڪرڻ بدران حال ۽ آئيندو اڻڌو هوندو.

(ڪالم: "سنڌ ڪيس" تان ورتل)
(21_04_1992)

# اسان ڪي مُهين جو دڙو دفن ڪري ڏيو!

هڪ پرڏيهي صحافيءَ مُهين جي دڙي تي پنهنجي مضمون جي شروعات ڪندي لکيو هو ته. "پنج هزار ورهيه پراڻيءَ پٽ جي پاڙ ۾ ويٺل هڪ رازي هڪ ڳريل سِر کي ڍڪ هنيو ۽ تاريخ جا ذرڙا هوا ۾ اڏامڻ لڳا."

هندستان جي يونيسڪو آفيس واري سربراهه اسٽويا گهمندي چيو ته "مهين جو دڙو دنيا جي هن گولي تي جمهوريت جو پهريون تجربو آهي. هن شهر جون سڀ جايون هڪجهڙي سرسان ٺهيل آهن. هتان نه ڪو محلات مليو آهي ۽ نه ڪو مندر. هي هڪ شهري رياست (سٽي اسٽيٽ) هئي."

۽ تازو ختم ڪيل "موهن جو دڙو پرزرويشن اٿارٽيءَ" جي هڪ اڳوڻي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر جو چوڻ هو ته. "مهين جو دڙو ڪفر جي علامت آهي. اڪين وارا ان ڪي ڏسي عبرت حاصل ڪن."

دنيا جا ماهر چون ته هن تهذيبي ورثي کي سنڌو درياءَ آباد ڪيو ۽ ان ئي برباد ڪيو. پر اسان جا زور تي اڪابر بٺيل ـ مولوي نما جڙتو ماهر چون ته مهين جي دڙي کي الاهي عذاب ختم ڪيو.

فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي حڪومت ۾ سنڌو تهذيب جي يورپي ماهر مارٽيمر ويلر کان هڪ ڪتاب لکرايو ويو. جنهن جو عنوان هو. "پاڪستان جا پنج هزار ورهيه". ان تي مُلن گوڙ ڪيو ته "اِن ڪتاب واري پراجيڪٽ کي ختم ڪيو وڃي ڇاڪاڻ ته اسلام جي نظرئي تي قائم ٿيل ملڪ جو پنج هزار ورهيه اڳي واري غير اسلامي نظام سان ڪو به تعلق ناهي"ـ ۽ پوءِ اهڙي سوچ رکندڙ ڪامورن کي چيو ويو ته اوهان مهين جي دڙي کي بچايوـ اهو ايئن هئو جيئن ڪنهن مندر کي بچائڻ لاءِ ڪنهن ملان کي مقرر ڪجي يا ڪنهن مسجد جي حفاظت لاءِ ڪنهن جنوني هندوءَ کي رکجي. هونئن نندي ڪنڊ جي تاريخ ۾ اهڙا واقعا به ملن ٿا جڏهن ٻئي مذهب جي ماڻهن ٻين جي عبادتگاهن جو تحفظ ڪيو هجي. پر اسان جا تنگ نظر ڪامورا جنوني مذهبي ماڻهن کان به خطرناڪ نڪتا.

هنن نه ڪئي هَمَ نه تَمَ مهين جي دڙي کي ڪوٺي ويهي رهيا. جيستائين هي ڪنڊر زمين ۾ دفن هئا تيستائين سالم هئا. انساني ڍانچا ۽ ٺڪر جون ٺهيل شيون. ٽامي جا سڪا، مورتيون، مجسما وغيره وغيره. پر جڏهن مٽيءَ جي ورقن ۾ ويڙهيل هن ڪتاب کي کوليو ويو ته دنيا ته برابر اهو ٻڌي حيران ٿي وئي ته جڏهن يورپ اونداهو کنڊ هو تڏهن ايشيا ۾ پنج هزار ورهيه پاڻي تهذيب سنڌو دريا جي ڪنارن تي آباد هئي. پر ان سان گڏ نقصان اهو ٿيو جو فضا ۾ موجود گهم، برسات، اُس، ڇانوَ سم ۽ ڪلر ظاهر ٿيل پيتين، مجسمن، ٺڪر جي ٿانون ۽ انساني توڙي حيواني هڏن کي ڳارڻ شروع ڪيو.

۽ پوءِ مهين جي دڙي وارن انڊن اونڊن ويڇن سوچيو ته هاڻي واقعي هن کي بچائجي نه ته تباهه ٿي ويندو. بسم ۽ ڪلر، مينهن، واچوڙا ۽ طوفان هن کي جهوري وجهندا. اهڙي طرح هنن مُهين جي دڙي کي بچائڻ دوران جيترو ان کي تباهه ڪيو اوترو گذريل پنج هزار ورهين ۾ نه ٿيو هو. ڇاڪاڻ ته ان وقت مُهين جو دڙو مٽي هيٺان دفن هو ۽ هوا، مينهن، سج، چنڊ، سم ۽ ڪلر کان محفوظ هو.

هنن پهريائين ڪنڊرن جي پاهران چوڌاري هڪ ويڪرو واهه کوٽيو. اهو واهه ٽيوب ويلن جو پاڻي ڪڍي اولهه ۾ دادو ڪئنال اندر وهائڻ لاءِ بلڊوزرن سان کوٽيو ويو. کوٽائي ڪندڙ بلڊوزر جتان به لنگهيا اتان مهين جي دڙي جا قديم گهر ڍاهيندا، مسمار ڪندا ويا. ڪٿي ڪٿي ته انساني ڍانچا پڻ بلڊوزرن جي بليڊ سان نابود ٿي ويا.

پوءِ وري ڪنڊرن ۾ 58 بدران 26 ٽيوب ويل لڳايا ويا. ٽيوب ويل ڪجهه وقت هليا ته چيائون ته اسان وٽ ٽيوب ويل هلائڻ لاءِ بجلي جي بل ڀيارڻ جا پئسا ناهن. تيان جو 26 ٽيوب ويلن مان رڳو 2 ٽيوب ويل هلندا هئا جن جو به پاڻي اهو واهه نه ڪڍي سگهندو هو. ان جو سبب اهو هو ته واهه جي کوٽائي ڪا نه هئي جنهن ڪري اٽلي ويتر سم ۾ اضافو ڪندو هو. وري ان واهه کي ڪيترا گهارا پيا ۽ مُهين جي دڙي جا هيٺاهان علائقا پاڻي هيٺ اچي ويا.

هوڏانهن ٽيوب ويل بند ٿيڻ سان مُهين جي دڙي تي پاڻيءَ جي سطح وڌڻ لڳي. جڏهن ٽيوب ويل لڳا هئا، ان وقت پاڻي زمين کان پنجن ڇهن فٽن تي هو. ٽيوب ويل هليا ته اها سطح 16.15 فٽن تائين هيٺ وئي. پر هاڻي جڏهن ٽيوب ويل بند آهن ته پاڻيءَ جي سطح ايترو وڌي وئي آهي جو پاڻي زمين مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ زور لڳائي رهيو آهي ۽ هن وقت ٽيوب ويلن جي پاڙ ۾ سم نڪري آئي آهي.

ان سلسلي ۾ ڪجهه ماهرن مُهين جي دڙي وارن انڊن اونڊن ويڇن کي چتاءُ ڏنو هو ته ٽيوب ويلن ذريعي زمين مان تيزيءَ سان پاڻي نه ڪڍو ڇاڪاڻ ته ان سان زمين ۾ خال پيدا ٿيندو ۽ پوءِ زمين اندر اوسي پاسي جو پاڻي ان خال ڀرڻ لاءِ زور لڳائيندو جنهن ڪري ايئن به ٿي سگهي ٿو ته مُهين جو دڙو بحري جهاز جيان سم جي سمونڊ ۾ غرق ٿي وڃي.

سو هينئر بلڪل ايئن ٿي رهيو آهي. زمين اندر دفن ٿيل انساني تهذيب جي ڪامرانين ۽ ڪوتاهين کي سم جو پاڻي ورائي ويو آهي. مٽيءَ ۾ ڳري مٽي ٿيندڙ انساني هڏائن جو وجود پاڻيءَ ۾ جذب ٿي، "ڪلُ شيءُ يرجع الا اصل"، (هر ڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي) وانگي پاڻيءَ مان پيدا ٿيندڙ حياتي پاڻيءَ ۾ ئي برباد ٿي رهي آهي.

دنيا جي ماهرن جو زور هو ته مهين جي دڙي تي زمين اندر پاڻيءَ جي سطح گهٽايو ته جيئن اتي کوٽائي ٿي سگهي ۽ سڄي دنيا پنهنجي تهذيبي ورثي واري ماضيءَ کان واقف ٿئي. پر اسان جي ماهرن پاڻيءَ جي سطح گهٽائڻ بدران وڌائي ڇڏي آهي. ۽ هوڏانهن سڄي مُهين جي دڙي جو رڳو ارڙنهن سيڪڙو کوٽيو ويو آهي جنهن ڪري سنڌو ماٿري واري تهذيب بابت ڪيترا راز اڃا راز ئي رهيا آهن۔ مثال مُهين جي دڙي وارن ماڻهن

جو مذهب ڪهڙو هو، هنن جي ٻولي ڪهڙي هئي ۽ هو پنهنجا لاش ڪيئن پوريندا هئا، وغيره ان جي دنيا کي خبر ناهي.

سو دنيا چئي ٿي ته اڄ کان پنج هزار ورهيه اڳ انسان ڪهڙي تهذيبي ڍانچي ۾ رهندو هو، اهو معلوم ڪرڻ لاءِ مهين جي دڙي تي کوٽائي ڪريو ۽ اسان جا ماهر مهين جي دڙي کي تباهه ڪرڻ پنيان پئجي ويا آهن. ان سلسلي ۾ هنن سنڌو ماتريءَ جي کنڊرن کي بچائڻ لاءِ ڀٽي جي حڪومت ۾ قائم ڪيل اڪيلي اٿارٽي کي هڪ ڏک سان 30 سيپٽمبر 1997ع تي ختم ڪري ڇڏيو ۽ مُهين جي دڙي کي بچائڻ جو ذمو هڪ دفعو وري انهيءَ قديم آثارن واري وفاقي کاتي کي ڏنو ويو آهي جنهن جي ناڪاميءَ سبب جسٽس نانا جي سربراهيءَ ۾ اٿارٽي قائم ڪئي وئي هئي.

هاڻي اها اٿارٽي ختم ڪري هڪ دفعو وري هن عالمي ورثي کي ان وفاقي کاتي جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي جنهن 27 سال ان کي بچائڻ جي نالي ۾ نابود ڪيو ۽ هاڻي انهيءَ کاتي جا ڪامورا چون ٿا ته گهٽ ۾ گهٽ 15 مهينن لاءِ ٽيوب ويل بند رهندا ڇاڪاڻ ته وٽن پئسا ناهن.

مونکي ياد ٿو اچي ته ڪجهه وقت اڳ يونيسڪو جا ماهر مُهين جو دڙو گهمڻ آيا. هتان جي ڪامورن جرمن ماهر مائيڪل جانسين کي گذارش ڪئي ته اهو يونيسڪو جي ماهرن کي مُهين جو دڙو گهمائي. ماهر جڏهن گهمي ڦري اسٽوپا کان هيٺ لهي رهيا هئا ته انهن مان هڪ اسان جي ڪامورن کان پڇيو ته مُهين جي دڙي کي بچائڻ ۾ آخر ڪهڙو مسئلو آهي. ان تي هڪ اعليٰ آفيسر چيو. "اسان وٽ ان وڏي ڪم لاءِ پئسا ناهن". اهو جواب ٻڌي مائيڪل جانسين چيو ته. "پوءِ پيلا مهين جي دڙي جو سودو ڪريو_ اسان هڪ سِرَ لاءِ هڪ هڪ ڊالر ڏيڻ لاءِ تيار آهيون (وَن برڪ_ وَن ڊالر).

سو مُهين جي دڙي جا انڌا اونڌا ويڄ ان کي بچائي سگهيا آهن ۽ نه اڳتي ڪجهه ڪري سگهندا. سچ جيڪو اپرندي تاءُ نتو ڪري سو لهندي ڇا ڪندو؟ ان ڪري اسان پاڪستان جي قديم آثارن واري وفاقي کاتي جي مذهبي جنونين کان به خطرناڪ ڪامورن عرف مُهين جي دڙي وارن انڌن اونڌن ويڄن کان اپيل ڪريون ٿا ته اسان کي مهين جو دڙو پنهنجي اصل صورت ۾ موٽائي ڏيو. جيڪو ڪجهه کوٽيو اٿو ان کي وري مٽيءَ سان ڍڪي دفن ڪري ڇڏيو. اسان کي اوهان انڌن اونڌن ويڄن جي علاج جي ڪا به ضرورت ناهي.

تن طبيب نه تون، سُڌ نه لهين سور جي،
ساند پنهنجا ڍيڙا، ڪڏ ڪٽي ۾ پُون،
ڪا نه گهرجي مون، حياتي هوتن رَي. _ ڀٽائي

(آڪٽوبر 21، 1997ع)

# سنڌ جي جنتِ تي ڌوهارين جا لامارا

ٿر، درياهي ڪڇو ۽ ڪوهستان، سنڌ جا اهڙا علائقا آهن جتي اڃا تائين ڌارين جي آباد ڪاري نہ ٿي سگهي آهي. سبب هڪڙو ئي آهي تہ انهن علائقن جي زندگي ڏاڍي ڏکي آهي. بجلي، روڊ ۽ ٽيليفون، اسڪول، اسپتال ۽ مارڪيٽ ڪانسواءِ پرائي مال تي ٽوپي نراڙ تي رکڻ جي خواهش رکندڙ ڌاريا رهي نہ ٿا سگهن. وري ٿر ۾ ڪڏهن ڏڪار بہ پوي ٿو. ڪڇي ۾ ڌاڙيلن جو آزار بہ ٿئي ٿو ۽ جبل جي جهان ۾ ”آڏ تراڇا آهڙا، ڏونگر ڪي ڏاڪا“ بہ آهن. پر پوءِ بہ ڌارين جي آبادڪاريءَ واري جدوجهد جاري آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ سنڌوءَ جي ڊيلٽائي علائقي ۾ تہ بنگالي، برمي ۽ بهاري برابر پهچي ويا آهن جيڪي ننڍين ننڍين ٻيٽيلن تي مڇي ماري سنڌين کي سنڌ اندر اقليت ۾ تبديل ڪرڻ واري، ”قومي ڪاز“ لاءِ اسلامي جذبي سان جهاد ڪري رهيا آهن.

ان ڪري اسان سنڌ جا ليکڪ ۽ صحافي جڏهن ٿر، درياهي ڪڇي ۽ ڪوهستان جي سونهن بيان ڪندا آهيون ۽ اتي سياحت کي وڌائڻ لاءِ اتي فطرت سان سلهاڙيل زندگيءَ جي وڏائي چڙهائي تصوير چٽيندا آهيون تڏهن سنڌ جي انهن پنڻي پيل ماڻهن جي اندر ۾ سيسراٽي اڀرندي آهي تہ متان واقعي اخبارون پڙهي ڌارين جا ڪٽڪ ماڪڙ جيان هتي بہ نہ اچي ڪڙڪن.

ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ ڌارين جي غلبي کان بهتر آهي تہ سنڌ جا اهي علائقا پنڻي پيل هجن. ڀيا چون ٿا تہ اڄ جي دنيا ۾ ٿر، ڪڇي، ڪوهستان يا سنڌ جي ٻئي ڪنهن بہ علائقي کي ٻيءَ دنيا کان الڳ ڪري رکي نہ ٿو سگهجي. سو تہ ٺيڪ آهي پر دنيا جيڪڏهن ترقي ڪري ننڍڙي ٿي وئي آهي تہ ان جي اها معنيٰ ناهي تہ اتي جهنگل جو راڄ قائم ٿئي ۽ ٻوڪڙو ماڻهن کي کليل اجازت هجي تہ جتي وڻين اچي آباد ٿين ۽ آباد ٿيڻ ڪانپوءِ مقامي ماڻهن کي شودر سمجهڻ لڳن.

ٿر ۾ آبادي گهٽ ۽ ايراضي وڌيڪ آهي، ان ڪري اتي قديم زماني کان آباد ماڻهو پنهنجي ليکي ٿوري قوت قراريا آهن ۽ خوش رهن ٿا. ڪراچيءَ جي هڪ همراهہ وسڪاري ڪانپوءِ ٿر گهمي ڦري هڪ ٿرئي کي چيو، ”اوهان هن ڏکئي علائقي ۾ ڇو وينا آهيو. هتي پاڻي بہ ناهي، روڊ، بجلي، گئس ۽ ٽيليفون بہ ناهي، کاڌي پيتي جي بہ کوٽ آهي. هلو هلي ڪراچيءَ ۾ پورهيو ڪري پيٽ پاليو.“ ان تي هڪ پڙهيل لکيل ٿرئي هن کي جواب ڏنو ”هتي ٿر ۾ سڄو سال گذري وڃي ٿو پر هتان جي ٿاڻي تي قتل جو هڪ ڪيس بہ داخل نہ ٿو ٿئي. اوهان وٽ ڪراچيءَ ۾ هڪ ڏينهن اندر ڇويهہ ڇويهہ لاش ٻورين ۾ وجهي شهر جي وڏن روڊن تي اڇلايا وڃن ٿا.

ڪراچي جي گهرن ۾ نلڪين اندر چوويهہ ڪلاڪ پاڻي نہ ٿو رهي، پر ٺٽي جي کوهن ۾ هميشہ پاڻي رهي ٿو جتان اڌ رات جو بہ اسان ڀري سگهون ٿا. اوهان ڪراچيءَ ۾ ٽماٽو پاڇيءَ ۾ وجهي کائو ٿا تہ اوهان کي پٿريءَ جي بيماري ٿئي ٿي. اسان وٽ چيڙ آهي جنهن ۾ ڪٺاڻ ۽ وٽامن-سي ٽماٽي کان بہ وڌيڪ ٿئي ٿي ۽ بڪيءَ ۾ پٿري بہ نہ ٿو ڪري. ان ڪري اسان کي ڪهڙو لاچار پيو آهي جو اچي ڪراچيءَ ۾ رهون." ان ڪچهريءَ ۾ ٺٽي جي هڪ همراهہ جو چوڻ هو تہ، "پلي تہ اسان جو ڪو ٺٽوي چيف منسٽر جي ڪرسيءَ تي ڪراچيءَ ۾ ويٺو هجي، پر جي ڪيس خبر پئي تہ ٺٽو آهي تہ هو اها ڪرسي ڇڏي هتي اچي نڪرندو."

درياهي ڪڇو بہ ٺٽوانگي سنڌ جو اهڙو علائقو آهي جتي سونهن جو دائرو آسمان ۽ زمين کان ٿيندو سنڌو درياءَ جي انهن لهرن تائين وڃي ٿو جن بابت پٺاڻي چيو هو تہ، "لهر مڙوئي لال، وهہ ٺٿائين وترو- عطر ۽ عنبير جا جرمان اچن جال . . . . . ." سنڌو ماٿريءَ جي ڏاکڻي حصي ۾ ڪالا باغ شهر کان وٺي ٺٽي ضلعي جي ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر تائين ٻن جهلي بندن وچ ۾ درياهي علائقي کي "ڪڇو" چيو وڃي ٿو. سنڌ جي هاڙوڪين سرحدن مطابق اپاوڙي کان اڳتي ريتي ريلوي اسٽيشن ۽ ماڇڪي کان سنڌوءَ جي ڊيلٽائي علائقي تائين ٻن بندن جي وچ ۾ ڪڇي جو علائقو آهي. سنڌوءَ کي ساڄي ۽ کاٻي ڪناري تي ڏنل ٻن بندن وچ ۾ مفاصلو ڪٿي ٽي تہ ڪٿي ٽيهہ ڪلوميٽر بہ آهي. ان علائقي اندر هر سال درياءُ موج ۾ اچي آبپاشي ڪري ٿو جنهن ڪري انهيءَ سموري علائقي ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ بہ فٽ لٽ وجهي وڃي ٿو. درياهي لٽ جهڙو پاڻ اچا تائين دنيا جي ڪنهن ڪارخاني تيار نہ ڪيو آهي. ان ڪري عام طور چيو ويندو آهي تہ، "ڪڇي جي زمين اهڙي آهي جو ماڻهو پوک تہ ڄمي پوي". زمين جي زرخيزي ۾ هي علائقو سنڌ جي ٻين سڀني علائقن کان گوءِ کڻي وڃي ٿو. ان ڪري عام خيال آهي تہ جيڪڏهن پاڪستان سرڪار ڪالا باغ کان وٺي ٺٽي تائين ڪڇي ۾ ڪٽڪ اپايو مهم حقيقي طور هلائي سگهي تہ هوند اسان آمريڪا کي ڪٽڪ درآمد ڪري سگهون ٿا جڏهن تہ اڄڪلهہ اتان درآمد ڪريون ٿا. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ شايد ان ڪري ئي ڪڇو آباد نہ ٿو ڪيو وڃي تہ جيئن آمريڪا مان ڪٽڪ درآمد ٿيندي رهي. سنڌ جي اهڙي جنت جهڙي ڪڇي واري علائقي ۾ ڏاڙيلن سنڌ جي لڄ تي ڏاڙيلوي ڪئي جنهن ڪري هي سمورو علائقو بارود ۽ رت سان وهنجي ويو. هڪ ڏاڙيل ۽ ٻيو فوج، ويچارا مالوندا ماڻهو نيٺ اتان لڏي وڃي پڪي تہ ويٺا جتي هو مرڻ گهڙيءَ تائين ڪڇي کي ئي سارينداُ رهندا. ڪڇي ۽ ٿر ۾ هڪ ڳالهہ ساڳي آهي. ٻنهي جاين تي ماڻهو چوپائي مال تي گهڻو پاڙين ٿا ۽ ٻنهي علائقن ۾ فرق اهو آهي تہ ڪڇي تي سنڌو ماتا مهربان آهي جنهن ڪري ان کي پنهنجي امرت رس سان نوازي ٿي جڏهن تہ ٿر پاڻيءَ جي بوند لاءِ سڪي ٿو.

ساڳي صورتحال سنڌ جي جابلو علائقي سان آهي جتي پاڻي نه هئڻ ڪري اڪثر سوڪهڙو ۽ ڏڪار منهن ڪڍندو آهي. جبلن جو اهو علائقو جنهن ڪي ڪيرٿر جو پهاڙي سلسلو چئجي ٿو ۽ ڪوهستان جي نالي سان مشهور آهي اتي قدرتي چشما، ڪنب، جابلو نديون ۽ منڇر جهڙيون ڍنڍون علائقي کي بهشت بڻائي ڇڏين ٿيون. ڪٽي جي قبر، گورک، چنگڻ، پٽ، ونڊر، هاڙهو ۽ پب وغيره سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحد ٺاهين ٿا. هن علائقي جي معدنيات ۽ جڙي ٻوٽين، قدرتي ماحول ۽ چشمن جو پاڻي ڏسي گهٽن ڌارين جو وات پاڻي پاڻي ٿو ڪري پر ايئن ٿي نه ٿو سگهي ڇاڪاڻ ته جبل جبل آهي، ڪراچي ناهي ۽ سنڌوءَ جو ڊيلٽائي علائقو جيڪو ٺٽي ضلعي ۾ جنگي سر ڪان شروع ٿيندي سمونڊ تائين وڃي ٿو ان جي جاگرافي سنڌ جي ٻين سيني علائقن کان انوکي آهي. جنگي سر پتڻ وٽ پهريون دفعو سنڌو درياءَ ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو ۽ پوءِ درياءَ جي هر شاخ وري ٻن حصن ۾ ورهائجي ٿي. اهڙي طرح ڇهه لک هيڪٽر واري ايراضي تي پکڙيل سنڌوءَ جو ڊيلٽائي علائقو سمنڊ واري پاسي ته سٺو ڦٽ آهي. هر سال هي علائقو تبديليءَ جي عمل مان گذري ٿو ۽ سنڌو درياءَ جون نيون نيون شاخون ٺهن ٿيون. هن وقت سترهن وڏيون ڪاريون آهن جيڪي سنڌوءَ مان شاخون ٿي نڪرن ٿيون ۽ سمنڊ ۾ چوڙ ڪن ٿيون. هن علائقي ۾ تمرجا وڻ، گانگٽ ۽ مڇيءَ جي وڏي دولت آهي. ان سان گڏ ڏيڍ سئو ٻيٽ آهن جن کي سياحت لاءِ ٺاهي جوڙي سگهجي ٿو. سنڌوءَ جي ڊيلٽائي علائقي ۾ سنڌو تهذيب جا جيڪي آثار آهن تن مان قديم ديبل کي ڳولڻ وارن جاڪوڙي ماهرن لاءِ ڪيترا آثار ڏاڍا اهم آهن. جاکي بندر، رتوڪوٽ، ملاڪي ڪوٽ ۽ ٽنين واري مسجد سان گڏ هن علائقي ۾ ماڻهن جا اهڙا ڏکها هڏاوان پيرا ملن ٿا جن ۾ ڇاڏي جيڏو مٺو ۽ ٿوٽيءَ جيڏي چنگهه ڏسي حيراني ٿئي ٿي. اتر کان ڏکڻ ايندي سنڌوءَ جي ڊيلٽائي علائقي جي اولهائين سرحد تي منهوڙو ڏڀيلو آهي جڏهن ته اوڀارئين درياءَ کي سيرچون ٿا جنهن جو شاهو ڪنارو سنڌ ۽ ڪاڇو هندستان ۾ آهي. هتي شاهبندر واري ٻيٽ تي حاجي ابراهيم واڙيءَ واري جو ميلو لڳي ٿو جنهن ۾ سنڌ ۽ هند جا ماهيگير مذهبي جذبي سان شرڪت ڪن ٿا.

سو سنڌ جي جاگرافيائي تاريخ پنيان ڏکڻ ۽ سکن واري هڪ ڊيومالائي ڪهاڻي آهي جنهن ۾ سک ٿورا ۽ ڏک گهڻا آهن. شايد اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جو تاريخي وجود برقرار آهي نه ته سڄي دنيا جا ڳوڙا ۽ ٻوڪڙو قومون هوند هن خطي کي جيڪر رڙڪي وڃن ها.

سر جيس ته سور، ساماڻي ته سک ويا،
اهي ٻئي پور، وڃي نماڻيءَ نصيب ٿيا. ( ڀٽائي)

(نومبر 12، 1997ع)

# جو هاڻو هُئني مٽ، تہ بہ اُڏکو لاهہ مَ اُن جو

جيڪڏهن خَوني، قَاتل، يا مارينڌڙ ويجها مائٽ بہ هجن تڏهن بہ انهن کي سڃڻ نہ سمجهڻ گهرجي ۽ هميشہ انهن جو اونو يا انديشو دل ۾ رکجي ڇاڪاڻ تہ اهڙا ماڻهو ڪنهن بہ وقت دوست مان ڦري دشمن ٿي سگهن ٿا.

مٿي ڏنل سٽ ۾ اهو پيغام ڀتائيءَ ڏنو آهي جنهن کي سنڌ اندر ڌاڙيلن جي موجوده آزار جي روشنيءَ ۾ سمجهڻ ۽ محسوس ڪرڻ جي ضرورت آهي.

هن وقت خاص ڪري سنڌ جي ٻهراڙين وارن علائقن ۾ سنڌي ڌاڙيل جيڪو ڪجهہ ڪري رهيا آهن اهو ڪنهن معمولي آزار کان وڌيڪ هڪ اذيت ـ ناڪ آفت بڻجي ويو آهي. پاڪستان ۾ هن وقت تائين آيل ٽن مارشلائن سنڌ کي ايترو تباهہ نہ ڪيو آهي جيترو گذريل ڏهن سالن ۾ سنڌي ڌاڙيلن ڪيو آهي. ان حقيقت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ سخت مارشلائن دوران بہ سرڪاري فورس ڪڏهن ماڻهن کي قطار ۾ بيهاري برست هڻي ايئن اڻ ڳڻيا لاش ڪو نہ ڪيرايا آهن، جيئن اڄڪلهہ اسان جا پنهنجا ڌاڙيل ڪري رهيا آهن ۽ ان ئي سلسلي ۾ جيڪڏهن ڳڻپ ڪجي تہ سنڌي عورتن جي ڌاڙيلن هٿان جيڪا لڄ لُٽي آهي يا لُٽجي رهي آهي ۽ اڳتي بہ ان جا طاقتور امڪان اچا جهڪا ٿيندي نظر نہ ٿا اچن تہ پوءِ ايئن بہ چئي سگهجي ٿو تہ ايڏو ظلم گهٽ ۾ گهٽ گذريل هڪ سو سالن ۾ سنڌ اندر شايد ئي ٿيو هجي.

۽ پنهنجي جاءِ تي اها بہ حقيقت آهي تہ وتائي فقير جي چواڻي جيان، ”چريا ڪريا آهيون، پر سمجهون سڀ ڪجهہ ٿا“. سو اسان کي اهو بہ احساس آهي تہ سنڌ کي تباهہ ڪندڙ لڪل هٿن جڏهن اهو سڄو کيل رچايو آهي تڏهن وڌيڪ ڪنهن چوٿين مارشلا جي ضرورت بہ محسوس نہ ٿي ٿئي. لڪل هٿ چاڻن ٿا تہ، ”جيڪا ننهن سان ڇڄي، تنهن تي ڪاتي نہ وهائجي“.

پر ڏک جهڙي ڳالهہ رڳو اها آهي تہ اسان جي ٻهراڙين ۾ رهندڙ عام ماڻهو ۽ ڪي خاص (پڙهيل ڪڙهيل؟) ماڻهو بہ ڌاڙيلن جي تعريف ڪندي نہ ٿا ٿڪجن، پيلي تہ روزانو ڌاڙيل ڪيترن ٻي ڏوهي ۽ معصوم سنڌين جو رت وهائيندا هجن، ڪيترا ماڻهو اغوا ٿيندا هجن ۽ عزتن تي حملا جاري هجن پر اوطاقن ۾ ڪچهريءَ دوران، ڳوٺن ۽ ننڍن شهرن جي هوٽلن تي چانهہ پيئندي، ماڻهو ڌاڙيلن جي تعريف جا ڏِڪ پريندي نظر ايندا. خبر ناهي اهو سڀ ڪجهہ اهي ماڻهو ڌاڙيلن جي خوف وچان ڪن ٿا، يا ايئن ڪرڻ سان هنن کي ڌاڙيلن وٽان مالي يا ڪو ٻيو فائدو ملي ٿو يا وري اهو سڀ ڪجهہ هو اڻ ڄاڻائي وچان ڪري رهيا آهن.

ان جو هڪ ڪارڻ شايد اهو بہ آهي تہ جڏهن ٻهراڙيءَ جو غريب ماڻهو ڏسي

ٿو ته پوليس به ڌاڙيلن سان ڀٽ لڳي پئي آهي وڏيرو به هنن کي لاڳيتو منٿلي پهچائي رهيو آهي ۽ هو جنهن وقت، جتي ۽ جنهن خلاف ڪارروائي ڪرڻ گهرن ٿا ته هنن آڏو ڪا رڪاوٽ ڪانهي، ته پوءِ انهيءَ غريب، ابوجهه ۽ سادي ڳوٺاڻي تي ڪهڙي ميار ڏجي ته هو ايئن ڇو ٿو ڪري.

هونئن سماجي سائنس جي ڏاهن ۽ فليسوفن ان حقيقت کي اٿل ڇاڻايو آهي ته پٺتي پيل سماج ۾ ڳوٺاڻو هاري ڏاڍ مڙسي ڪندڙ ڏوهاري ماڻهن ۽ ڌاڙيلن مان پنهنجي لاءِ مثالي ڪردار (هيرو) چونڊيندو آهي. هو اهڙن ماڻهن جي تعريف ڪندو آهي جيڪي غير معمولي بهادريءَ جو مظاهرو ڪري هٿيارن وارن ماڻهن سان هٿين خالي سرسري حاصل ڪندو آهي. ان رجحان کي اسان جي معاشري ۾ محب شيدي فلم، پروچانڊيو فلم، آمريڪا مان آيل فلم ۽ ڪجهه اخباري داستان پڻ هٿي ڏئي رهيا آهن.

البت سماجي سائنس جي ماهرن جو چوڻ آهي ته ڳوٺاڻن ماڻهن ۽ گهٽ پڙهيل عوام مان اها ذهني بيماري تڏهن ختم ٿي ويندي آهي جڏهن سماج ۾ ترقي ٿيڻ لڳندي آهي. روزگار جا دروازا کلي پوندا آهن، ماڻهو محنت ڪري پئسو ڪمائڻ لڳندا آهن، ڪارخانا لڳندا آهن، واپار عام جام ٿيندو آهي ۽ تعليم جي روشني وڌڻ لڳندي آهي.

سو جيڪڏهن سوچجي ته سماجي سائنس جا ماهر جيڪي چون ٿا سو سچ آهي. تڏهن به سنڌ ۾ نه ڌاڙيلن جو عذاب ختم ٿيندو نظر ٿو اچي ۽ نه عوام جي انهن اڻجاڻائيءَ واري احساس ۾ ڪا ڪترا اچڻ جي اميد ٿي نظر اچي جنهن ڪري هو ڌاڙيلن لاءِ "واهه، سائين واهه". جا لفظ ورجائي رهيو آهي.

اها نا اميديءَ واري صورتحال ان ڪري آهي ڇاڪاڻ ته سنڌ کي ٽوٽا چٻائڻ وارين لڪل ۽ ظاهري اقتداري قوتن سنڌ کي معاشي طور مڪمل طرح پڙيانگ ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. ان جو سبب بلڪل واضح آهي ۽ پڌري پٽ تي پيو آهي. سال 1983ع ۾ ايم آر ڊي واري تحريڪ دوران نيشنل هاءِ وي ۽ انڊس هاءِ وي تي ڪا سرڪاري گاڏي بنا خطري جي لنگهي سگهندي هئي ۽ هاڻي اتان ڪو به آسودو سنڌي پنهنجي خانگي گاڏيءَ ۾ لنگهي نه ٿو سگهي. اڄ ڪان نَوَ سال اڳ سنڌو درياءَ جا ٻئي ڪنارا سنڌ جي انقلابي سياسي فوج جي حوالي هوندا هئا. اڄ اهي علائقا چورن، ڌاڙيلن، خوني، قاتل ۽ سنڌين جون عزتون لٽيندڙ وحشي جانورن جي حوالي آهن. اهڙي طرح سياست جي جاءِ تي ڏُرم ۽ انقلاب جي جاءِ تي ڌاڙو رائج ڪيو ويو آهي. سنڌ جو دشمن راند کٽي ويو آهي ۽ سنڌين جنگ هارائي وڃي آهي. هينئر پلي اسان دل کي آٿت ڏئي چئون ته مايوسي گُناهه آهي، خودڪُشي آهي، اسان جو آئيندو روشن آهي، پر اُها حقيقت آهي ته اسان سنڌين ڌاڙيل پيدا ڪري اجتماعي خودڪشي ڪئي آهي. اسان جي موجوده ذلت لاءِ ذميواري سياسي

مايوسي ناهي سياسي اڻچاڻائي آهي، جنهن ڪري اسان کي اها سياسي راهه ۽ سماجي چوڻڪاري توڙي معاشي ترقيءَ وارو گس، نه ڏيکاريو ويو. ان ڏس ۾ هڪ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته ڪيتريون ڳالهيون اسان جي سياسي رهبرن جي وس ۾ نه هيون ۽ نه عوام جي وس تي پڳو. انهيءَ صورتحال کي متائڻ ۾ جيڪا اسان جي دشمن اسان لاءِ طاقتور ذريعن جي زور تي پيدا ڪئي هئي. ان ڪري گهر ويٺي ڌاڙيلن کي ڀاڙا ۽ پشاور مان هٿيار ملي رهيا آهن. پروري به ڳالهه اتي تي وڃي دنگ ڪري ته ڏاڍين ظالمن ۾ جيئڻ جو ڍنگ سياڻن ماڻهن کي ڏانءَ ايندو آهي ۽ عام رواجي حالتن ۾ ته اهو ڪو جڳي سگهي ٿو.

بهرحال هن وقت سوال اهو آهي ته هاڻي ڇا ڪجي؟ هي سوال ان ڪري اهم آهي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن سنڌ ۾ بدامني ختم ٿي سگهي ته تبديل ٿيل موجوده دنيا ۾ سنڌ بي انت ترقي ڪرڻ وارو خطو ثابت ٿي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن سنڌ جا پاڻي توڙي خشڪي وارا رستا، ريلوايون ۽ انساني آباديون ڌاڙيلن جي جاگير بڻيا رهيا ته پوءِ دنيا ته پنهنجي سماجي ۽ اقتصادي سڌاري، واڌاري ۽ ترقيءَ جو دڳ ڪٿان نه ڪٿا ڳولي وٺندي، البت اسان سنڌي سڀئو سال پوئتي هليا ويندا سون.

هن وقت سنڌي وچولي طبقي جو طاقتور حصو يعني سنڌي هندو لڏ پلاڻ ڪري سنڌ کان ٻاهر وڃي رهيو آهي ۽ اربين روپيا هن سان گڏ سنڌ کان ٻاهر وڃي رهيا آهن. سنڌو درياءَ کي ان ڪري جهاز رانيءَ لاءِ استعمال نه ٿو ڪري سگهجي ڇاڪاڻ ته ان جي ٻنهي ڪنارن تي ڌاڙيلن جي حملن جو خطرو آهي ۽ جيڪو سنڌي هندو واپاري روس جي انقلاب کان اڳ هاڻي خودمختيار ٿيل ايشيا جي وچ وارين رياستن تي معاشي ۽ واپاري حڪمراني ڪندو هو. تنهن کي به اسان جا ڌاڙيل سنڌ مان تڙي رهيا آهن.

اسان لاءِ وڏن شهرن ۾ ايم ڪيو ايم ۽ ٻهراڙين ۾ سنڌي ڌاڙيلن هڪ دفعو ٻيهر پاڪستان ناهيو آهي. ان ٺئين ناهيل پاڪستان ۾ ايندڙ 45 سالن کانپوءِ سنڌ جي حالت ڪهڙي هوندي ان جو اندازو 1947ع ۾ ٺهيل پاڪستان جي 45– سالن دوران سنڌ جي ڇور ٿيل سنڌ سنڌ کي ڏسي لڳائي سگهجي ٿو.

ان جي باوجود اڃو ته ڪجهه (پڙهيل ڪڙهيل؟) سنڌين جي ان سوچ تي ماتم ڪريون ته، "ڌاڙيل سنڌ جي آزاديءَ جا سپاهي آهن." ۽ ترقياتي ڪم ٿيندا ته سنڌ تي ڌارين جو قبضو ٿي ويندو."!

(ڪالم: "سنڌ ڪيس" تان ورتل)
(28_04_1992)

# سنڌ ۾ ايم آر ڊي تحريڪ
# ڀُٽي جي خُونَ جو پلاٽ

1983ع ۾ ايم آر ڊي واري تحريڪ جي اڳواڻي پ پ ڪئي هئي جنهن جو اثر پاڪستان جي چئني صوبن ۾ هو پر تحريڪ پوري زور سان صرف سنڌ ۾ هلي هئي.

ان جو ڪارڻ اهو هو ته انهيءَ تحريڪ جي اوٽ ۾ سنڌين ڀٽي (ذوالفقار علي) جي خون جو بدلو ورتو هو. اهو خون 4 اپريل 1979ع تي جنرل ضياءُ الحق هٿان ٿيو هو.

ان واقعي کانپوءِ ڳڙهي خدا بخش کي ڇهن مهينن تائين فوج گهيري ۾ رکيو هو. 1980ع ۽ 1981ع دوران سنڌ ۾ ڌاڙيلن وارو ڊرامو رچايو ويو جنهن ڪري سڄي سنڌ فوج جي گهيري ۾ اچي وئي.

پرُوچانڊيو 1981ع ۾ سکر جيل ٽوڙي نڪتو هو. ٻه سال پوءِ 1983ع ۾ 14 آگسٽ کان جيئن ئي تحريڪ شروع ٿي ته حڪومتي ميڊيا چوڻ شروع ڪيو ته مختلف جاين تان سنڌي ڌاڙيل قانون نافذ ڪندڙ ايجنسين تي حملا ڪري رهيا آهن. اهڙو الزام خاص ڪري انهن ڏينهن دوران هنيو ويو جڏهن ٺڏهوڪي نواب شاهه ضلعي جي موري واري علائقي ۾ پ پ ليڊر غلام مصطفيٰ جتوئي جي گهر وارين عورتن سميت پ پ جي عورتن جو جُلوس نڪتو هو ــ ۽ چيو ويو هو ته اڇن برقن اندران آٽوميٽڪ هٿيارن سان فوج ۽ پوليس تي فائرنگ ڪئي وئي آهي.

ڀٽي جي قتل کانپوءِ لاڳيتو سنڌ ۽ سنڌين تي آپريشن ٿيندو رهيو — نيٺ چئن سالن اندر ايم آر ڊي واري تحريڪ شروع ٿي وئي جنهن ۾ سنڌي عوام "ڪلمه ڪُلا" يا وڏي ۽ ڪي ٻاهر نڪري آيو ۽ وٽس جيڪا به طاقت هئي، جيڪي به هٿيار هئا ۽ جيتري به سگهه هئي ان سان مقابلو ڪيو ۽ سنڌ جي نئين سياسي تاريخ لکي.

سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ برابر وڏي ۾ وڏيون ٿي تحريڪون هليون آهن ـ هڪ ون يونٽ خلاف، ٻي ايم آر ڊي ۽ ٽين موجوده دور ۾ پاڻي واري تحريڪ — جيڪا جاري آهي، انهن ٽنهي تحريڪن کان علاوه الائي تحريڪ پڻ هلي هئي جنهن جو مقصد اهو هو ته 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ جڏهن سنڌ مان هندو لڏ پلاڻ ڪري هندستان هليا ويا هئا ۽ سنڌ جون 60 سيڪڙو (سٺ سيڪڙو) خالي ٿيل زرعي زمينون رياستي اختياريون هندستان مان آيل مهاجرن کي ڏئي رهيون هيون تڏهن هاري ڪميٽي ۽ ڪاهي ڌرجي ڪجهه ٻين پارٽين اهڙي تحريڪ هلائي هئي ته اهي زمينون انهن سنڌي هارين جي حوالي ڪيون وڃن جيڪي ورهاڱي کان

اڳ ۾ انهن زمينن کي آباد ڪندا هئا— پر اهو مطالبو پورو ٿي نہ سگهيو— اهي زمينون مهاجرن کي ڏنيون ويون جن ڪان سنڌي مسلمان، زميندارن ڏوڪڙن تي وٺي آباد ڪرڻ شروع ڪيون.

الاتي تحريڪ کان اڳ خلافت تحريڪ جو حوالو ملي ٿو جنهن جو مرڪز ترڪي ۾ هو ۽ جنهن ۾ سنڌ جي مذهبي حلقن جو عمل دخل ڪافي جهجهو هو.

اهڙي طرح مسلم ليگ سنڌ طرفان پاڪستان ٺاهڻ لاءِ پڻ تحريڪ هلائي وئي هئي جنهن ۾ هندو_مسلم اختلاف کي بنياد بڻائي ڏکڻ ايشيا جي هن نندي کند ۾ مسلمانن لاءِ الڳ ملڪ حاصل ڪرڻ جي جاکوڙ ڪئي وئي.

پر ڏٺو وڃي تہ اينٽي ون يونٽ ۽ ايم آر ڊي تحريڪ کان علاوه ہي ڪا بہ تحريڪ عوامي نوعيت جي نہ هئي_ ٻيون تحريڪون "خواصن" يا خاص ماڻهن جون تحريڪون هيون_ پر ون يونٽ مخالف تحريڪ ۽ ايم آر ڊي حقيقي عوامي تحريڪون هيون. ون يونٽ مخالف تحريڪ جي چٽنگ بنگالين ڏکائي هئي ۽ سنڌ ۾ ان جو مرڪزي ڪردار ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي هو جيڪو ڪل_وقتي ڪارڪن ۽ ليڊر بڻجي، سمهندو بہ پريس ۾ هو جتي ايوبي آمريت خلاف پمفليٽ بہ لکندو هو ۽ اهي ڇپيندو بہ پاڻ هو ۽ صبح جو ريلوي اسٽيشنن تي ورهائيندو بہ پاڻ هو_ سنڌي ادبي سنگت بہ ان تحريڪ ۾ شامل هئي ۽ نيپ سميت ڪاہي ڏر جون ڪجهہ پارٽيون پڻ سرگرم هيون جڏهن تہ ان تحريڪ جو نظرياتي ۽ سياسي اڳواڻ سائين جي ايم سيد هو ۽ قاضي فيض محمد سنڌ ۾ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ جي نائب صدر طور پڻ سرگرم هو— قومپرست شاگرد تنظيمن جو ڪردار پڻ اهم هو. پر جيڪو جوش، جذبو ۽ جولان ايم آر ڊي تحريڪ ۾ نظر آيو سو ون يونٽ مخالف تحريڪ ۾ بہ ڪو نہ هو_ايم آر ڊي تحريڪ سنڌي عوام جي سياسي سونامي ٻوڏ هئي جنهن اقتدار جي ايوانن کي مڪمل طور ٻوڙي ڇڏيو ۽ جنرل ضياءُ جهڙي ڊڪٽيٽر کي مجبور ڪيو ويو تہ 1985ع ۾ غير پارٽي چونڊون ڪرائي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي کي اقتدار حوالي ڪري پاڻ ڪجهہ وقت پسمنظر ۾ هليو وڃي_

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ پنهنجن بيروني آقائن جي سياسي حڪمت عملي خلاف ڪم ڪندي هن جوڻيجو حڪومت ڊاهي تہ ڪيس 17 آگسٽ 1988ع تي فوجي جهاز جي حادثي ۾ قتلٰ ڪيو ويو.

1983ع ۾ ايم آر ڊي تحريڪ ڪانپوءِ 1984ع ۾ ايم ڪيو ايم جو بنياد وڌو ويو— 1985ع ۾ غير پارٽي بنيادن تي چونڊون ڪرايون ويون ۽ 1986ع ۾ ڏاڙيلن خلاف وڏو آپريشن ڪيو ويو_ 1987ع وارو سال بہ انهيءَ بحران ۾ گذريو تہ مٿان 1988ع آيو جنهن ۾ 30 سيپٽمبر ۽ پهرين آڪٽوبر تي مرحليوار مهاجرن ۽ سنڌين جو قتلام اڳ ۾ حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچي ۾ برپا ڪيو

ويو۔ 1988 ع واري سياسي بحران جي نتيجي ۾ نيون چونڊون ٿيون ۽ پ پ جي بينظير حڪومت ٺهي جنهن کي ڏاهيو ويو. وري پنجابي وزيراعظم آندو ويو پر وري ڦري گري اهو ٿي ضيائي دور اچي ويو۔

سو ايم آر ڊي تحريڪ هڪ ته ان قسم جي سياسي ڏاڍائيءَ جي خلاف هڪ مزاحمتي عوامي اڀار هو ۽ ان عوامي اڀار جي شدت پنيان ڀُٽي جي شهادت، هن جو خون ۽ ان خون جو بدلو هو. اهو ئي سبب هو جو اها تحريڪ "خودرُو" ٿي وئي — پ پ جي مرڪزي اڳواڻ محترمه بينظير ڀٽي جي غير حاضري ۾ اها تحريڪ هلي جنهن کري ان جي قيادت غلام مصطفيٰ جتوئي ڪئي جنهن تي لاڪاڻ واري جنگ ۾ سنڌس فرزند غلام مرتضيٰ جتوئي جي ملوث هجڻ سبب سياسي دباءَ وڌي ويو ۽ عملي طور 1983 ع جي نومبر مهيني ڌاري تحريڪ کي هٿ وٺي ختم ڪيو ويو— 1983 ع واري ايم آر ڊي تحريڪ جمهوريت جي بحاليءَ ۽ 1973 ع واري آئين جي بحاليءَ واري تحريڪ هئي — سنڌي ڳوٺاڻو ماڻهو ۽ سنڌ جو عام شهري آئيني فقرن ۽ جمهوريت جي فائدن کان گهڻو واقف ڪو نه هو۔ هو سِرَ سان ڪفن ٻڌي بندوق ڪلهي ۾ وجهي گهر کان ٻاهر روڊن تي ان ڪري نڪري آيو ڇاڪاڻ ته هو ڀُٽي جي خون جو پلاند پيو ڪري ۽ جهڙو هن جو حال هو اهڙي هن مزاحمت ڪئي.

سنڌ جي رستن جي ٻنهي پاسن تي بيٺل وڻن کي برسٽ هڻي، ڪيرائي، روڊ بلاڪ ڪيا ويا، سکر ۾ ويٺل ڊي ايم ايل اي گمبٽ تائين هيليڪاپٽر ذريعي سفر ڪري رهيو هو، **لاڪاڻ** جي جنگ ڪانپوءِ قومي شاهراهه تان فوجي ٽرڪون جيڪي ڏکڻ کان اتر ڏانهن سفر ڪري رهيون هيون تنجي پوئين پاسي کان رت جا ڦڙا روڊ تي ڪري رهيا هئا۔ **خيرپورناٿن شاهه** واري قتلام ڪانپوءِ ڪافي ڏينهن تائين عام ماڻهن جا لاش مختلف جاين تان ملي رهيا هئا — **ڳوٺ پنهل چانڊيو** وارو قتل عام، ريتي ريلوي اسٽيشن جون پٽڙيون اکيڙڻ، فوجي قافلن تي حملا، لاڙڪاڻي ضلعي ۾ مهين جي دڙي لڳ مهراڻوي شاخ وٽ ست اعليٰ فوجي آفيسرن کي بيهاري گوليون هڻي مارڻ، وغيره وغيره جهڙا بيشمار اهڙا واقعا ٿيا جن جون خبرون لنڊن، واشنگٽن، پئرس ۽ دنيا جي ٻين مغربي ملڪن جي گادي وارن هنڌن جون اخبارون، "مورو"، "خيرپورناٿن شاهه" ۽ "لاڙڪاڻي" وغيره جي ڊيٽ لائن سان ڇاپي رهيون هيون.

**(PS۔ پوسٽ اسڪرپٽ: سنڌ جي هڪ ڏاهي جو چوڻ آهي ته سنڌي ماڻهو ورلي اتحاد جو مظاهرو ڪندا آهن. ان جا ڪيترائي سبب آهن۔ هنن جي گوشت۔ خوري، گهڻ طرفي نسلي ساخت ۽ هڪ انوکو پهلو ته سنڌي ماڻهو ڪارڪن گهٽ ۽ ليڊر وڌيڪ آهي۔ اهو ئي سبب آهي جو هن يا ته ون يونٽ مخالف اتحاد ڪيو يا وري ايم آر ڊي وقت يا هاڻي ڪالا باغ ڊيم جي مامري مٿان متحد ٿيو آهي.)**

# ايم آر ڊي تحريڪ دوران سکر جيل ڪيئن ٽٽو؟

سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ وڏي ۾ وڏي عوامي جدوجهد ايم آر ڊي جي 1983ع واري تحريڪ آهي جنهن دوران اهڙا سوين ۽ هزارين واقعا ٿيا جن جو مثال نه ٿو ملي. اُن سال 14 آگسٽ کان ويندي نومبر جي آخر تائين اها تحريڪ هلي پوري ٿي جنهن دوران سکر جيل ٽٽڻ جو هڪ اهڙو انوکو واقعو ٿيو جنهن جو پڻ مثال نه ٿو ملي.

ٿيو ايئن جو جيئن ته انهن ڏينهن ۾ سکر جيل اندر جام ساقي ۽ رفيق صفي بند وارڊ ۾ هئا. سو هڪ ڏينهن شايد ڪورٽ جي مداخلت سبب جام ساقي کي جيل انتظاميا بند وارڊ مان ٻاهر ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو. ان تي سپاف جي شاگردن به مطالبو ڪيو ته رفيق صفيءَ کي پڻ بند وارڊ مان ٻاهر آندو وڃي. جيل اندر ٿوري ڳالهه به وڏي هوندي آهي ۽ وري ان وقت جڏهن سڄي سنڌ ٻري رهي هئي ۽ جيل ۾ جيترن قيدين جي جاءِ هئي ان کان ڏهوڻا قيدي اندر واڙيل هئا ان ڪري سپاف جي نوجوانن جي اهڙي مطالبي تي جيل انتظاميا ششدر ٿي وئي ۽ اٽڪل سٽڪل ڪري شاگردن سان ڪوڙو واعدو ڪيو ته رفيق صفيءَ کي صبح ٿيندي ئي بند وارڊ مان ٻاهر آڻيندا سين. توهان في الحال جيل جي ڪولين ۾ بند ٿيڻ لاءِ راضي ٿيو.

اهو سڄ لٿي جو وقت هو. جيل انتظاميا کي خوف هو ته جيڪڏهن قيدي گوڙ ڪندا ۽ ڪولين ۾ اندر نه ويندا ته مسئلو ٿي پوندو. بهرحال سيني قيدين (جن ۾ پ پ جا گهڻي کان گهڻا قيدي هئا) ان کانپوءِ جميعت العلماءِ اسلام ۽ ٽئين نمبر تي عوامي تحريڪ جا قيدي هئا) بند ٿيڻ لاءِ راضپو ڏيکاريو ان اميد سان ته سڀاڻي صبح جيل کلندو ۽ رفيق صفي بند وارڊ مان ٻاهر ايندو. صبح ٿيو ته جيل نه کليو ـ ۽ خبر پئي ته راتو رات جيل انتظاميا رفيق صفي کي ڪراچي جيل ڏانهن شفٽ ڪري ڇڏيو آهي.

هاڻي جيڪو قيدي جتي هو اتي بند ٿي ويو. قيدين ۾ تيش پئدا ٿي ويو. جيل گارڊن جو پهرو سخت ڪيو ويو. جيل جي ٻوليءَ ۾ "جيل گرم ٿي ويو."

جيل ڪڏهن نرم ۽ ڪڏهن گرم ٿي ويندو آهي. بي وس قيدين تي ان وقت قيامت ٽٽي پوندي آهي جڏهن جيل گرم ٿي ويندو آهي. جيل مئنوئل تحت جيل سپرنٽينڊنٽ ۽ جيل جي ڊاڪٽر کي اڻ کٽ اختيار هوندا آهن. اهي قيدي کي ڏنڊا ٻيڙي هڻي بند وارڊ به ڪري سگهندا آهن ۽ ان دوران هن کي 24 ڪلاڪن ۾ به

دفعا جسماني سزا (مار) بہ ڏئي سگهندا آهن. قيدي جي چيلهہ ۾ زنسو ٻڌي ان سان پوچو جوڙي گٽر جي بدبودار پاڻي سان ڀِيل ڪچي جي ميدان ۾ پوچو ٻهاري ڏيارڻ ۽ ٻيا سخت پورهئي وارا ڪم پڻ قيدين کان وٺي سگهندا آهن. جيل جي دنيا واقعي هڪ الڳ ڪائنات آهي- ايم آر ڊي جي تحريڪ دوران اسان بئريسٽر صديق ڪرل کي جيل جي اندرين متي واري ڪچي ميدان کي گٽر جي پاڻي مان پوچو ڏيندي برابر ڏٺو- سو هاڻي ڪولين ۾ بند قيدي جيل انتظاميا خلاف نعرا هڻڻ لڳا- قيدين ويچارن جي حالت اها هئي تہ بيشمار قيدي سي جيل ڪلاس جي 6x6 ڪوليءَ ۾ چار چار چڙا هئا، جتي هو ڪائيندا بہ هئا تہ حاجت بہ ڪندا هئا. وچ ۾ ڪپڙي جو هڪ پردو هوندو هو ۽ بس. ڪولي ۾ بدبوءِ ٿيڻ ڪري ڪيترن سياسي قيدين ڪائڻ ڇڏي ڏنو هو. البت پاڻي پيئندا هئا، سو بہ جڏهن جيل جا ڪارندا ٻاهر کان کين آڻي ڏيندا هئا. سو جڏهن جيل اندر بغاوت جو عالم هجي، قيدي انتظاميا خلاف نعري بازي ڪندا هجن، ٻاهران مضبوط لوهي دروازا ڪلف لڳل هجن، تڏهن ڪنهن کان پاڻي جي گهرڪبي. اها صورتحال ايئن هئي جيئن چوندا آهن تہ "ناني ڪاڻي، پاڻي تہ ڏي!! "۽ هوڏانهن ملاقات بند- گهر سان، مالڪن سان رابطو منقطع، مارئي چواڻي "نہ خبر نہ خواب، نہ ڪو اوٺي آئيو-هتان جو هن وجي، ڏنو ڪنهن نہ. جواب-هميرن حساب، ڪهہ چاڻان ڪيئن ٿيو؟

جيل معنيٰ وڇوڙو اداسائي، سڪ، پيارن جي، گهر وارن جي اهڙي ڪيفيت جو مقابلو اتي سياسي جذبو ڪندو آهي. انقلابي اتساهہ سات ڏيندو آهي، "بندي ٻيا قرار، اسين لوچون لوهہ ۾، متان تنَ ترار سدا سانپيئڙن جي."

پر سيئي قيدي انقلابي بہ تہ نہ ٿيندا آهن. خاص ڪري "ڪرمنل" قيدي جيڪي خون ڪري عمر قيد جي سزا وٺي جيل اندر ڇماڙون گذاريندا آهن انهن جي حالت ڏسڻ سان تعلق رکي ٿي. اهڙا ڪيترائي قيدي جيل اندر گهر ناهي ويهي رهندا آهن. اهڙي زندگي کي پنهنجو مقدر مڃي ويٺا هوندا آهن. ڪي سڳيون ويهي ناهيندا آهن، ڪي اڳٽ اُٽندا آهن، ڪي جيل فئڪٽري ۾ قالين ۽ ٻيو قيمتي سامان تيار ڪندا آهن. اڳي 25 سالن جو عمر قيد 19 سالن ۾ پورو ٿيندو هو هاڻي 14 سالن جو عمر قيد بہ 9 سال جيل ۾ لوڙائيندو آهي. پر سياسي قيدين جي صورتحال مختلف ٿيندي آهي. هلڪي پورهئي کان وٺي شهادت تائين جيل جا دروازا ڪليل هوندا آهن. ڦاسي گهاٽ جيل اندر موجود هوندو آهي. جيڪو ڪيترا قيدي گهمڻ ويندا آهن ۽ عبرت حاصل ڪندا آهن. بهادري جا قصا، دل هاري ويهڻ جا قصا، مُٺ پڪوڙي نعرن هڻڻ کان وٺي اوچنگارون ڏئي روئڻ تائين

چون ٿا تہ پير صاحب پاڳاري (پير صبغت الله سورهيہ بادشاهہ) کي 1942ع ۾ جنهن رات انگريز ڦاسي ڏئي شهيد ڪيو هو ان رات 4 وڳي صبح جو ڦاسي جو وقت رکيل هو. هڪ وڳي ڌاري پير صاحب جيل جي انگريز سپرنٽينڊنٽ

کي پنهنجي ڪولي ۾ سڏائي هن سان شطرنج راند Chess کيڏڻ لڳو ۽ 4 وڳي پرهه ڦٽي مهل انگريز آفيسر جون ڳوٺون اچلائي، هن کي راند ۾ شڪست ڏئي ڦاسي گهاٽ ڏانهن روانو ٿي ويو هو. واقعي انسان جڏهن پنهنجي ٿي اچي ٿو ته ڪائنات کي ٽرٽلي ۾ وجهي ڇڏي ٿو ۽ ديوتائن کي به وات ۾ آڱريون اچيو وڃن. (ڏسو هندو ڌرم جي فلم "وشوامِتر")

سو سکر جيل جو بند ٿيو ته چار ڏينهن، چار راتيون نه ڪلي نه ڪليو. بحران وڌندو ويو. جذبا گهرا ٿيندا ويا ـ ڪو حل نه نڪتو. جيل انتظاميا ۽ قيدين وچ ۾ نه ڳالهيون ٿيون ۽ نه ڪا ڌرضد تان لهڻ لاءِ تيار هئي.

ان وچ ۾ ٻڌو سون ته جيل جي "ڪاري چڪر" ۾ دادو ضلعي جي ڪڪڙ شهر جو هڪڙو قيدي هو جيڪو پ پ جي ڪارڪن طور ايم آر ڊي تحريڪ ۾ گرفتاري ڏيڻ کان اڳ ۾ ڪاٺ هٽڻ جو فن ڄاڻندو هو ۽ ماهر چور هو. سو ان ماڻهو جيل جي بئريڪ ۾ بند 65 ڄڻن کي چيو ته جيڪڏهن اوهان جيل جي دروازي وارين شيخن مان ڪنهن هڪ شيخ کي پيچي سگهو ۽ باقي ٻن شيخن کي زور سان ويڪرو ڪري وجهو ته مان سنهڙو ماڻهو آهيان سو اهڙي وٿي مان ٻاهر نڪري ويندس ۽ جيڪڏهن مان ٻاهر نڪري آيس ته مون کي آڳرجي ننهن مان پڪي ديوار مان سر ڪيڻ جو تجربو آهي. اهڙي طرح هڪ سَرَ هٽ اچي وئي ته ان سان بئريڪ جو ڪلف پيچي سگهجي ٿو. جنهن ڪانپوءِ 65 ماڻهو ٻاهر نڪري ايندا، ۽ اهي جيل جا سمورا دروازا پيچي ڪولي سگهن ٿا.

چيو وڃي ٿو ته ان رٿا تي عمل ڪرڻ لاءِ قيدين سگري ۾ ڪوئلا ٻاري جيل جي دروازي جي هڪڙي ويلڊنگ ٿيل شيخ واري جاءِ تي رکي ڇڏي ۽ پوئين رات زور ڏيڻ سان اها شيخ ٽٽي پئي، باقي ٻن شيخن کي ويڪرو ڪري همراهه کي ٻاهر ڪڍيائون جنهن پڪي ديوار مان ننهن سان کوٽي هڪ سَرَ ڪڍي تالو پڳو جنهن جي نتيجي ۾ 65 ڄڻا ٻاهر نڪتا ۽ پوءِ ٽولا ڪري جيل جي هڪ هڪ ڪولي جا تالا پيچي سوين قيدي آزاد ڪري ٻاهر ڪڍيائون ان وچ ۾ جيل جي گارڊ عملي ۽ قيدين وچ ۾ جهڙپون ٿيون جن دوران ڪجهه جيل گارڊ ۽ ڪجهه قيدين پنهنجا مٿان ڦاڙايا ـ پر جيل ٽٽي ويو.

مان ۽ امان الله شيخ جنهن ڪولي ۾ بند هئاسون ان جو تالو پڻ آزاد ٿيل قيدين اچي پڳو ۽ اسان به ڇئن ڏينهن ۽ ڇئن راتين جي نندي بند جيل مان نڪري سکر جي وڏي ۽ ڪشادي جيل ۾ ڇهل قدمي ڪرڻ لڳاسين.

جيل جو پڳو ته پوءِ ته سکر جيل انٽرنيشنل هاسٽل ٿي ويو ـ اندر هر ڪا شي اچڻ لڳي ـ ريڊيا، وسڪي، ڪائڻ پيئڻ جون شيون، نشا پتا، هر شيءِ (مون زندگي ۾ هرڻ جي سَجي پهريون دفعو سکر جيل ۾ ڪاڌي جيڪا مانڊل شر جا ماڻهو ڪٽي آيا هئا.) پوءِ وري جيل گرم نه ٿيو ايستائين جيستائين ايم آر ڊي جا سياسي

قيدي اندر هئا. مون کي 14 اپريل 1984ع وارو ڏهاڙو جيل ۾ رکي 15 اپريل تي ٻاهر ڪڍيائون۔ منهنجي گرفتاري آڪٽوبر 1983ع تي ٿي هئي، ان وقت مان سکر ۾ ڊان گروپ پاران اسٽار اخبار جو بيورو چيف هوس ۽ جنرل ضياءَ جي مارشلائي حڪومت خلاف ۽ ايم آر ڊي دوران گرفتارين جي تفصيلي رپورٽنگ ڪندو هوس. جنرل ضياءَ جو سکر ۾ جلسو جنهن طرح ٺٺي ويو هو. هنگامي جو شڪار ٿي ويو هو ان جي پڻ رننگ ڪامينٽري لکي موڪلي هئم.

بهرحال سکر جيل ٺٺڙ وارو ڏينهن ايم آر ڊي جي قيدين لاءِ هڪ سنگين تجربو هو. جيل جي چوڌاري اوچي ديوار تان فوجين جون رائيفلون سڌيون ٿيل هيون. لڳاتار هوائي فائرنگ هلي رهي هئي، اسان کي جيل جي ٻاهرواري ماحول جو اندازو نه هو۔ بعد ۾ خبر پئي ته نيشنل هاءِ وي تان خيرپور واري پاسي کان جيڪي ماڻهو سکر وڃي رهيا هئا تن جيل اندر ٿيندڙ فائرنگ جون خبرون سکر واسين کي جو اچي ٻڌايون ته سکر شهر مان سوين ماڻهو پنڌ، سائيڪلن ۽ ٻين سوارين ۾ چڙهي جيل ٻاهران جمع ٿي ويا جتي جيل جي آءِ جي کي مٿي تي قرآن هو ۽ ماڻهن کي سمجهائي رهيو هو ته اندر ڪنهن ايم آر ڊي جي قيدي کي ڪو به نقصان نه رسيو آهي، ماڻهن جو انبوهه ڪانئس تقاضا ڪري رهيو هو ته ايم آر ڊي جي قيدين جا لاش اسان جي حوالي ڪيا وڃن يا قيدين سان ملاقات ڪرائي وڃي.

جيل اندر مير هزار خان بجاراڻي، يوسف جکراڻي، ڊاڪٽر اسماعيل اوڍيجو ۽ ٻين دوستن سان انهيءَ بحران بابت ميٽنگ ٿي، ايم آر ڊي جا سياسي قيدي ڏاڍا جذباتي هئا، هنن جو خيال هو ته اسان کي اجازت ڏيو ته جهيڙو ڪريون، اسان ٽيئر گئس شيل جهٽي هٽندڙن کي هٽڻ چاهيون ٿا. پر اسان کين جهيڙي ڪرڻ کان روڪيو ۽ پوءِ جيل انتظاميا سان قرآن تي ناهه ٿيو. منظور مارفاڻي (وارهه جو ميئر) اجا تائين چوندو آهي ته ان ڏينهن اوهان نه جهليو ها ته اسان اوهان کي جهيڙو ڪري ڏيکاريون ها ۽ واقعي جيڪڏهن اسان کي جيل کان ٻاهر جي صورتحال جي خبر هجي ها ته پوءِ اسان به هنن کي نه روڪيون ها ۽ پوءِ ..... جيل جي ان وقت صورتحال اها هئي جو ٻانهن جهڙيون ٿلهيون لوهه جون راڊون جيڪي جيل جي دروازن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ پاسي وارين ديوارن ۾ ڪتل هيون سي واڻ جيان وٽجي ويل هيون ۽ وڏا وڏا لوهي گيٽ هيٺ زمين تي ڪري سمهيا پيا هئا ۽ جام ساقي ۽ ٻيا ليڊر جيل جي ڪريل ۽ جهريل دروازن کي سلوٽ ڪري رهيا هئا.

# تبديليءَ لاءِ ڪَرَ موڙيندڙ سنڌ

سنڌ ۾ اهڙي ڪا به تبديلي نه پئي اچي جنهن کي انقلاب چئجي. پر اڄ جي حالتن ۾ جڏهن روزانو ڪراچيءَ ۾ سراسري طور نَوَ يا ڏهه لاش دهشتگرديءَ سبب دفن ٿيندا هجن ۽ انارڪيءَ ان حد تائين وڌيل هجي جو هر ماڻهو سَرُ سهائي گهر مان نڪري ۽ حالَ حيَات گهر پهچي شڪر ڪري، اهڙي عذاب مان نڪرڻ جو جيڪو به رستو نڪري ٿو سو ڪنهن انقلاب کان گهٽ ناهي.

چنچر واري ڏينهن دهشتگردي سبب ڪراچيءَ ۾ رڳو ٽي قتل ٿيا آهن. بي بي سي جهڙي خبرن ڏيندڙ پرڏيهي اداري ان ڏينهن کي ڪراچيءَ جو هڪ سٺو يا گهٽ خراب ڏينهن ڪوٺيو آهي، چنچر واري ڏينهن اخبارون بند هيون. ڇا ايئن ته نه آهي ته سٺو يا گهٽ خراب ڏينهن اهو ٿي سگهي ٿو جنهن ڏينهن اخبارون نه نڪرن- نه، ايئن نه آهي، سنجيدگيءَ سان ڏٺو وڃي ته احتجاج طور اخبارن جو چنچر ڏينهن بند رهڻ ۽ صحافين پاران ڪيل هڙتال خود انهن خوني آدم خورن تي هڪ قسم جو دٻاءُ هو ته اهي ڪراچيءَ ۾ اهڙو خوني کيل بند ڪن.

هوڏانهن مولانا عبدالستار ايڌيءَ جو ڪاوڙجي ڪراچي مان خاموشيءَ سان روانو ٿي وڃڻ خود هڪ وڏو احتجاج آهي، جنهن جو پڻ انهن خوني درندن تي اثر پيو هجي. ايئن به ٿي سگهي ٿو ۽ ايئن نه به ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته جيڪي ماڻهو لاشن جي سياست ڪندا آهن سي ايترا مهذب ٿي نه ٿا سگهن جو ويهي سماجي يا سياسي دٻاءَ کي قبول ڪن.

ڪراچي جي صورتحال جيڪڏهن واقعي معمول تي اچي رهي آهي ته ان ۾ هين به ڪيترين ننڍين وڏين تبديلين جو عمل دخل پڻ آهي. مثال حڪومت پڻ ضد ڇڏي ڪراچيءَ واريءَ مخالف ڌر يعني ايم ڪيو ايم سان سنجيدگيءَ وچان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ تيار ٿي آهي، ايسٽائين جو اهو ڪم رياست جي وڏي ۾ وڏي حاڪم يعني صدر پاڪستان هٿ ۾ ڪنيو آهي. ان سان اميد پيدا ٿي آهي ته ايم ڪيو ايم جيڪا ٻ پ سان هڪ ڊگهي عرصي کان چڙيل آهي، سا صدر صاحب جي نمائندن سان سُرڏئي ڳالهيون ڪري ۽ هن بدبخت شهر کي ڪو سڪون ملي پئي.

ان سان گڏ اهو پڻ ڏٺو ويو آهي ته پاڪستان پيپلز پارٽي کي پڻ اهڙو احساس ٿيو آهي ته سندس حڪومت ڪراچي جي صورتحال تي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ ناڪام وئي آهي، ان ڪري سيد قائم علي شاهه جي صدارت ۾ ٿيل پ پ واري گڏجاڻي ۾ سنڌ جي وڏي وزير واري تبديليءَ جو پڻ اشارو ڏنو ويو آهي.

ڪراچي جي خاڪي جسم تي لڳل دهشتگردي وارن گهائن مٿان ملم پٽي رکڻ وارو ڪو به ناهي ڇاڪاڻ ته هن شهر جا ماڻهو پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن. سنڌ

جي رهواسين کي ويڙهائي متائڻ حڪومت ڪرڻ واري روش به پراڻي آهي، پر غالب قوتن کي سمجهڻ گهرجي ته سنڌ کي باهه ڏيڻ سان باهه جا اُلا اوهان تائين به پهچي سگهن ٿا.

ان حقيقت کي اهي هٿ ڪيترو پروڙي سگهيا آهن جيڪي چوڇڙيون سوري سنڌ ۾ دڪندڙ دونهين ۾ مان پنيت ٻاري رهيا آهن، سو اڳتي ڏٺو ويندو. بهرحال، هن وقت خود ڪراچيءَ جو عوام بيزار ٿي چڪو آهي ۽ ان بيزاريءَ جو اظهار جيڪو جنگ پاران امن ريلي جي صورت ۾ ٿيو آهي يا وري اردو، انگريزي ۽ سنڌي پريس جيڪو دٻاءُ وڌايو آهي، ٿي سگهي ٿو ته ان جو به ڪو اثر ٿيو هجي.

پر سڀ کان اهم ڳالهه اها آهي ته ملڪ جي حاڪمن جي ڪن ٿي جونءِ چُرڻ شروع ٿي آهي جنهن ڪري صدر، وزيراعظم ۽ فوج جي سربراهه سڌو سنئون ڪراچي جي مسئلي کي هٿ ۾ ڪنيو آهي. ان کان پوءِ اهو ٿي سگهي ٿو ته يا ته ڪراچي کي وفاق جي حوالي ڪيو وڃي جنهن جون به صورتون ٿي سگهن ٿيون. هڪ سنڌ ۾ گورنر راڄ قائم ڪيو وڃي ۽ سنڌ اسيمبلي ٽوڙي وڃي يا سنڌ ۾ هنگامي حالتن جو علان ڪيو وڃي، يا فوج کي 245 آئيني فقري وارا اختيار ڏئي ٻيهر آپريشن ڪرايو وڃي يا ايم ڪيو ايم سان ٿيندڙ ڳالهين جي نتيجي ۾ ڪنهن فارمولي تي عمل ڪيو وڃي.

ان ۾ ڪو به شڪ ناهي ته ڪراچي جي مسئلي جو هن وقت جيڪو به حل ڪڍيو ويندو سو سنڌي ماڻهن کي ان ڪري به پسند نه ايندو ڇاڪاڻ ته سنڌي ماڻهن وٽ ڪراچي جو اهو حل هو جو هنن پ پ کي چونڊي ان کي اهل بڻايو ته وڃي سنڌ ۾ حڪومت ٺاهي. پر جيئن ته اهو حل ناڪام ٿي ويو يا ناڪام بڻايو ويو، ان ڪري هاڻي سنڌي ماڻهن لاءِ سواءِ ان جي ڪا واهه ناهي بچي ته اهي ڪنهن به اهڙي حل جي حمايت ڪن جنهن سان ڪراچيءَ ۾ دهشتگرديءَ کي ٻنجو اچي.

برابر، سنڌي ماڻهو اهو ڪڏهن به نه چاهيندا ته ڪراچيءَ کي وفاق جي حوالي ڪيو وڃي يا هتي ڪا نيم مارشلائي شڪل ظاهر ڪئي وڃي. هتي جيڪڏهن هنگامي حالتن جو اعلان ڪري اهڙا ڪي قدم کنيا ٿا وڃن جن سان ڪراچي ۾ ڏوهه گهٽجن ٿا ته ان کي قبول ڪري سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته ڏوهارين کي جيڪڏهن ڪنهن به ريت بخشيو ويو يا ڪين ڪي رعايتون ڏنيون ويون ته پوءِ ڪراچي ۾ اصل طاقت ڏوهاري هوندا ۽ هو جنهن وقت به چاهيندا ته ڏوهن ۾ واڌارو آڻي حڪومت کي پنڌ پاڻ ڪري ڇڏيندا. ان ڪري ضروري آهي ته ڪراچي جي مسئلي جو اهڙو ڪو حل ڪڍيو وڃي، جنهن سان هن شهر جي پر امن عوام کي حڪومت ڪرڻ جو موقعو ملي ۽ خوني درندن جي شڪست ٿئي. اهڙو ڪم 245 آئيني اختيارن سان نئون فوجي آپريشن به ڪري سگهي ٿو پر اهڙي حل جي ڪوتاهي اها آهي ته ان سان سنڌ حڪومت جي حاڪميت واري حق کي ڇهڪ اچي

ويندا.

حڪومتي حلقا وري ڪراچيءَ جي مسئلي کي هندستاني تخريبڪاري سان تعبير ڪري رهيا آهن. ٿي سگهي ٿو ته ايئن هجي، پر ان جو علاج به ته حڪومت وٽ ئي آهي. جيڪڏهن سنڌ ۾ اهو سڀ ڪجهه جيڪو ٿي رهيو آهي سو هندستان ڪري رهيو آهي ته ان مسئلي جو حل ايم ڪيو ايم سان ڳالهيون ڪرڻ سان ته ڪو نه نڪرندو ۽ جيڪڏهن ڪراچي ۾ سموري ڳڙٻڙ ايم ڪيو ايم ڪري رهي آهي ته پوءِ قانون جي حڪمراني جي اها توهين ٿيندي ته دهشتگردي ڪندڙ ماڻهن سان ڳالهيون ڪيون وڃن.

سو هن وقت تائين ڪراچيءَ جي بيماريءَ جي شناخت نه ٿي آهي، جنهن ڪري چئي نٿو سگهجي ته ان جو علاج ڪهڙو آهي. ڪراچي جو مرض ڏاڍو پيچيدو آهي، پراڻو اصل ناسور جيان آهي جيڪو هاڻ ڪئنسر ٿيڻ ڏانهن وڌندو پيو وڃي، هن وقت بس ڏُکا هٽي علاج ڳوليو پيو وڃي ۽ جيڪڏهن ڏُکو صحيح لڳو ته مريض ٺيڪ ٿي سگهي ٿو، ٻي صورت ۾ اصل مريض کي ئي ايئن دفن ڪرڻو پوندو جيئن دهشتگرديءَ سبب روزانو ڪيترن معصوم ماڻهن کي گوليون لڳڻ کان پوءِ لاش قرار ڏئي ڪڏ ڪوٺي پوريو ويندو آهي.

ڪراچيءَ جي موجوده صورتحال تي هن وقت تائين سنڌي ماڻهن پنهنجي ليکي ڪجهه به نه ڪيو آهي. ان ڏس ۾ پ پ حڪومت جي ناڪام ٿيڻ ڪانپوءِ ئي مسئلو پيدا ٿيو آهي. پ پ کان علاوه به سنڌي سياست هڪ وجود رکي ٿي. پر ان ڏس کان ڪو به حل تلاش نه ڪيو ويو آهي. يا ته سنڌي سياستدانن کي ڪراچي جو ڪو حل نظر ئي نه ٿو اچي يا وري هنن جي هٿ ۾ ڪجهه به نه آهي جنهن جي اهي آڇ ڪري سگهن.

ان ۾ ڪو به شڪ ناهي ته هن وقت جيڪي ڪجهه ڪراچيءَ ۾ ٿي رهيو آهي سو سنڌ خلاف سازش آهي پر سازش کي سازش سڏڻ سان ڪا سازش ختم ته ڪو نه ٿيندي آهي. سازش کي روڪڻ لاءِ به ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻو پوندو آهي ۽ اسان آهيون جيڪي چئون ٿا ته ڪراچيءَ تي اسان جو تاريخي حق historical right آهي، پر اهو حق اسان ڪيترو نڀايو آهي، سو اسان کي پاڻ کان پڇڻ گهرجي.

سنڌ جي ٻيڙي پلي وقت جون حڪومتون ٻوڙينديون هجن پلي ته دنيا جي رولو ماڻهن کي ڪراچيءَ مان حڪومت ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڪجهه نه ڪندي هجي، پلي ته حڪومت آدمشماري به نه ڪرائي سگهندي هجي، ايم ڪيو ايم جي دهشتگردي کان اڳائي سالن تائين هلندڙ آپريشن غير قانوني هٿيار واپس وٺي نه سگهيو هجي ۽ مخالف ڌر جي نواز شريف ڪراچي جي واپارين جي مدد سان پئسا وهائي ڪتان پاڙي جا قاتل گهرايا هجن، پر آخر نيٺ ته سنڌ جي مسئلن تي سنڌين کي ئي وڌيڪ سنجيدگيءَ سان سوچڻو آهي ۽ جيڪڏهن سنڌي اهو تاريخي ڪم نه ڪري سگهيا

تہ پوءِ سنڌ تي پنهنجي تاريخي حق کي پڻ محفوظ رکڻ ڏکيو ٿي پوندو.

ڪراچي جو امن امان وارو مسئلو پيلي سنڌين جي حل ڪرڻ کان وڏو هجي پر سنڌ ۾ سنڌي-مهاجر نفرت کي گهٽائڻ وارو ڪم تہ سنڌي ڪري سگهن ٿا! ۽ جيڪڏهن سنڌي ان جي ابتڙ ڪندا يعني انهيءَ نفرت کي وڌائيندا تہ پوءِ ايئن ٿيندو جيئن ٿي رهيو آهي، جنهن جو آخري نتيجو سنڌ جو ورهاڱو ٿي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن سنڌي-مهاجر نفرت کي گهٽائڻ لاءِ ڪم ڪري سگهجي تہ پوءِ سرڪاري سطح تي جهيڙي ٿيڻ جي باوجود عوامي سطح تي ڪراچي ۾ امن امان واري صورتحال رهندي.

سوچو تہ سوچيون تہ جڏهن بنگالي، برمي، ويتنامي، افغاني، پٺاڻ، پنجابي ۽ مهاجر پنهنجي وٽ آهر سنڌ کي باهہ ڏئي ساڙڻ جي چڪر ۾ آهن تہ ان حالت ۾ انهيءَ باهہ کي وسائڻ لاءِ سنڌي ڪهڙا پاٽيءَ جا چنبا هٽي سگهن ٿا؟

(12 ڊسمبر 1994)

# ڪلاچ جو قهر

دنيا جا تاريخدان حيران آهن ته سنڌ واديءَ جي ڇهه هزار ورهيه پراڻيءَ تهذيب جا اڏيندڙ مهين جي دڙي جي تباهيءَ ڪانپوءِ ڪيڏانهن هليا ويا. هن وقت انهن ماڻهن جو ڪو نالو نشانو نه ٿو ملي. خاص ڪري يورپ جا ماهر اڄا تائين اها پرولي نه پيجي سگهيا آهن. البت اسان کي ايئن لڳي ٿو انهن ماڻهن آرين جي حملن کان تنگ اچي، وڃي ڪارونجهر جبلن ۾ پناهه ورتي هئي. ان جو هڪڙو ثبوت اهو آهي ته مهين جي دڙي واري هڪ مُهر تي جيڪو ڍڳو نظر اچي ٿو اهو پنهنجن وڏن وڏن ۽ گول سڱن سميت هن وقت رڳو ٿر ۾ موجود آهي ۽ مُهين جي ڊانسنگ گرل کي ڪُلهي کان وٺي ٺوٺ تائين ۽ ٺوٺ کان وٺي هٿ جي ڪرائيءَ تائين جيڪي چوڙيون پاتل آهن اهي اڄ ٿرجي هر غير مسلمان توڙي مسلمان عورت پائي ٿي. ٿر هوندئن ته بر آهي پر ان جي آخري ڏاکڻي ڇيڙي تي ڪارونجهر جو جبل 36 ميل گولائيءَ تي پکڙيل آهي ۽ ان ۾ ڏارين جي ڪاهن ۽ حملن کان بچڻ لاءِ لِڪڻ جا هزارين هنڌ پيچرا موجود آهن.

سو دنيا جي تاريخ اهڙن ظلمن جي داستانن سان ڀريل آهي ۽ اسان سان ته جيڪي قهر ٿيا آهن ان جو هڪڙو مثال مهين جو دڙو آهي جنهن جي آبادي ڏند ڪٿا موجب هڪ لک هئي. هڪ جرمن ماهر جو چوڻ آهي ته هن موجود کنڊرن کي ڏسي چئي سگهجي ٿو ته هن شهر ۾ 40 هزار کن ماڻهو رهندا هئا. پر هن وقت تائين ٽيل ڪوٺائي مان صرف 36 يا 40 هڏاوان پڃرا مليا آهن جنهن مان اها ڳالهه ظاهر آهي ته باقي ماڻهو ڪنهن آزار کان هتان ڀڄي نڪتا آهن ۽ تاريخ جي دز ۽ لٽ ۾ غائب ۽ نابود ٿي ويا آهن.

تاريخ جي انهن ستم ظريفين کان ڊڄڻ گهرجي. ڪراچيءَ جي تاريخ شاهد آهي ته سال 1913ع ۾ هن ڳوٺ جي آبادي 2300 آدم هئي. عربن جڏهن سنڌ فتح ڪئي هئي ته ڪراچي جو بندر وجود نه رکندو هو. ان ڪري اها جنگ ديبل بندر تي لڳي هئي جيڪو هن وقت جي ڪراچي کان ڏکڻ- اوڀر ۾ 40 ميلن جي فاصلي تي ڪنهن هنڌ آباد هو. اڄ تاريخدانن کان ديبل جا کنڊر به نه ٿا ڳوليا لڀن، سو ڪراچي جي اڄوڪي ميٽرو پوليٽن بين الاقوامي شهر سنڌين جو هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو هو. يورپي سياحن پهريون ڀيرو جڏهن هن ڳوٺ جي سامونڊي ڪناري تي پير پاتو هو ته هنن کي سڄي رات ڳڏهن جون هينگون ۽ مڇيءَ جي ڇَٽَ ننڊ ڪرڻ نه ڏني هئي. هنَ ڳوٺ کي ڪلان جي وستي ڪوٺيندا هئا. شايد هتي ڪالي ديويءَ جي پوڄا ٿيندي هئي. جنهن ڪري اها ڪٿا مشهور ٿي ته هتي ڪلان نالي هڪ ڏاهي عورت رهندي هئي جنهن جي نالي پٺيان لياري وارو ڪلاڪوٽ جو علائقو مشهور ٿيڻ

لڳو جنهن ڪري ايراني نار وچ اوپر ۽ يورپ جا جهاز اچڻ لڳا. اها ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن سيوهڻ جي سنڌي هندو سيٺ پوچامل هتي واپاري ڪوٺي کولي ۽ ڌاڙن ڦرن کان بچاءُ لاءِ هڪ ڪچو ڪوٽ قائم ڪيو. جنهن کي ٻہ در وجهرايائين جيڪو درسمنڊ جي کاري پاڻيءَ ڏانهن کلندو هو ان کي "کارا در" ۽ جيڪو مليرنديءَ جي مٺي پاڻي ڏانهن کلندو هو ان کي "ميٺا در" ڪوٺيو ويندو هو. بعد ۾ ميرن ڪراچي فتح ڪئي ۽ 1799ع ۾ منهوڙي تي هڪ قلعو قائم ڪيو. اهو قلعو انگريزن 1939ع ۾ فتح ڪيو جنهن ڪانپوءِ 1943ع ۾ سنڌ فتح ٿي وئي.

. پٺائي صاحب 18 صدي عيسوي جي پهرين اڌ ۾ ڪلاچ واري ڪُن جو ذڪر ڪيو آهي. "ڪوجو ڦهرڪلاچ ۾، جو گهڙي سو نِئي"، ۽ ڪلاچ جي رهاڪن کي "ڪلاچي" جي نالي سان سڏيو آهي. "ڪالهہ ڪلاچي ويڙا، ڇتيون ڪٽي ڇڳيس، پائرن پيرو نہ ڪيو ادن ڪئي اوير، اهڙي خاصي ڪير، ڪُن ورائي ڄهلي" ان دور کان وٺي انگريزن جي حڪومت تائين هتي جي قديم ڳوٺن ۾ سنڌي ماڻهو رهندا هئا. انگريزن جو سنڌ تي راڄ جملي 104 سال هليو. ان دوران ڪراچي شهر ترقي ڪرڻ شروع ڪئي. هن شهر جي پارسي ۽ هندو ميئرن هن نگريءَ جي روڊن کي روزانو صبح جو پاڻي سان ڌوئيندا هئا پر سنڌين جا قديم ڳوٺ ڪڏهن تباهہ ٿيندي ڪو نہ ڏٺا ويا.

ان ڪانپوءِ هن شهر جي تاريخ ۾ سال 1947ع شمار ٿي ويو. ان وقت هن شهر کي جن وچولي طبقي جي سنڌي هندن سڌاريو ۽ سنواريو هو تن کي نيڪالي ڏني وئي ۽ پوءِ ڪي ڊي اي کي وجود ۾ آندو ويو جنهن بلڊوزر خريد ڪيا ۽ ڪراچي ۾ سنڌين جا قديم ڳوٺ نابود ٿيڻ لڳا. چيو ويو تہ هي جديد دور آهي. قدامت پسنديءَ جون ڳالهيون بند ڪريو. دنيا جي تاريخ جي ايجنڊا تي لکيل آهي تہ وقت گذرڻ سان جيئن جيئن دنيا ترقي ڪندي تيئن تيئن پهراڙيون ختم ٿي ويندريون ۽ انهن جاين تي شهر نگري ظاهر ٿيندا. ۽ پوءِ جڏهن ڪي ڊي اي جا بلڊوزر چر پُر ۾ آيا ۽ سنڌين واويلا شروع ڪئي تہ سنڌين جا قديم ڳوٺ تباهہ ٿي رهيا آهن تہ چيو ويو تہ هي قديم پرست حلقا آهن جيڪي تاريخ جي ڦيٿي کي پوئتي ڦيرائڻ گهرن ٿا ۽ جاگيرداري نظام کي برقرار رکڻ جا جتن ڪري رهيا آهن. ڇاڪاڻ تہ سنڌين جي قديم ڳوٺن کي ميساري انهن پلاٽن تي جيڪي گهڻ ماڙ واپاري مرڪز اڏجي رهيا آهن اهي سرمائيداري نظام جي تقاضا آهن ۽ سرمائيداري نظام جاگيرداري دور کان ترقي پسند ارتقا جي نشاني آهي. اهڙيون ڳالهيون تڏهن بہ ٿيون هيون جڏهن بلوچستان ۾ فوج ڪشي ڪانپوءِ آرمي جا بلڊوزر روڊ ناهي رهيا هئا ۽ بلوچستان جي سردارن چيو هو تہ اها جيڪڏهن جنت آهي تڏهن بہ اسان کي نہ گهرجي. ان جو نتيجو اهو آهي تہ اڄ بلوچستان ۾ آمريڪا جا اڏا جڙي راس ٿي ويا آهن.

سو ڪراچي ۾ سنڌين جي قديم ڳوٺن کي بلڊوز ڪرڻ وارن جا دليل ترقي پسندي جي اوٽ ۾ غرقي پسندي جا فلسفا هئا جيڪي سنڌين تي قهر جي صورت ۾ نازل ڪيا ويا. اڄ تائين هڪ اندازي مطابق هڪ هزار کن ڳوٺ تباهه ڪيا ويا آهن. اسان وٽ برابر نه مڪمل انگ اکر آهن ۽ نه اسان هٿين خالي ڪو ايڊو وڏو سروي ڪري سگهيا آهيون. اهڙا وڏا پروجيڪٽ صرف حڪومتون ئي هلائي سگهن ٿيون ڇاڪاڻ ته ان ڪم ۾ اٿاهه وسيلا ڪم ڪم اچن ٿا. ان جي باوجود اسان جي سنڌي ادبي سنگت ڪراچي جي هڪ نوجوان اسحاق تنئي اڻ هوند جي باوجود هڪ دستاويز تيار ڪيو هو جنهن ۾ سوين سنڌي ڳوٺن جي تباهيءَ جا انگ اکر موجود هئا. اهڙيون ڪوششون سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ۽ سنڌي سڄڻ ساٿ جهڙين ڪجهه ٻين تنظيمن پڻ ڪيون آهن. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سنڌ جي موجوده چونڊيل عوامي حڪومت انهن سيني سڄڻن کي ڀرپور وسيلا موجود ڪري ڏئي ته جيئن اهي ڪراچي شهر اندر ۽ ان جي اوسي پاسي ۾ وسندڙ سنڌين جي قديم ڳوٺن جا انگ اکر جمع ڪري ان ظلم جي داستانن کي سنڌ جي تاريخ ۾ ورقن ۾ قلمبند ڪري سگهن جنهن تحت هيل تائين سوين ڳوٺ تباهه ڪيا ويا آهن.

البت هي ڪم ڪو سولو ناهي. هڪ صحافيءَ جي حيثيت ۾ مونکي چڱيءَ طرح ڄاڻ آهي ته سنڌ حڪومت گذريل ڪيترن سالن کان اڻ ٿڪ ڪوشش جي باوجود ڪي ڊي اي کان ٻن ارب روپين جو اهو پراڻو قرض به اڳاڙي نه سگهي آهي، جيڪو ڪراچي ۾ واپاري مرڪزن ۽ رهائشي اسڪيمن جي تعمير لاءِ صوبائي حڪومت کان خريد ڪيل زمين جي قيمت آهي. مونکي ذاتي طرح ڄاڻ آهي ته ضياءُ شاهي واري دور ۾ جڏهن به سنڌ حڪومت جي ناڻي واريءَ وزارت ان قرض چُڪائڻ لاءِ ڪي ڊي اي کي سوڙهو ڪيو ته اسلام آبادِ مان خطرناڪ سگنل اچڻ لڳندا هئا جن ۾ سنڌ حڪومت جي آفيسرن کي وات بند رکڻ جون سخت هدايتون هونديون هيون. اهو مسئلو اڃا تائين جيئن جو تيئن آهي ۽ پاڪستان پيپلز پارٽي جي موجوده حڪومت جنهن 10 مهينا پنهنجي اقتدار جا پورا ڪيا آهن، اها به اڃان ان مهم ۾ ڪاميابي حاصل ڪري نه سگهي آهي. اها ڳالهه ثابت ڪري ٿي ته ڪي ڊي اي پاڻ هڪ "حڪومت" آهي ان صورتحال جي روشنيءَ ۾ ڏسجي ٿو ته لڳي ٿو ڪراچي ۾ سنڌين جي قديم ڳوٺن جو مستقبل خطري ۾ آهي.

بهرحال جيڪڏهن مصنوعي طريقي سان مايوسي واريءَ ان صورتحال کي پر اميديءَ واري خواب جي حوالي سان ڏسجي ته پوءِ ايئن ئي چئي سگهجي ٿو ته ڪراچي ۾ سنڌين جي قديم ڳوٺن کي ڊاهي انهن مٿان جيڪي آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ عمارتون اڏيون ويون آهن. انهن جا قبضا انهن غريب ڳوٺاڻن جي حوالي ڪيا وڃن جن کان زور ۽ زبردستيءَ سان پنهنجا ماڳ خالي ڪرايا ويا هئا. جيڪڏهن ايئن ٿئي ٿو ته پوءِ چئبو ته هن ملڪ ۾ انصاف جي حڪمراني آهي، ٻي

صورت ۾ باقي بچيل سنڌي ڳوٺن کان بہ روئي موڪلائڻو پوندو. سو ايئن نہ ٿئي جو مستقبل ۾ مهين جي دڙي ۽ڙارن ماڻهن وانگر اسان ڪراچي جي قديم سنڌين کي کوٽائي ذريعي بہ ڳولي ۽ ڦولهي نہ سگهون.

هن وقت ڪجهہ قديم سنڌي ڳوٺ ڪراچي شهر جي وچ ۾ آباد آهن. ٻيا گذاني بيچ کان وٺي شاهہ بندر تائين سامونڊي ڪناري تي واقع آهن ۽ باقي ڪراچي جي اوڀر، ڏکڻ ۽ اتر وارين سرحدن تي آهن. هزارن جي تعداد ۾ انهن ڳوٺن اندراج جيئڻ جون ڪي بہ سهولتون مهيا ناهن. ڪراچي کي جيڪڏهن حقيقي معنيٰ ۾ ترقي ڏيارڻي آهي تہ ان لاءِ ضروري آهي تہ انهن ڳوٺن لاءِ هڪ جدا وزارت کولي وڃي ۽ ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهن کي اتارڻ ڪانسواءِ هنن کي پڪا گهر ناهي ڏنا وڃن ۽ اهي سيئي سهولتون مهيا ڪري ڏنيون وڃن جيڪي ڊفينس هائوسنگ سوسائٽي، محمد علي سوسائٽي ۽ ڪي ڊي اي اسڪيم نمبر ون کي مليل آهن. آخر ۾ آءُ سنڌ حڪومت جو ڌيان انهن سنڌي وڏيرن ۽ قديم سنڌي ڳوٺن جي قبائلي سردارن جي سنڌ دشمن عملن ڏانهن بہ ڇڪائڻ .گهرندس جيڪي تعميراتي ڪمپنين کان پئسا وٺي پنهنجي راڄ ۾ شامل غريب ڳوٺاڻن جا جهوپا نيلام ڪري رهيا آهن ۽ جيڪڏهن ڪو ڳوٺاڻو اعتراض ٿو ڪري تہ ان کي پوليس جي حوالي ڪري ٿا ڇڏين. سو پنهنجن توڙي پراون جا ظلم ڏسي ڪراچي جي غريب سنڌين جي حالت ڀٽائي صاحب جي ان بيت واري وڃي ٿي بيهي، جنهن ۾ چيو اٿس تہ:

ڏکي توءِ ڏکار، توڙي وسن مينهڙا

(آڪٽوبر5، 1989)

# ڪاروڪاري ۽ غيرت بابت صوبائي وزيرجي گوهرافشاني

سنڌ جي صوبائي وزير منظور پنهور بيان ڏنو آهي ته ڪاري ڪري عورت کي قتل ڪرڻ جائز آهي ۽ اهڙي واقعي جا 80 سيڪڙو ڪيس صحيح آهن معنيٰ 80 سيڪڙو غيرت جا ڪيس آهن. اهي ٻئي ڳالهيون غلط آهن. سنڌ جو over allجيڪو شعور جڙيو آهي، سنڌ جو ضمير، سنڌ جو ليڪڪ آهي، سنڌ ۾ يڪراءِ جيڪڏهن consensus study ڪيو ته سنڌ ۾ consensus ڪهڙي آهي؟ سنڌ جا سڀئي دانشور ويهاريو ته ان جي consensusوزيرجي بيان جي ابتڙ آهي. عورت کي قتل ڪرڻ انهيءَ حوالي سان ته اها مڙس سان وفادار نه آهي جستيفاءِ ڪري نٿو سگهجي ڇو ته اهو جستيفاءِ اسلام به نٿو ڪري، دنيا جو ڪو به فلسفو نٿو ڪري. وزير چيو آهي ته 80 سيڪڙو ڪيس صحيح آهن معنيٰ جائز آهن، منهنجي نظر ۾ 80 سيڪڙو کان به وڌيڪ ڪيس غلط آهن. هاڻي انهيءَ ۾ ڪرپشن پيدا ٿي آهي، ڪاروبار، دهشتگردي، مائٽن جا جهيڙا، ڀشنگيري، ڌڪي، زمينن جا جهيڙا شروع ٿيا آهن، ڪنهن به قسم جي دشمني، ڪنهن به ماڻهوءَ سان affensiveٿيڻ يعني ڪو ماڻهو پئسي وارو آهي انهيءَ کان پئسا ڪڍڻا آهن، انهيءَ تي ڪيس ٿا ٿين. ڪاروڪاري ۾ ڪرپشن 80 سيڪڙو آهي، غيرت جي بنياد تي قتل معنيٰ ڪنهن ماڻهوءَ پنهنجي زال، ڀيڻ، ماءُ، مائٽياڻي کي ڪنهن غير مرد سان اکين ڏسي قتل ڪيو هجي اهو 2 سيڪڙو به ڪونهي. شڪ تي، رپورٽنگ تي، خبرن تي قتل ٿين ٿا. هتي ته ايئن آهي ته ٻج ڙي چريا مست ٿا اچني، هتي چريائپ انهي حد تائين پهچي چڪي آهي جو هڪڙي ماڻهو خواب لڌو ته منهنجي زال ڪنهن ٻي مرد سان ننهيل آهي صبح سان اٿي زال ۽ ٻئي مرد کي ماري ڇڏيائين. هڪڙي ماڻهو ڏنو ته سندس زال جي قبر تي ٻيو ماڻهو دعا ٿو گهري ته ان کي ماري ڇڏيائين چيائين تنهنجو ڪهڙو ڪم جو منهنجي زال جي قبر تي دعا ٿو گهرين، منهنجي زال سان ڪريل آهين.

سنڌ ۾ جيڪي به ماڻهو آهن پوءِ اهي ٻروچ چئجن، قبائلي چئجن يا جيڪي به جتي ڪاروڪاري جا واقعا ٿين ٿا انهن جو ذهن انهيءَ تي سيٽ ٿي چڪو آهي. اسان مڃون ٿا ته انهن جي تحت الشعور ۾ اها ڳالهه لهي وئي آهي، اسان اها ڳالهه به مڃون ٿا ته انهن کي اخباري ڪالم لکي يا ليڪچر ڏيئي سمجهائي نه ٿا سگهون. مان دوستن کي چوندو آهيان ته سنڌي اڃان صحيح معنيٰ ۾ مسلمان ٿي ڪو نه ٿيا آهن. محمد صلعم جي دور ۾ نياڻين کي جيئري پوريو ويندو هو، محمد صلعم ڪين

ايئن ڪرڻ کان روڪيو، هي به جيئري نياڻين کي پورين ٿا جيڪي اڃان نياڻين کي ڪاري ڪري قتل ڪن ٿا اهي صحيح مسلمان ٿي نه ٿيا آهن. انهن کي سمجهائڻ جو هڪ ٿي طريقو آهي سوشل ڊولپمينٽ، ٽرانزيشن فرام رورل ٽو اربن ايريا، آرگنائيزيشن. واحد طريقو آهي اربنائيزيشن، اربنائيزيشن ڪيئن؟ توهان ڏٺو هوندو ته سنڌ جي ٻهراڙين ۾ تمام وڏا خاندان پيرن، وڏيرن، جاگيردارن، سردارن ۽ ميرن جا جن جي حويليءَ مٿان نر ڪانءُ نه اڏامندو آهي انهن جون عورتون جڏهن پنهنجن ڳوٺن ۾ ڪار ۾ وينديون آهن ته انهن ڪارين جي شيشن کي ڪارا شيشا ۽ ميٽ هنيا ويندا آهن پر اهي عورتون ڪراچيءَ جي طارق روڊ تي کلي عام شاپنگ ڪنديون آهن. اسان جيڪي نه وڏيرا ۽ نه وري طاقتور ماڻهو آهيون، اسان جون عورتون ڳوٺن ۾ پردو ڪنديون آهن پر ڪراچيءَ ۾ نٿيون ڪن. جڏهن اسان جون نياڻيون ٻهراڙين ۾ نه پڙهنديون هيون تڏهن چادرين ۾ هونديون هيون جڏهن اسڪول ۽ ڪاليج ويون ته هاڻي کلي منهن گهمن ٿيون. اهو ڇا آهي؟ اهو آهي اربنائيزيشن. توهان ڳوٺن کي شهرن ۾ تبديل ڪيو، ٽرانزيشن ڪيو فرام رورل ٽو اربنائيزيشن، ماڻهن کي روزگار ڏيو. غربت بدترين بيماري آهي جيڪا culturally, psychologically, mentally, sociallyماڻهن کي تباهه ٿي ڪري، توهان انهن کي خوشحالي ڏيو. خوشحالي ڪيئن ايندي؟ اها تڏهن ايندي جڏهن عورت ورڪنگ وومين ٿيندي. سڄي ملڪ جي آباديءَ جو اڌ عورت آهي، توهان ان کي ناڪاره ڪري ڇڏيو آهي. اڌ ڪمائن اڌ ويهي کائن ۽ وري اڌ مان ڪيترا ڪم نٿا ڪن. لشڪر بيروزگارن جو سنڌ ۾ وينو آهي، 5 سيڪڙو ڪم ڪن ٿا 95 سيڪڙو کائن ٿا.

اسان هتي اهو بحث ڪري سگهون يا نه پر اها حقيقت آهي ته عورتن جي بين الاقوامي تنظيمن مثال طور ڇائنا، اقوام متحده ۽ آمريڪا ۾ بين الاقوامي عورتن جي ڪانفرنس ٿي آهي ۽ جتي به عورتن جي ڪانفرنس ٿئي ٿي انهيءَ ۾ چار مطالبا تسليم ڪيا ويا آهن.

1. عورتن جي حقن کي انساني حق تسليم ڪيو وڃي:

هاڻي وزير جيڪو چيو آهي ته ڪاري ڪري مارڻ جائز آهي اهو انساني حقن جي خلاف ورزي ڪئي وئي آهي، انساني حق اقوام متحده جو چارٽر آهي ۽ پاڪستان يونائيٽيڊ نيشن جو ميمبر آهي. هاڻي جتي عورتن جي حوالي سان چار مطالبا رکيا وڃن ٿا، اسان انهن سان پهچي نٿا سگهون. اسان جا public opinionانهن کي برداشت ٿي ڪري نٿا سگهن. يورپ ۾ اهي ڪيس ٿا هلن ته منهنجي مڙس مون سان ريپ ڪيو آهي.

2. رائيٽ آف ريپروڊڪشن:

رائيٽ آف ريپروڊڪشن معنيٰ ٻار پيدا ڪرڻ جو حق عورت جو آهي اها چوي ٿي مان ٻار پيدا ڪرڻ نٿي چاهيان، مڙس ان کي مجبور ڪري نٿو سگهي ته اها

ٻار پيدا ڪري.

3. رائيٽ آف پرائيويسي:

انسان کي پرائيويسي جو حق آهي، عورت بہ انسان آهي، ان کي پرائيويسي جو حق ڏيڻ گھرجي. پرائيويسي جي معنيٰ ڇا آهي؟ مطلب تہ عورت ڪمري ۾ مڙس کي ڇئي تہ ٻاهر نڪري وڃ مون کي فون تي مخفي ماڻهو سان ڳالهائڻو آهي ۽ ان کي ٻاهر وڃڻ کپي. هي ماڻهو رهن ڪاتي ٿا؟ دنيا ڏاڍي ترقي ڪري چڪي آهي، يورپ، آسٽريليا، آمريڪا، ڪئنيڊا ۽ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ عورت کي انسان سمجهيو ٿو وڃي، ان کي پرائيويسي جو حق ڏنو ٿو وڃي.

4. رائيٽ آف پراپرٽي:

هتي عورت کي رائيٽ آف پراپرٽي ملي ئي ڪو نہ ٿي. پيءُ مري ويندو تہ ملڪيت پائرن ۾ ورهائجي ويندي، ڀينرن ۾ نہ. شريعت بہ ڀينرن کي حصو ڏنو آهي تڏهن مان چوان ٿو تہ سنڌي اڃان صحيح مسلمان ئي ڪو نہ ٿيا آهن. قران شريف ڪڏهن بہ ڪو نہ چيو آهي تہ عورت ۾ توهان جو شڪ ٿئي تہ قتل ڪيو پر انهيءَ کي طلاق ڏيئي ڇڏيو. جيڪڏهن توهان گڏ گذاري نٿا سگهو تہ عزت سان الڳ ٿي وڃو. اسان ايتري ترقي نہ نہ ڪئي آهي تهذيب ۾ اڃڻ پري جي ڳالهہ آهي. اسان چئون ٿا تہ اسان جو تعلق انڊس سولائيزيشن سان آهي، انڊس سولائيزيشن ۾ تہ مدر گاڊيس جو تصور آهي، عورت تہ پوڄا جي شئي آهي، عورت قتل ڪرڻ جي شيءِ تہ ناهي. اسان نہ سنڌي آهيون نہ صحيح مسلمان آهيون. پر هڪڙو جهنگلي فورس آهيون. وزير وارو بيان تمام خوفناڪ آهي. انهيءَ مسئلي جو حل آسان ڪونهي اهو مان مڃان ٿو يعني هڪڙو هاٿي ڪاروڪاري جو عجيب واقعو ٿيو آهي جيڪو مون پهريون ڀيرو ٻڌو آهي تہ هڪڙي قبيلي ۾ عورت سان هڪڙي ڇوڪري کي ڪارو ڪيو ويو. انهيءَ ڇوڪري جي پيءُ انهيءَ قبيلي وارن کي چيو تہ توهان خاموش ٿيو جهيڙي جهڳڙي جي ڳالهہ نہ آهي، انهيءَ مسئلي جو حل مان پاڻ ئي ڪيان ٿو. هن پنهنجي پٽ کي نياپو ڪيو تہ تو جيڪا ٻانهن ڪنئي آهي اها وٺي اچ مان سڄو بندوبست ڪيو آهي. ڪورٽ ۾ پيش ٿي نڪاح ڪنداسين. اهي ٻئي ڇٽا آيا ڪين ڪورٽ ۾ ويهاريو ويو. پيءُ ٻنهي کي چيو تہ پرتي منهن ڪري ويهو تہ جيئن ماڻهو توهان کي نہ ڏسن. هو پرتي منهن ڪري ويٺا ۽ پوءِ ڇوڪري جي پيءُ ڇوڪريءَ جي مائٽن کي وڃي چيو تہ ٻئي ويٺا اٿئو بندوقون هڻون. پنهنجي پيءُ پنهنجي پٽ کي اڪين آڏو بندوقون هڻي ماراپو. اها حقيقت آهي تہ غيرت جو تصور قبائلي ماڻهن جي تحت الشعور ۾ لهي ويو آهي، نہ تہ بين قبيلن جي ڪاري جيئري هوندي آهي اها ڪاري ڪنهن سردار وٽ ويندي آهي پوءِ سردار انهيءَ کي پناهہ ڏيندو آهي، کپائيندو آهي، نوڪر سان پرڻائيندو آهي يا پنهنجي حرم ۾ ويهاريندو آهي پر مربن جي ڪا بہ ڪاري جيئري ڪانهي. انهيءَ قسم جا ماڻهو سنڌ ۾ آهن، جن جي شعور ۾ ايڏو گهرائي سان اهي ڳالهيون ويٺل آهن

جيڪي اسان جي لکڻين، رپورٽن، واعضن، اقوام متحده جي چارٽرن سان اچي ڪا به تبديلي نه آڻيندو. تي سگهي ٿو انهن جي ذهن ۾ تبديلي نه اچي پر انهن جي نوجوانن ۽ انهن جي ٻي نسل ۾ تبديلي اچي انهيءَ لاءِ ضروري آهي تعليم ۽ آرگنائيزيشن.

ٽيون طريقو آهي انتظاميا: حڪومت چارلس نيپيئر وانگر سختي ڪري ڪاريءَ جي قتل تي 302 سيڪشن هيٺ ڪيس هلائي. چارلس نيپيئر 1843ع ۾ جڏهن سنڌ فتح ڪئي تڏهن به ڊيليگيشن گهرايا. هڪڙو هندو سنڌين جو ۽ ٻيو سنڌي مسلمانن جو. سنڌي مسلمانن کي چيائين ته منهنجي حڪومت ۾ جيڪڏهن ڪو عورت کي ڪاري ڪري ماريندو ته ان گهر جي سيني ڀاتين کي فائرنگ اسڪواڊ ۾ سامهون بيهاري گوليون هڻائي ڇڏيندس ۽ هندو سنڌين کي چيائين ته ڪنهن به عورت کي ستي ڪري ساڙيو اٿئو ته انهيءَ گهر جي سيني مردن کي فائرنگ اسڪواڊ جي سامهون بيهاري گوليون هڻائي ڇڏيندس ۽ پوءِ چون ٿا ته هڪڙو پريڪٽيڪل واقعو هن ڪيو جو جڏهن هڪڙي سنڌي ايئن ڪيو ته انهيءَ خاندان کي ماري ڇڏيائين. پوءِ اهڙي قسم جا واقعا نه ٿيا جيڪڏهن ٿيا ته انهيءَ ڪمري ۾ ئي کڏ کوٽي لاش پوريا ويا. ماڻهو ٻاهر ٻاڦ به نه ڪڍندا هئا. هاڻ وارا واقعا شرمناڪ آهن جو 60 ۽ 75 سالن جي عورت کي به ڪاري ڪري ماريو وڃي ٿو. اهو ڪاروبار بڻجي ويو آهي. وزير جي ڳالهه سان متفق آهيون ته جرڳو ڪورٽن کان اڳ مسئلو حل ڪري ٿو پر مسئلي جو حل پنهنجي پيٽرن ۾ ٿو ڪري.

1. ڪيترا سردار انهيءَ ڏنڊ مان پنهنجو حصو وٺن ٿا.

2. جيڪي اهو فيصلو ڪن ٿا اهو انهيءَ قانون هيٺ نه آهي جيڪو آئين ڏنو آهي. اسان جي ليجسليشن جي تاريخ ويسٽرن لاءِ آهي. پاڪستان پينل ڪورٽ 1935ع وارو آهي جيڪو انگريزن جو قانون آهي اهو انهيءَ روشني ۾ آهي. جرڳن جو فيصلو انهيءَ قانون هيٺ نه آهي. ٻيو ته هن وزير جيڪو بيان ڏنو آهي ته اهڙن جرڳن کي قانوني شڪل ڏني وڃي انهيءَ جي سخت مخالفت ڪرڻ کپي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن جرڳن کي قانوني شڪل تي ملي ته معنيٰ فيوڊل کي جج ٿو مقرر ڪيو وڃي ۽ فيوڊل ازم کي توهان ليگلائيز ٿا ڪريو. ليجيٽيميٽ ٿا ڪريو. جج ڪير آهي؟ جج آهي قانون جو انٽرپريٽر. جيڪي ماڻهو پڙهيل ئي نه آهن اهي قانون جي انٽرپرينر ڪيئن ڪندا؟ اهو انتظاميا جو ڪم آهي ته ڪٿي به اهڙو واقعو ٿئي ته سردارن کي گهرائي چئي ته مسئلو پيدا ٿيو ته توهان کي جيل ۾ وجهنداسين. جيڪڏهن اٿارٽي حڪومت کي نه پر فيوڊل کي هٿ ۾ ملندي ته امن امان جو مسئلو پيدا ٿيندو. انگريز ايئن ڪندا هئا ته جيڪي جاگيردار، پير، سردار يا اهڙي قسم جو سيڪشن آهي اهو سندن متير هوندو هو. ڪٿي کين زمينون ڏئي کين ايئن ڪندا هئا. اسان جهالت جي انهيءَ پاتال ۾ هليا ويا آهيون جو حڪومت جو فيوڊل تي نه پر فيوڊل جي بيورو ڪريسي تي ڪنٽرول آهي.

(مارچ 2، 2003ع)

# شهيد ٿيل قانون جي حڪمرانيءَ جي تدفين

جڏهن چيف جسٽس سيد سجاد علي شاهه جي سربراهيءَ ۾ سپريم ڪورٽ ۽ وزيراعظم ميان نواز شريف جي اڳواڻيءَ ۾ هلندڙ پاڪستان جي وفاقي حڪومت وچ ۾ جهيڙو تيز هلي رهيو هو تڏهن سنڌ سرڪار جا ڪجهه اعليٰ آفيسر ڪراچيءَ جي هڪ شاندار بنگلي ۾ غير قانوني طور ڪمايل دولت لٽائي رهيا هئا ته اوچتو سياسي صورتحال تي بحث ڇڙي پيو ان وقت هڪ گڙنگ راشي آفيسر جنهن کي ڪڙڪيدار ڪاٽن جو سوٽ پهريل هو ۽ ٻه ٻه موبائيل ٽيليفون ڪيس هر هر ڊسٽرب ڪري رهيون هيون، تنهن فونن کي بند ڪندي، وقفو ڪندي، بحث جي پڄاڻي ڪندي فرمايو "بابا، جذباتي نه ٿيو هي حڪومت چڱي آهي، جي اهي جج آيا ته پوءِ اوهان کي ههڙي عياشي ڪرڻ بنهه ڪو نه ڏيندا."

شايد هو صحيح فرمائي رهيو هو دولت هن طبقي کي پياري هوندي آهي، ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود راشي ڪامورن ڇڻ اها ڳالهه ٻڌي ورتي هئي ۽ ٿيو به ايئن. سپريم ڪورٽ کي شڪست اچي وئي ۽ ڪاموري شاهيءَ جي فتح ٿي وئي. اخبارن لکيو ته پارليامينٽ جي فتح ٿي آهي، وزيراعظم ميان نواز شريف زندهه باد، پر اها فتح دراصل ان ڪامورا شاهيءَ جي هئي جنهن جي مرضيءَ کانسواءِ نه حڪومت ٿي هلي، نه پارليامينٽ ۽ نه پاڪستان ۾ سندن منشا بنا ڪَکُ به چُري سگهي ٿو.

بهرحال جيڪو به ٿيو تنهن سبب قانون جي حڪمرانيءَ شهادت جو جام پيتو جنهن ڪانپوءِ فطري طور تي، "لاقانونيت"، ملڪ جي چارج سنڀالي ورتي ۽ هاڻي شهيد ٿيل قانون جي حڪمرانيءَ جي تدفين جو بندوبست ۽ لاقانونيت جي تاجپوشيءَ جا انتظا م ٿي رهيا آهن.

سياسي مخالفت يا سياسي پسند نا پسند کي پاسي تي رکي سوچبو ته صاف نظر ايندو ته هن ملڪ ۾ جيڪو پارلياماني جمهوريت وارو نظام هلي رهيو آهي ان جي بنيادي تقاضا آئين جي حڪمراني آهي جنهن جو ٻيو نالو قانون جي حڪمراني آهي. مغربي طرز واري هن نظام ۾ سڀ کان مقدس آئين آهي. آزاد ۽ خودمختيار عدليه آئين جي محافظ آهي، صدر ملڪ جو سربراهه ۽ وزيراعظم حڪمران پارٽيءَ جو ليڊر آهي، پارليامينٽ آئين جوڙي ٿي ۽ ان ۾ ترميم ڪري سگهي ٿي.

پر پارليامينٽ آئين ۾ تڏهن ڪا ترميم ڪري سگهي ٿي، جڏهن موجود آئين ۾ ان مسئلي جو ڪو حل نه هجي جنهن بابت ترميم ڪئي وڃي ٿي ۽ ٻيو ته جيڪا ترميم ڪئي وڃي اها آئين جي مڙني فقرن مان ڪنهن به فقري سان ٽڪراءَ

۾ نہ هجي، بلڪ اها ترميم آئين جي روح مطابق هجي ۽ ان جي خلاف نہ هجي.

هتي سوال پيدا ٿو ٿئي تہ اهو ڪهڙو رياستي ادارو آهي جنهن کي فيصلو ڪرڻو آهي تہ پارليامينٽ آئين ۾ جيڪا ترميم ڪئي آهي سا جائز آهي يا ناجائز. يعني اها ترميم آئين جي روح سان ٽڪراءَ ۾ تہ ناهي؟ ان سوال جو جواب سپريم ڪورٽ آهي. جيڪڏهن اهڙو فيصلو ڪندڙ اهو رياستي ادارو بہ پارليامينٽ آهي تہ پوءِ چئبو تہ رياست جا ٽي ٿنڀا نہ پر هڪ آهي ۽ پاڪستان کي قانون ساز اداري سان گڏ عدليہ ۽ انتظاميا جي ڪا بہ ضرورت ناهي، فوج ۽ پريس کي بہ هتي رياست جا ٿنڀا قرار ڏنو وڃي ٿو پر اهڙو تصور مغربي طرز واري جمهوريت ۾ نٿو ملي.

مغربي طرز واري جمهوريت جو ٻيو نالو قانون جي حڪمراني آهي، جيڪا دراصل آئين جي حڪمراني آهي، ان جي معنيٰ اها ٿي تہ جتي آئين ۽ قانون جي حڪمراني ناهي اتي جمهوريت قائم نہ ٿي سگهندي. جمهوريت صرف عوام جي مئنڊيٽ جو ٻيو نالو ناهي، جمهوريت ۾ سماجي انصاف، برابري ۽ قانون جي حڪمراني ناهي تہ اها جمهوريت ئي ناهي.

ملڪ ۾ جڏهن آئيني بحران چوٽ چڙهيل هو تڏهن امريڪا جي پرڏيهي وزارت پاڪستان بابت جاري ڪيل بيان ۾ چيو هو تہ، "پاڪستان ۾ اقتدار جي حصيداري نا ممڪن بڻيل آهي." ان جو مقصد اهو هو تہ ملڪي اقتدار رياست جي ٽن ٿنڀن ۾ ورهايو نٿو وڃي ۽ يا تہ پارليامينٽ سڀ اختيار پاڻ وٽ رکڻ چاهي ٿي يا اهڙو ارادو عدليہ ۽ انتظاميا جو پڻ آهي.

۽ پوءِ عملي طور ڏٺو ويو تہ پاڪستان جي پارليامينٽ جيڪا پاڪستان مسلم ليگ (ن) جي شڪل ۾ موجود آهي تنهن سڀ اختيار پاڻ وٽ رکي سپريم ڪورٽ کي ورهائي ان کان آزادي ۽ خودمختياري کسي ان تي حملو ڪري ڏنو ۽ وزيراعظم کي توهين عدالت واري ڪيس مان آجپو ڏيڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ڪيو جيڪو ضروري ناهي تہ آئيني يا قانوني هجي. مسلم ليگي پارليامينٽ اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري ڪيو ڇاڪاڻ تہ اها اقتدار ۾ ٻئي ڪنهن رياستي اداري سان حصيداري ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. ان ڪري مسلم ليگ (ن) سپريم ڪورٽ جي آئيني وضاحت واري حق کان بہ انحراف ڪيو جنهن ڪري اهڙي صورتحال پيدا ٿي.

۽ اهو سڀ ڪجهہ جڏهن ڪيو ويو تڏهن ان جو نام نهاد قانوني ۽ آئيني جواز بہ ڳوليو ويو. مثال سپريم ڪورٽ کي آئين جي حڪمراني قائم ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ سپريم ڪورٽ جي ٻين بئنچن کي استعمال ڪيو ويو. ان ڪري هاڻي ڪو بہ مسلم ليگي چئي سگهي ٿو تہ هنن جي حڪومت جيڪو ڪيو آهي ان کي قانوني ۽ آئيني جواز آهي. پر اصل ڳالهہ نيت جي صفائي، ايمانداري ۽ جمهوريت توڙي قانون جي حڪمرانيءَ سان سچائي آهي. جيڪڏهن جمهوريت لاءِ نيت جي سچائيءَ کي پاسي تي رکجي تہ پوءِ اها ساڳي پاڪستان جي سپريم ڪورٽ هئي

جنهن ايشيا جي مابدل ڊڪٽيٽر جنرل ضياءَ جي آمريت کي آئيني ڇٽي فراهم ڪندي ”نظريه ضرورت“، ايجاد ڪيو هو جنهن ڪري جنرل صاحب 90 ڏينهن اندر چونڊون ڪرائڻ واري مُدي کي يارهن سالن تائين اينگهائي ڇڏيو هو ايستائين جو جيڪڏهن 17 آگسٽ 1988ع تي جهاز جي حادثي ۾ سندس موت نه ٿئي ها ته ملڪ مسلسل آمريت جي ورچڙهيل هجي ها.

هونئن به دنيا جي آمرن پنهنجي آمريت قائم ڪرڻ لاءِ هميشه ڪو نه ڪو جواز ضرور تلاش ڪيو آهي. اسٽالن ان کي پرولتاري ڊڪٽيٽر شپ قرار ڏنو هو جڏهن ته هٽلر، مسوليني ۽ مارڪوس قومي سلامتي جي تحفظ وارو جواز گهڙيو هو.

پاڪستان ۾ آزاد ۽ خودمختيار عدليه کي ناس ڪرڻ ڪانپوءِ هُڪ ڪانپوءِ بيو لا قانونيت وارو عمل ظاهر ٿي رهيو آهي جنهن جو عوام سان گڏ خود وزيراعظم تي به اثر پوڻو آهي. مثال ڪجهه ڏينهن اڳ ڪراچي جي شام واري اردو اخبار ”عوام“ خبر ڏني هئي ته، ”وزيراعظم کي وفاق ۽ پنجاب صوبي تائين محدود ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي، ان لاءِ صوبي سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ حڪومتون غير مسلم ليگي قائم ڪرڻ لاءِ رابطا شروع ٿي ويا آهن.“

هن خبر جي روشنيءَ ۾ سوچڻ جي اها ڳالهه آهي ته اهڙو فيصلو ڪنهن ڪيو؟ ۽ ڇا اهو فيصلو آئيني ۽ قانوني آهي؟ جيڪڏهن هي فيصلو پارليامينٽ، سپريم ڪورٽ يا وقت جي حڪومت نه ڪيو آهي ته پوءِ ڪنهن ڪيو آهي ۽ ان کي ڪهڙو قانوني يا آئيني جواز آهي.

اهڙا فيصلا هاڻي هر روز ٿي سگهن ٿا ڇاڪاڻ ته قانون جي حڪمراني شهيد ٿيڻ ڪانپوءِ مٽيءَ ماءُ حوالي ٿيڻ واري آهي. ڪراچيءَ ۾ مرحوم جنرل موسيٰ جي پٽ کي دهشتگردي وسيلي خون ڪيو ويو آهي، ايم ڪيو ايم جي سوين ڪارڪنن کي آزاد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي، جڏهن ته ايم ڪيو ايمي ڪارڪنن جا خاص عدالتن وارا ڪيس عام عدالتن ڏانهن منتقل ٿي رهيا آهن. ان فيصلي جو فائدو آصف زرداريءَ کي پڻ ملي رهيو آهي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ دفن ٿيل ڌاڙيلوالي وري شروع ٿي وئي آهي ۽ وڏن شهرن ۾ ڏوهاري ماڻهو وري سرگرم ٿي ويا آهن ڇاڪاڻ ته هاڻ ڪين ڪو هٿ لائڻ وارو آهي ئي ڪو نه — ان ڪري انهيءَ گڙنگ راشي ڪاموري سچ چيو هو ته هي حڪومت چڱي آهي، جيڪڏهن اهي جج اچي ويا ته پوءِ غير قانوني دولت لٽائڻ جهڙيون عياشيون ڪرڻ نه ڏيندا.

ملڪ ۾ قانون جي حڪمراني ختم ٿيڻ ڪانپوءِ حڪمران پارٽيءَ جي هڪ اهم ماڻهوءَ پنهنجي بيان ۾ چيو آهي ته، ”ڪالا باغ ڊيم واري معاملي تي اجايا سجايا اعتراض ڪيا پيا وڃن جنهن ڪري هاڻي ان سلسلي ۾ ڪو سياسي فيصلو ڪيو ويندو.“

ڪالا باغ ڊيم هڪ خالص ٽيڪنيڪل مامرو آهي. نه اهو ڪو سياسي

معاملو آهي ۽ نہ ان تي ڪنهن سياسي فيصلي ڪرڻ جي ضرورت آهي. پر حڪمران پارٽي هاڻي ڏسي ٿي تہ ان جو ڪنهن بہ فيصلي کي چئلينج ڪرڻ وارو هاڻي ڪو بہ ادارو پوئتي نہ بچيو آهي، ان ڪري پنهنجي سياسي مفاد ۾ اها ڪهڙو بہ فيصلو ڪري سگهي ٿي.

اها ہي ڳالهہ آهي تہ ڪالا باغ ڊيم واري مامري تي سنڌ جي ماهرن اسلام آباد کي ٽيڪنيڪل شهہ ڏئي ڇڏي آهي ۽ ثابت ڪيو آهي تہ هي ڊيم ناهڻ پاڪستان جي معيشت لاءِ هاڃيڪار آهي، ان موضوع تي هوندئن تہ ڪافي ڪم ٿيو آهي پر سنڌ جي آبپاشيءَ واري ماهر ۽ سابق سينيٽر عبدالمجيد قاضيءَ جي اعتراضن جو جواب اڃا تائين نہ واپڊا ۽ نہ پنجاب حڪومت جو آبپاسيءَ وارو کاتو ڏئي سگهيا آهن_ قاضي صاحب پنهنجن دليلن سان ثابت ڪيو آهي تہ پاڪستان وٽ ايترو پاڻي آهي ئي ڪو نہ جنهن جي آڌار تي ڪالا باغ ڊيم جيڏو وڏو پراجيڪٽ شروع ڪري سگهجي. هن اپرندي وارين ندين جو پاڻي، الهندي وارين ندين کان ايندڙ پاڻي، هماليا کان ايندڙ سنڌو درياءَ جو پاڻي، آسمان مان برساتن ذريعي ملندڙ پاڻي توڙي زمين اندر ڄَرَ جو پاڻي ڳڻي، وري زراعت لاءِ گهربل پاڻي، سنڌو جي پڇاڙ واري علائقي ڊيلٽا لاءِ ضروري پاڻي، صبح جي گرمي تي ٻاڦ ٿيندڙ ۽ زراعت لاءِ ويندڙ پاڻيءَ جي زيان سان گڏ جملي پاڻي جي کاپي ۽ رسد جو حساب لڳائي ثابت ڪيو آهي تہ پاڪستان وٽ ايترو پاڻي ئي ڪونهي جنهن کي جمع ڪري. ڪالا باغ ڊيم ٺاهيو ويندو، هن منصوبي جي ماحولياتي اثرن وارو بحث الڳ آهي.

سو پنجاب کي جڏهن ٽيڪنيڪل دليلن سان لاجواب ڪيو ويو آهي تڏهن حڪمران جماعت جو هڪ اهم فرد چوي ٿو تہ ڪالا باغ ڊيم تي هاڻي ڪو سياسي فيصلو ڪرڻو پوندو! ڇا اها پاڪستان ۾ قانون جي حڪمرانيءَ جي جاءِ تي لاقانونيت جي حڪمراني ناهي؟

# سنڌوءَ ياترا

سنڌ سرڪار جو ثقافت وارو کاتو يارهن سالن جي مارشلائي دور ۾ ڪاموڙڪي ڪوڙڪي ۾ ته ـ تنگو قاتل رهيو. پوءِ جڏهن موجوده عوامي حڪومت ۾ ان کي ٿورو گهڻو آجپو نصيب ٿيو ۽ ڪجهه منهن ماٺيپي جهڙن آفيسرن کي ان ۾ پيرتي ڪيو ويو ته سرسواد واري ڪم جي به شروعات ٿي. سڀ کان اول ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ واري ڀٽائي جي رسالي تان سنڌ جي فوجي گورنر ڏانهن منسوب ڪيل مڪروه لفظ ميساريا ويا ۽ پوءِ ٻهريون دفعو ڀٽائي جي ميلي تي سنڌي ٻوليءَ جي ترقي پسند اديبن ۽ دانشورن کي مقالن ۽ مضمون پڙهڻ جي ڪوٺ ڏني وئي. ان سان گڏ ڀٽائي جي مزار تي مارشل لا دور ۾ ٽوڙي مروڙي لکيل ڀٽائيءَ جي هڪ بيت کي به صحيح ڪيو ويو جنهن ۾ دنيا جي ڪيترن علائقن ۽ خاص ڪري سنڌ تي وسڪاري ۽ سڪار جي دعا سان گڏ پنجاب جو نالو شامل ڪيو هو. اهڙي طرح سنڌ جي ماڻهن پاران چونڊيل صوبائي حڪومت جي ثقافت واري کاتي ڪيترائي ضروري قدم کنيا جنهن کي گذريل دور ۾ مجرمانه غفلت وسيلي نظر انداز ڪيو ويو هو. پر ان مان اهو تاثرونڻ نه گهرجي ته ڪو موجوده ثقافت واري کاتي اهو سمورو ڪم مڪمل ڪري ورتو آهي جيڪو ان کي ڪرڻ گهرجي. اڃا ته هن کاتي سنڌ جي جملي ثقافتي ماڳن مڪانن جو سروي نه ڪيو آهي جنهن کانپوءِ ئي انهن ثقافتي مرڪزن کي محفوظ ڪرڻ ۽ اتي ثقافتي سرگرميون هلائڻ جو ڪم ٿي سگهندو.

بهرحال ان سلسلي ۾ سنڌ سرڪار جي ثقافت واري کاتي جيڪو سڀ کان اهم ڪم ڪيو سو آهي، ”سنڌو درياءَ جو اڀياس“ ـ هي پروگرام 22 ڏينهن ۾ اٽڪ کان وٺي ڪيٽي بندر تائين مڪمل ڪيو ويو جنهن دوران سنڌوءَ جي هڪ دستاويزي فلم تيار ڪئي وئي ۽ هن تاريخي درياءَ جي ٻنهي ڪنارن تي آباد ماڻهن، ماڳن مقامن ۽ تهذيبي نشانن جو اڀياس ڪيو ويو. هي ڪم 14 ميمبرن تي جوڙيل هڪ ٽيم کان مڪمل ڪرايو ويو جنهن ۾ سنڌو درياءَ جي تاريخ جاگرافيءَ جا ڄاڻو ماڻهو، انجنيئر، دانشور ۽ صحافي شامل هئا. سنڌوءَ جي ياترا ڪندڙ هيءَ ٽيم رهڻ جي ٻن ٻيڙين ذريعي صوبي سرحد جي پشاور ضلعي ۾ اٽڪ جي پل لڳ ان جاءِ تان درياءَ جي پيٽ ۾ سفر شروع ڪيو جتي ڪابل درياءَ اچي اباسين سان ملي ٿو. پشتون علائقي ۾ سنڌو درياءَ کي اباسين چون جنهن جي معنيٰ آهي، ”وڏو درياءَ“ ـ هي سفر جن ٻن ٻيڙين تي شروع ڪيو ويو انهن مان هڪ ٻيڙيءَ جو نالو هو ”نوري“ ۽ ٻيءَ جو ”مورڙو“ ـ ٻيڙين تي سنڌ ڪلچر کاتي ۽ پرل ڪانٽيننٽل هوٽل جا نالا پڻ لکيل هئا جن جي مالي امداد سان هي پروجيڪٽ هلي رهيو هو. رهڻ جي ٻيڙين ۾ انجڻيون لڳل هيون جن جي رفتار ڪلاڪ ۾ ويهه ڪلوميٽر کن هئي ۽ ٻيڙين تي سوار سنڌوءَ

جي ياترين کي واٽر پروف ڪپڙا ۽ لائيف جيڪيٽون پاتل هيون ته جيئن ڪنهن حادثي جي حالت ۾ ترڻ جي هنر کان وانجهيل ماڻهو به ٻڏڻ کان بچي سگهي. هر ٻيڙيءَ ۾ چار يا پنج ماڻهو سنولائيءَ سان ويهي سفر ڪري پيا سگهن جن ۾ هڪ وڊيو ماسٽر، هڪ فوٽو گرافر ۽ هڪ تحقيق ڪندڙ ماڻهو لازمي شامل هوندا هئا. ٽيم جا باقي ماڻهو ٻن جيپن ۾ سنڌوءَ جي ڪناري تي ٻيڙين سان گڏ سفر ڪندا هئا ۽ انهن جو ڪم ساڳيو هيو ته اهي سنڌوءَ جي ڪناري تي قائم تاريخي جاين، شهرن ۽ ماڳن مڪانن توڙي مزارن جي فلم ٺاهين ۽ مختلف طبقن جي ماڻهن کان انٽرويو ڪندا رهن. خشڪي رستي سفر ڪندڙ ٽيم جي ميمبرن جو اهو به ڪم هو ته هو مختلف پتڻن تي ٻيڙين جي انجڻين لاءِ پيٽرول پهچائين ۽ ٻيڙين تي سفر ڪندڙن کي راشن پاڻي فراهم ڪن. پاڻيءَ جو ٺيڪو ته سنڌو درياءَ وٽ هو ۽ خاص ڪري ان علائقي ۾ جتي سنڌو پهاڙي علائقي مان گذري ٿي اتي سنڌس پاڻي شفاف ۽ ماڪيءَ جيان منو آهي. اڳتي هلي جڏهن متيءَ وارن ميداني علائقن ۾ داخل ٿئي ٿي اتي نديءَ جو پاڻي لڙاٽيل ٿيو پوي. سو اهڙي طرح سنڌوءَ جي سيني تي سفر ڪرڻ وارن ماڻهن کي اها سهوليت هئي ته اهي سنڌوءَ جو شفاف پاڻي پي ٿي سگهيا ۽ اهو پاڻي پي ڍؤئي نه ٿيندو هو. ڀٽائي جي ان مصرع وانگي ته: ”جي سمنڊ منهن ڪريان ته سرڪيائي نه ٿئي“. سنڌوءَ جو اپياس ڪندڙ ٽيم سان گڏ جيڪو ٻيو ضروري سامان گڏ هو ان ۾ ننڍا تنبو، سمهڻ لاءِ سليپنگ بيگ، ماني پچائڻ جا ٿانوَ ۽ ڪچو مال، ڪپڙن ڌوئڻ جو سامان ۽ ٻيڙين ۾ هوا ڀرڻ لاءِ هڪ وڏي سائيز وارو پمپ. سفر اڻانگو هو ۽ درياءَ بادشاهه جا وهڪرا به پنهنجي مرضي وارا هئا انڪري جيڪي ماڻهو ٻيڙين ۾ هوندا هئا انهن کي ان لاءِ هميشه تيار رهڻو هو ته جيڪڏهن ڪٿي ”عاشقن کي رات رڻ ۾ پئجي وڃي“ ته هنن وٽ رات گذارڻ جو مڪمل انتظام هئڻ گهرجي. البت ڪوشش اها هوندي هئي ته ٻيڙيون ۽ خشڪي تي هلندڙ گاڏيون سج لهڻ شرط ڪنهن هڪ جاءِ تي گڏجن ۽ رات گذاري سج اڀرڻ سان ٻيهر پنهنجو سفر شروع ڪن. سفر جو رستو اهڙو ٺاهيو ويو هو جو واري واري سان مختلف ماڻهو ٻيڙين ۾ سفر ڪن ۽ ڪنارن جو به اپياس ڪندا رهن.

سو اهڙي طرح 3 نومبر 1989ع سفر جو پهريون ڏينهن هو جڏهن اسان کي اٽڪ کان روانو ٿي خوشحال ڳڙهه پهچڻو هو ۽ پروگرام اهو هو ته خوشحال ڳڙهه کان ڪالا باغ، چشما بئراج، پپلان جو پتڻ، ڊيرا اسماعيل خان، ڪروڙ پتڻ، تئونسا بئراج، ڊيرا غازي خان، جامپور، منڻ ڪوٽ، ڪشمور، ڪنڌڪوٽ جو ٽوڙي بنگلو، سکر، موهن جو دڙو، سيوهڻ، ڪوٽڙي بئراج، جهرڪ، ٺٽو، ڳاڙهو شهر، ڪيٽي بندر ۽ پورٽ قاسم تائين رسجي. پورٽ قاسم سفر جي آخري اسٽيشن هئي ۽ اٽ 24 نومبر تي پهچڻو هو. سنڌوءَ جي پيٽ ۾ سفر ڪندي هڪ ڳالهه محسوس ٿي ته درياءُ واسينگ نانگ وانگي ور وڪڙ ڪندو وهندو رهي ٿو، ان ڪري سرحد صوبي مان سفر

ڪري پنجاب جي علائقي ۾ داخل پيو ٿجي ۽ وري هلندي هلندي پيهر صوبي سرحد جو علائقو پيو اچي. وري جڏهن پنجاب جو علائقو پار ڪري گڊو وٽ سنڌ ۾ داخل ٿياسون ته وري هيٺ درياءَ وڪڙ ڪري پنجاب جي علائقي مان ٿي سنڌ ۾ آڻي ڪڍيو. بهرحال اٽڪ کان ڪالا باغ شهر تائين سرحد صوبو مڪمل ٿي ويو ۽ ڪالا باغ کان هلندي بابا فريد جي نگري وارو پتڻ منڻ ڪوٽ پنجاب جو آخري پتڻ هو جنهن کانپوءِ موجوده جاگرافي وارو سنڌ جو علائقو شروع ٿيو جنهن ۾ درياءَ جو پيٽ ٺٽي ضلعي ۾ ڳاڙهو شهر لڳ "جنگي سر" نالي پتڻ تي اچي ختم ٿيو. هوندي ته سنڌوءَ جو پيٽ ڪيٽي بندر يا ان کان به اڳتي هوندو هو پر هن درياءَ تي بئراجن ۽ ڊيم ٺهڻ کانپوءِ ان جي وهڪري ۾ جيڪا گهٽتائي آئي آهي ان جي نتيجي ۾ سمونڊ جو وڪرو اوپارو اچي "جنگي سر" جي پتڻ تي درياءَ جو اڳ ٿو وٺي. گذريل ڪجهه سالن دوران جڏهن درياءَ مان پاڻي سڪي ويو وسڪارا نه ٿيا هئا ۽ تر ۾ ڏڪار هلي رهيو هو تڏهن سمنڊ جو پاڻي ٺٽو شهر ۾ ٽپي حيدرآباد ڏانهن ڌوڪي اچي رهيو هو جنهن ڪري جر کارو ٿي ويو هو ۽ زرعي زمينون تباهه ٿي ويون هيون. هن سفر اسانکي اهو موقعو فراهم ڪيو هو جو اسان رٿيل ڪالا باغ ڊيم جو تفصيل سان جائزو وٺي سگهياسين جنهن بابت هونئن ته اڪيچار تفصيل معلوم ٿيا. البت اها ڳالهه چڱي طرح سمجهه ۾ اچي وئي ته جيڪڏهن ڪالا باغ ڊيم تعمير ڪيو ويو ته پوءِ درياءَ جي پڇاڙ ۾ پاڻيءَ جي وهڪري ۾ بي انتها گهٽتائي ايندي جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جو ڏاکڻيون حصو حيدرآباد تائين تر جي رڻ پٽ وانگي کارو ٿي ويندو ۽ ويراني ڦهلجي ويندي.

اٽڪ کان ڪيٽي بندر ۽ پورٽ قاسم تائين درياءَ جي پيٽ ۾ سفر ڪندي جيڪي اڻ وسرندڙ ۽ نهايت اهم مشاهدا ٿيا انهن مان مختصر طور ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا.

1. پهاڙي علائقي سان وهندي سنڌوءَ کي جيڪو فطرت حسين بخشيو آهي ان جي تصوير چٽڻ لفظن جي وس جي ڳالهه ناهي. ان سلسلي ۾ سنڌ ڪلچر کاتي 50 کن وڊيو ڪئسٽون ۽ به سئو ڪئميرا جا فلم تيار ڪيا آهن جن کي ڏسي ڪجهه اندازو ٿي سگهي ٿو.

2. اٽڪ کان ڊيرا اسماعيل خان تائين صوبي سرحد ۾ سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن تي هندڪو ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. ڊيرا اسماعيل خان کان وٺي وري منڻ ڪوٽ تائين سرائيڪي ٻوليءَ جو راڄ هو ۽ ڪشمور کان وٺي ڪيٽي بندر تائين سنڌي ٻوليءَ جي بادشاهي آهي. پر جيڪڏهن غور سان جائزو وٺبو ته هندڪو ۽ سرائيڪي معمولي ڦير ڦار سان سنڌي ٻولي جا ئي لهجا معلوم ٿيندا. مثال طور، "اورتي آ ۽ پرتي وڃ" وارو جملو هندڪو زبان ۾ اسان ماڻهن کي ڳالهائيندي ٻڌو ۽ سوچي رهيا هئاسون ته واقعي جيڪڏهن سنڌ لفظ ڦري هند ٿيو آهي ته هندڪو برابر

سنڌڪو ٻولي آهي ۽ سرائيڪي لفظ جي معنيٰ ئي آهي "سري جي زبان" يعني اتر سنڌ جي ٻولي. سو بدر ابڙي ۽ مون تہ هڪ اهو بہ نتيجو ڪڍيو تہ سنڌو جتان بہ وهي ٿو اتي صرف سنڌي ٻولي ٿوري ڦير ڦار سان ڳالهائي وڃي ٿي.

3. صوبي سرحد ڪان وٺي پنجاب ۽ سنڌ ۾ هن درياءَ جي ساڄي ڪناري تي هنڌ هنڌ سنڌو ماٿريءَ جي موهن جي دڙي واري عظيم تهذيب جا پراڻا آثار ۽ ڪندر ملن ٿا جن مان ڪجهہ تاريخي ماڳ اسان پاڻ ڏٺاسين ۽ اتان ٺڪريون، ٺڪر جا رانديڪا، مڻيا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي اهڙيون شيون ميڙي ڪٺي آياسون جيڪي جيڪڏهن موهن جي دڙي واري ميوزم ۾ رکجن تہ ڪو بہ نہ چئي سگهندو تہ انهن جو سنڌ واديءَ جي تهذيب سان تعلق ناهي. ان مان نتيجو اهو نڪتو تہ موجوده پاڪستان جي اتر واري چوٽيءَ ڪانوٺي آخري حد تائين وارو علائقو موهن جي دڙي ۽ هڙپا واري سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب وارو علائقو آهي.

4. سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن تي اٽڪ ڪان وٺي ٺٽي تائين ساڳي نسل، رنگ ۽ سماجي حالت وارا هڪڙا خانا بدوش ماڻهو رهن ٿا جن کي پنجاب ۾ چون "ڪيل" ۽ هتي جهبيريا باگڙي. اسان جو خيال آهي تہ اهي ماڻهو دراوڙي نسل جا آهن ۽ سنڌو ماٿريءَ جا اوائلي انسان آهن جن کي آرين جي اچڻ کانپوءِ گهٽ حيثيت ڏئي ڌڪاريو ويو آهي. ترم رهنڊڙ ڪولهي، ڀيل ۽ مينگهواڙ پڻ موهن جي دڙي جا اصل وارث آهن ۽ انهن سيني ماڻهن جا وصف موهن جي دڙي واريءَ نچڻيءَ يعني ڊانسنگ گرل وارا آهن. رنگ ڪارو، چپ ۽ نڪ ٿلها ۽ پورو سارو.

5. تربيلا ڪان وٺي ڪالا باغ واري علائقي تائين سنڌوءَ جي ٻيٽ مان سون ملي ٿو. سنڌوءَ مان سون حاصل ڪندڙ ماڻهو تنين جا ڳوٺ اڏيو ويٺا آهن ۽ زالين مڙسين سون جمع ڪري رهيا آهن. هنن اسان کي سنڌوءَ جي واريءَ مان سون ڪڍي ڏيکاريو جيڪو اسان پنهنجين اکين سان ڏٺو ۽ ان جي فلم تيار ڪئي سون. البت هنن ماڻهن اسان کي ٻڌايو تہ ڪالا باغ ڊيم جي تعمير کانپوءِ هن علائقي مان سون ملڻ بند ٿي ويندو. هنن جو چوڻ هو تہ جڏهن تربيلا ڊيم نہ ٺهيو هو تڏهن تربيلا کان اتر ۾ بہ سون ملندو هو. سو سنڌوءَ جي نڙيءَ تي ڊيم ٺاهي ننهن ڏيڻ سان درياءَ مان سون جي پيداوار پڻ ان حد تائين متاثر ٿئي ٿي.

6. درياءَ جتي سمنڊ ۾ ڇوڙ ٿو ڪري اهو سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو تاريخي علائقو ڏسڻ وٽان آهي. هتي سنڌو هڪ ڏکي، جهوني ۽ ٿلهي وڻ جي ٿڙ وانگي بيشمار پاڙون ٿو ڪڍي ۽ انهن ڇاڙن ذريعي وهي وڃي ٿو سمنڊ ۾ پوي.

سنڌوءَ جي ياترا ڪرڻ واري 14 ميمبرن جي ٽيم ۾ خالد سمون ۽ ارشد نالي بہ ڊرائيور هئا. ٽيم جو ليڊر سنڌ ڪلچر کاتي جو ڊپٽي سيڪريٽري ڪليم لاشاري هو ۽ ڊپٽي ليڊر اشتياق انصاري انجنيئر هو. هن کان علاوه ايڪسپيڊيشن جو هڪ ماهر اعظم جعفر، مون کان علاوه اديب ۽ صحافي بدر ابڙو، وڊيو ماسٽر

ڪريم ميمڻ، فوٽو گرافر محمد علي قادري، ٻه سنڌي شاگرد سيد انتخاب حسين شاهه ۽ اشفاق لنڊ، هڙپا جو هڪ نوجوان زبير فاروقي، لاهور جو شبير عباس ۽ ڪراچيءَ جي هڪ پراڻي سنڌي خاندان جو نوجوان نديم قمرالدين شامل هئا.

هن سفر دوران اسان جي آجيان صوبي سرحد ۽ صوبي پنجاب ۾ سرڪاري عملدارن ڪئي ۽ سنڌ ۾ آفيسرن کان علاوه اسان کي خيرپور ۾ شاهه لطيف يونيورسٽي، ڄامشوري ۾ سنڌ يونيورسٽي ۽ مهراڻ يونيورسٽي جي استادن ۽ شاگردن آجياڻو ڏنو. پورٽ قاسم تي ينگ انجنيئرس ايسوسيئيشن، پورٽ قاسم جي سربراهه ۽ سنڌ ڪلچر کاتي جي خاتون سيڪريٽري مئڊم مهتاب اڪبر راشدي آجيان ڪئي ۽ اسان کي تحفا ڏنا.

(11 ڊسمبر 1989ع)

# ٻندرِجان پيئي، تان سُڪاٽِيئامَ سُمهو

سنڌ جي سامونڊي ٻندر کي تاريخ جي مختلف مرحلن تي نوان نوان خطرا مُنهن پيا آهن ۽ هر دفعي حال سارو سنڌين ان جي مزاحمت ڪئي آهي ۽ حملي آور ڌرين سان مهاڏو اٽڪايو آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته يورپ جي فاتحن کي اهو ڏسي اچرج ٿيو هو ته هند ۽ سنڌ پنهنجي سامونڊي ڪناري جي حفاظت لاءِ ڪي به اپاءَ نه ورتا هئا. پورچوگيزن پاران ٺٽي جي بندر تي جنگي حملو ۽ قتل عام اٺويهين صديءَ جو واقعو آهي جڏهن ته قديم ماضيءَ ۾ سمنڊ کان سنڌ تي ڌارين جا حملا تاريخ جا عام واقعا تصور ڪيا وڃن ٿا.

هاڻوڪي دور ۾ سنڌ جي سامونڊي ڪناري تي ڌارين جو قبضو ڪنهن جنگي عمل جي نتيجي ۾ نه ٿيو آهي پر ان جو وڏو ڪارڻ اهو به آهي ته سنڌين پنهنجي سامونڊي ڪنارن جي حفاظت لاءِ ڪجهه نه ڪندي ڇڻ ته ان مان هٿ ئي ڪڍي ڇڏيا آهن. جنهن ڪري بنگالين، برمين، ويٽنامين ۽ بهارين ننڍا ٻتيلا خريد ڪري ڪراچي کان شاهبندر تائين ۽ منوڙو کان سِيرَ ڪاريءَ تائين سنڌ جي سامونڊي ڪناري تي پنهنجو مڇيءَ جو ڪاروبار ڄمائي مڪمل قبضو ڪري ورتو آهي.

ڪراچيءَ جي ابراهيم حيدريءَ ۾ اوچتو ئي اوچتو بنگالين ۽ بهارين جي آباديءَ ۾ ايترو اضافو ٿي ويو جو مقامي سنڌي ماهيگير اقليت ۾ تبديل ٿي ويا. ان تي تشويش بعد سنڌي ماهيگيرن ابراهيم حيدريءَ مان غير قانوني طوري سنڌ ۾ داخل ٿيندڙ ۽ هتي آباد ٿيندڙ بنگالين ۽ بهارين کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ته اتان ويجهو لٺ بستي نالي ڳوٺ جي هڪ طاقتور ماڻهو انهن مان ڪيترن ڌارين کي پناهه ڏيئي وري پاڻ وٽ رکيو.

هي اهو وقت هو جڏهن بينظير حڪومت ڪراچيءَ مان غير قانوني باشندن کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ انهن خلاف گهيرو تنگ ڪيو هو. ان جي مزاحمت ڪندي بنگالين، بهارين ۽ ٻين غير قانوني باشندن ڪراچي بندر تي هڙتال ڪئي جنهن ڪري فشريز جو ڪاروبار ٺپ ٿي ويو. ان صورتحال کي وري به مقامي ماهيگيرن سنڀاليو جن مڇيءَ جو ڪاروبار جاري رکي ڪراچي بندر تي ڪاروباري زندگي موٽائي آندي. ان وقت پتو پيو ته ڪراچي هاربر اٿارٽي ۽ ڪراچي فشريز ۾ پنجابي، پٺاڻ ۽ مهاجر واپاري جو ڪيترو زور هو ۽ انهن جي ئي آشيرواد سان غير قانوني باشندا چوريءَ ملڪ ۾ داخل ٿي سنڌ جي ڪناري تي قابض ٿي ويا هئا. اهي ئي طاقتور حلقا اوسي پاسي جي سنڌي ماڻهن کي پنهنجي پاسي ڪرڻ لاءِ لالچون ۽ ڌمڪيون استعمال ڪرڻ لڳا، جن ۾ هو ڪجهه ڪجهه ڪامياب به ٿيا.

۽ ان ڪانپوءِ سنڌ جي سامونڊي ڪناري تي هڪ ٻي تبديلي آئي. سنڌ حڪومت. "ڪراچي فشرمين ڪو آپريٽو سوسائٽي"، ٽوڙي ڇڏي جيڪا انگريزن جي دور ۾ قائم ڪئي وئي هئي ۽ جنهن جي ڪوشش سان ڪراچي بندر تي مقامي سنڌي ماهيگيرن جي ٿوري گهڻي سار سنڀال لڌي ويندي هئي. ماهيگيرن جي هي سوسائٽي ان وقت ٽوڙي وئي جڏهن ان جو چيئرمين هڪ سنڌي هو. ان تي احتجاج ٿيو ۽ سنڌ جي سامونڊي پٽي جي ماڻهن ڪيترا جلوس ڪڍي اهڙي فيصلي جي مخالفت ڪئي.

پر حڪومت اهڙي جمهوري احتجاج جو نہ رڳو نوٽيس نہ ورتو پر الٽو ڪراچيءَ جي سنڌي ماهيگيرن جي اڳواڻ محمد علي شاهہ کي گرفتار ڪري ورتو جنهن جو وجود موجوده ڪرپٽ سياسي ۽ معاشي نظام ۾ هڪ سماجي معجزو آهي.

ايم ڪيو ايم _ مسلم ليگ اتحاد واري هاٽوڪي حڪومت سنڌ ۾ سنڌي_مهاجر ڀائيچاري جي ڳالهہ ڪندي رهي آهي، ان کي محسوس ڪرڻ گهرجي تہ سنڌ جي سامونڊي پٽيءَ جي سنڌي اڳواڻ کي ايم ڪيو ايم_مسلم ليگ حڪومت ۾ گرفتار ڪرڻ سان سنڌي_مهاجر ڀائيچارو مضبوط ٿي نہ سگهندو. اجا بہ ايئن چئجي تہ ڪراچي جي بندر تي مقامي ماهيگيرن مان بيچيني محمد علي شاهہ جي آزاديءَ ڪانسواءِ دور نہ ٿي سگهندي، ڇاڪاڻ تہ هي اهو عوامي خدمتگار آهي، جنهن پاڻ وڃائي ٻين جي شيوا ڪرڻ کي پنهنجي سياسي تصوف جو اصول ٺاهيو آهي.

سو سنڌ جي بندر تي وري خطرو لامارا ڏئي رهيو آهي. اتان سنڌين کي پاسيرو ڪرڻ جون ڪوششيون ٿي رهيون آهن ۽ اسان سنڌي ڀهراڙين جي هوٽلن تي اڳي جلال چانڊيئي ۽ هاڻي ڊش انٽينا سان دل وندرائي رهيا آهيون.

شايد ان ڪري ۽ اهڙي ڪنهن صورتحال ۾ پٺائي چيو هو تہ، "بندرِ جان پئي (پٺُو يا خوف)، تان سڪاڻٺان مَ سمهو— ڪپر تو ڪُن ڪَري، جيئن مانڊيءَ منجهہ مَهي_ايڏو سور سهي، ننڊ مَ ڪجي ناڪَٺا".

ان ڪري ضروري آهي تہ سنڌ جي ديگهہ ويڪر ۾ غربت جي گهاٽي ۾ پيڙجندڙ لکين ماڻهو جيڪي بيروزگار بہ آهن سي سنڌ جي اتر، وچولي، ڪاڇي، ڪوهستان ۽ ٿر مان هجرت فرمائي سنڌوءَ جي ڊيلٽائي علائقي ۾ وڃن ۽ اتي وڃي مڇي ماري مڇي ماڻيءَ وارا ٿين. اهڙي ڪنهن سماجي اٿل پٿل ۽ جاڳرتا ڪانسواءِ سنڌ جي سامونڊي پٽيءَ تي سنڌين جي تاريخي حق جا بنياد لڏندا ئي رهندا.

ها، پر جي ڪو سنڌي چوي ٿو تہ هن کي مڇي مارڻ نہ ايندي آهي تہ هو ڪُوڙ ٿو ڳالهائي ڇاڪاڻ تہ درياءَ جي ٻن ڪنارن تي رهندڙ ماڻهن کي ٻيو ڪجهہ نہ آيو تہ مڇي مارڻ تہ ضرور ايندي. ان ۾ شڪ ناهي تہ سمنڊ ۾ مڇي مارڻ جو پورهيو تمام سخت آهي. لانچن ۽ هوڙهن جا مالڪ ناڪئو ۽ مڇي ماريندڙ پورهيتن کي اونهي سمونڊ ۾ ڏهن کان پندرهن ڏينهن لاءِ ڪاڌ خوراڪ ۽ پاڻي ڪانجهي ساڻ ڏئي

موڪلي ڇڏيندا آهن. ان دوران سمنڊ ۾ ڪواوڪو سمو بہ ايندو هوندو ۽ ماهيگيرن لاءِ حالتون خراب بہ ٿينديون هونديون، پر ڇا ڪجي، هن وقت صورتحال اهڙا آهي تہ هزارين وڏيڪ سرڪاري ملازم بيروزگار ٿيٺا آهن جنهن ڪري خانگي پورهئي ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ناهي.

ان سان گڏ فش هاربر، ڪراچي فشريز ۽ ٻين ادارن ۾ سنڌين جي موجودگيءَ جو پڻ بندوبست ٿيڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ ان ڪانسواءِ ڪراچي بندر کي سنڀالڻ ڏکيو ٿي پوندو. ان لاءِ مڇيءَ جي واپار ۽ ٻيڙين ٺاهڻ واري صنعتن ۾ ملوث ٿيڻ ضروري آهي.

سنڌ ۾ ٻيڙي ٺاهيندڙ ڪاريگر واڍن جو تعداد گهٽ ناهي، منڇر ڍنڍ تي ئي ڪيترائي ڪاريگر رهن ٿا، پر ان جي باوجود خود منڇر ڍنڍ تي، سکر وٽ ۽ ڪراچي جي ساموندي پٽيءَ تي ڪم ڪندڙ ڪيترا ڪاريگر پنجاب ڪان آيل آهن.

سنڌ جي ٻيڙين ٺاهڻ واري صنعتن کي ڪاپاري ڌڪ سنڌو درياءَ تي ٺهڻ وارن ڊيمن ۽ بئراجن هنيو آهي. ڇاڪاڻ تہ ان سان پاڻي گهٽجي ويو، جنهن سان مڇي ۽ ٻيڙين جي پئداوار بہ گهٽجي وئي، ڪو زمانو هو جڏهن سنڌوءَ جي ڊيلٽائي علائقي جا ڳاڙها چانور پرڏيهہ ڏانهن بر آمد ڪيا ويندا هئا جنهن جي موٽ ۾ ايشيا، آفريقا ۽ يورپ مان مختلف مال اچي ديبل بندر، ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر تي لهندو هو. پر هاڻي ذري گهٽ صورتحال پناڻيءَ جي هن سٽ جيان آهي تہ، ”نہ ڪا بوءِ بازار ۾، نہ ڪا ڇلڙ ڇٽَ — جتي ڏٺيرن جي اڳي هئي اُڪٽ — سي پڙ پسيو ڀَٽ، ماڻهو وڃن موٽيا.“

# سنڌ جي ڏڪار جو ملير جي مورچي تان مقابلو

هن وقت سڄي سنڌ ڏُڪار جي لپيٽ ۾ آهي، گذريل پنجن سالن کان ٿر ته وسڪارو نه ٿيو آهي، جبلن تي مينهن نه پيا آهن. ڪاڇو جنهن کي جابلو نديون ۽ برساتون آباد ڪنديون آهن سو سوڪهڙي ۾ ورتل آهي ۽ درياهي ڪڇي ۾ پنجن سالن کان ٻوڏ نه ٿي آهي جنهن ڪري مال جي جُوءِ تباهه ٿي وئي آهي.

گذريل ڊسمبر مهيني جي اڌ ڌاري ڊان گروپ جي هيرالڊ مئگزين لاءِ اسٽوري ڪرڻ جي سانگي جڏهن ٿر وڃڻ ٿيو تڏهن ايندي ويندي رستي تي قافلا مليا جيڪي بئراج وارن سنڌ جي سرسبز علائقن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪري رهيا هئا. اتان جمع ڪيل معلومات مطابق ٿر جا 75 سيڪڙو هاري يعني پيل، ڪولهي ۽ مينگهواڙ وغيره ڏڪار وگهي ٿر مان لڏپلاڻ ڪري چُڪا آهن.

سنڌ جي جبلن جي حالت به ٿر کان گهٽ ناهي. اتي به زندگي وسڪاري سان آهي. گذريل پنجن سالن جي سوڪهڙي سبب ماڻهن انهن جابلو ندين جي سڪي ٺوٺ ٿي ويل پيٽ ۾ پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ ڪچيون کوهيون کوٽيون آهن، جتان جو زوردار وهڪرو پربت لوڙهي ايندو هو. هتي فصل ته نه سگهيا آهن ۽ مال چاري لاءِ سائي پن ڪاڻ سِڪي رهيو آهي. سو ٿر کانپوءِ سنڌ جي جبلن مان پڻ انساني آباديءَ جي لڏ پلاڻ جون خبرون اچي رهيون آهن.

الهندي سنڌ وارن جبلن ۽ سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪناري وچ ۾ لکين ايڪڙ ڪاڇي جي زمين پڻ جبلن تي مينهن نه پوڻ سبب سڪي ٺوٺ ٿي وئي آهي جتان پڻ ماڻهو لڏي اوپر طرف سنڌ جي بئراج وارن علائقن ڏانهن مال ڪاهي اچي پهتا آهن.

درياءَ جا ٻيئي ڪنارا پٽپانگ ٿي ويا آهن ڇاڪاڻ ته اتر ۾ سنڌو جي نڙيءَ تي ننهن ڏنو ويو آهي جنهن ڪري سنڌ ڏانهن پاڻي اچي ئي نه ٿو جنهن ڪري سنڌ جي زراعت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي. سنڌ ۽ پنجاب جون حڪومتون پاڻي جي تڪرار تي ڪڏهن هڪٻئي تي جُلهون ڪن ٿيون ته وري ڪڏهن وفاق جي موچڙي جي ڀوَ کان ٺهي وڃن ٿيون. ان جو بهرحال سنڌ جي ڏڪار تي ڪو به اثر نه پيو آهي. هاڙهو ڪو ربيع جو فصل (ڪڻڪ، ڪمند وغيره) پوکڻ جو وقت آيو ته سنڌ جي آبپاشي حاڪمن فرمايو ته پاڻي جي کوٽ ٿيندي ان ڪري آبادگار فصل سنيالي پوکين ـ ۽ هاڻي سرڪار سگهوري فرمائي ٿي ته ايندڙ خريف جي فصل (ڪپهه — ساريون وغيره) لاءِ پاڻي جي پڪ ڏئي نٿا سگهون ـ بهرحال هينئر تائين

اها حقيقت تصديق ٿيل آهي تہ پنجاب سنڌ جو گهٽ ۾ گهٽ ٿي سيڪڙو پاڻي چورائي ويو آهي.

سنڌ جو ڏڪار رڳو ٿر جبل، ڪاڇي ۽ ڪڇي ۾ ئي ڪونهي پر سامونڊي پٽي تي ۽ پنج هزار چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل سٺ لک هيڪٽرن واري علائقي انڊس ڊيلٽا ۾ پڻ آهي. سنڌوءَ جو ڊيلٽائي علائقو جنهن کي "ڪارو"، بہ چئجي (ڪاري ڪيڙائي مٽي مِٽي موٽيا _ پٽائي) ۽ درياءَ جي پڇاڙ وارو علائقو بہ چئجي (اسان ماڻهو لاڙ جا _ درياءَ جي پڇاڙ جا _) اتي مڇيءَ جو ڏڪار آهي. هڪ اندازي مطابق 70 سيڪڙو مڇي جو شڪار گهٽ ٿي ويو آهي. ان جو ڪارڻ بہ سنڌو درياءَ ۾ پاڻي جي کوٽ آهي.

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ جي ڪوٽڙي بئراج وٽان 150 ايم اي ايف (ملين ايڪڙ فٽ) پاڻي وهندو هو اتر ۾ بئراجن ۽ ڊيمن ٺهڻ سبب گهٽجي وڃي 35 ايم اي ايف بچيو. 1991 ع واري پاڻي جي ٺاهہ (جام صادق جي صحيح ٿيل) مطابق سامونڊي جيوت کي زندهہ رکڻ لاءِ 10 ايم اي ايف پاڻي منظور ڪيو ويو پر عملي طور 3 ايم اي ايف کان وڌيڪ پاڻي نہ آيو.

ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو انڊس ڊيلٽا جي پندرهن لک ايڪڙ زمين سامونڊي پائيندڙ تباهہ ڪري ڇڏي آهي. ڳاڙهن چانورن جو فصل بلڪل ختم ٿي ويو آهي ۽ پلو مڇي جنهن تيءَ پاڻي جو ديوتا (جهولي لال، خواجا خضر) سواري ڪندو آهي، سو جامشوري کان مٿي تہ اڳي ئي ختم ٿي ويو هو، هاڻي سمنڊ کان ڪوٽڙي پل تائين بہ تمام گهٽ مري ٿو. ڊيلٽا ۾ مٺي پاڻي نہ هجڻ سبب دنيا جو ستون وڏي ۾ وڏو تمر جو ٻيلو تباهہ ٿي رهيو آهي، سمنڊ ڪناري تي چڙهت ڪري رهيو آهي جنهن ڪري سنڌ جو مٺو ڄڙ، ڪڙو ٿي رهيو آهي ۽ اهڙي ماحولياتي قيامت ڏکڻ کان ڏکيندي اتر ۾ ٺٽو ٽپي حيدرآباد جي ويجهو پهچي وئي آهي.

۽ سنڌ جو اهو ڏڪار ڪراچيءَ ۾ بہ آهي _ ڪراچي جو شهر ٻن جابلو ندين _ ملير ندي ۽ لياري ندي تي ٻڌل آهي _ چون ٿا تہ سيوهڻ (سيوستان يا شِوَ آستان) مان آيل هڪ هندو واپاري اچي سمنڊ جي ڪناري تي پنهنجي هڪ واپاري ڪوٺي قائم ڪئي هئي جتان ڏيساور سان واپار ڪندو هو. هن پنهنجي واپاري مرڪز چوڌاري هڪ ڪوٽ ٻڌرايو جنهن کي ٻہ در هئا _ هڪ ميٺادر ۽ ٻيو کارادر _ ڪوٽ جو ميٺادر اوڀاهن هوندو هو جيڏانهن ملير ندي ۽ لياري ندي مٺو پاڻي کڻي اينديون هيون ۽ کارادر سمنڊ واري پاسي هوندو هو _ انهن نالن وارا علائقا اڄ بہ ڪراچيءَ جي لياري واري علائقي ۾ موجود آهن.

سو جيئن تہ ڪراچيءَ جو شهر ٻن جابلو ندين تي ٻڌل آهي ۽ گذريل پنجن سالن کان سنڌ جي جبلن تي مينهن نہ پيا آهن، ان ڪري ڪراچي جي جابلو ندين ۾ بہ پاڻي نہ آيو آهي ۽ مٿان وري ڪراچي ۾ گهڻ _ ماڙ عمارتون ٺاهڻ جي انڌيءَ لالچ

۾ ندين جي پيٽ مان ريتي بجري ڪڍڻ وارو هاڃو جاري آهي. ان ڪري اتي ڏڪار وڏيڪ ايڏائيندڙ ٿي ويو آهي.

اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪراچي جي ايڪڙن وارن ايئرڪنڊيشنڊ بنگلن ۾ رهندڙ پاڪستاني انگريزن ۽ غير سنڌين کي ان جو اندازو نه ٿيندو هجي.

ڌريـان ٿـبي ڌار، جـي وڃي وڻ جـدا ڪـيـا،
تن سُڪن کهڙي سارَ، ته ڪي اُٺا مينهن ملير ۾

سو ڪراچيءَ جي ملير ۾ يا وادي ملير جي ڪراچي شهر ــ پٽائي جي چوڌاري جيڪا انساني مخلوق رهي ٿي ۽ جنهن زمين تي رهي ٿي، اتي ڏڪار ماڻهن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي ـ اڳي ملير باغن جو علائقو هو ـ سُر سسئي ـ پنهونءَ ۾ پٽائي هڪ هنڌ چيو آهي : ”لائيندي‌س لڱن کي مليران ميندي ـ“ مارئيءَ جو ملير ٿر ۾ ۽ سسئي جو ملير هاڻي ڪراچيءَ ۾ آهي. سو سسئيءَ واري انهيءَ ڪراچيءَ جي ملير ۾ هن وقت شديد ڏڪار آهي. پاڻي جي سطح 600 فٽن کان 1000 فٽن تائين هيٺ هلي وئي آهي، ساوڪ غائب ٿي وئي آهي. فصل ٿيڻ جو ته سوال ئي ڪونهي پر هاڻي ته وڻ به سُڪڻ لڳا آهن ـ تازو ملير جي علائقي ۾ باغن جي ويران ٿيڻ سبب زرعي مزورن جو وڏو تعداد لڏپلاڻ ڪري ٺٽي ضلعي ڏانهن هليو ويو آهي. فصلن نه ٿيڻ سبب ماڻهو شهر ۾ مزدوري ڪري پيٽ پالي رهيا آهن، جيڪا خوشحالي ناهي، بس جيئڻ جو بندوبست آهي.

ملير ۾ هن وقت ٿوري گهڻي ساوڪ اتي آهي جتي هيٺ ٿي سهي پر ڇَپَر ۾ پاڻي آهي. پران پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ بجليءَ جو جيڪو خرچ آهي ۽ واپدا جا جيڪي هاڃا آهن انهن جو حساب لڳائجي ته ته اندازو ٿئي ٿو ته ڪراچي جي زراعت مهانگو سودو آهي ـ يعني پاڻي جي کوٽ سبب هتي فصل پوکڻ هاڻي گهڻو مهانگا ٿي ويا آهن ۽ خرچ آمدنيءَ کان وڌي ويو آهي جنهن ڪري پئسي وارا ماڻهو به زراعت ڪري نه ٿا سگهن ته غريبن جو ڇا حال هوندو. ٿر ۽ ڪوهستان، ڪڇي ۽ ڪاڇي جا ماڻهو ان تي هريل آهن ته آسمان مان مينهن وسندو ۽ درياءُ ٻوڏ ڪندو ته بس ڇٽ ڪيڙ سان ئي خوشحالي اچي ويندي ـ سو اهي ماڻهو جن ملير جو سرسبز ماضي ڏٺو هو سي اڄ ڏاڍا ساهه ڪٺي رهيا آهن. ان دوران هنن جي اندر مان موروثي درد جي هڪ اهڙي سيسراٽي نڪري اچي ٿي جيڪا ان رت جي پيداوار آهي جيڪو ڏهه هزار ورهين جي سُڪهڙي ۽ ڏڪار مانُ جُڙي راسُ ٿيو آهي. سنڌ جي انهيءَ درد جون سيسراٽيون ٿرُ، ڪوهستانُ، ڪاڇي، ڪڇي ۽ ڏيلتا جي سنڌين سان مُلّي محسوس ڪري سگهجن ٿيون.

بهرحال هن وقت اهم سوال اهو آهي ته سنڌ جي ڏڪار کي مُنهن ڪيئن ڏجي؟ اڳي حڪومتون، ”مائي ـ باپ“ هونديون هيون ۽ ماڻهو قدرتي آفتن دوران انهن ڏانهن ڏسندا هئا. هاڻي ”اهي ٽُنيا ئي ويا، جيڪي گهڻيا ڏيندا هئا.“ وارو زمانو اچي

ويو آهي.

سو هاڻي جڏهن سنڌين تي فطرت توڙي انسان ٻئي ناراض ٿي چڪا آهن، يعني نه مينهن وسي ٿو ۽ نه حڪومت درياءَ ۾ پاڻي ڇڏي ٿي، تڏهن سنڌ جي ڏڪار جو حل ڪهڙو ڪيجي؟ ان مسئلي جو اصل حل ته پيتائيءَ جي اها اڌ سٽ آهي جنهن ۾ هن چيو هو ته، ”قادرا ڪرين ڪرم، ته ان جي وطن تي وس ٿئي!“، پر جيستائين وسڪارو ٿئي تيستائين ڇا ڪجي؟

ماهرن جو چوڻ آهي ته ان مسئلي جو حل جبل ۾ ننڍا ڊيم ۽ ميداني علائقي ۾ ٽيوب ويل هڻڻ آهن_ جبل ۾ ننڍا ننڍا ڊيم ٺاهي برساتن جي پاڻيءَ کي روڪجي ۽ ميداني علائقن ۾ ٽيوب ويل هڻي پاڻي ڪڍي فصل پوکجن. ٽيوب ويل هڻڻ لاءِ هڪ ته بجلي گهرجي ۽ ٻيو سنڌ ۾ گهٽين جاين تي ڄڙ ڪارو آهي يا پاڻي تمام هيٺ آهي جنهن ڪري اهي ٻئي ڪم عام ماڻهو پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي ورلي ڪري سگهن ٿا_ ان لاءِ حڪومت جي سهڪار جي هر صورت ۾ ضرورت پوندي.

جبل ۾ ننڍا ڊيم ٺاهي ڏڪار جو مقابلو ڪرڻ وارو تر ۾ ٿيل تجربو ڏاڍو ڪامياب ويو آهي_ تر جي ڪارونجهر جبل مان وسڪاري ڪانپوءِ اٺ وڏيون ۽ چار ننڍيون نديون وهي هلنديون آهن_ انهن ٻارهن ندين مان ٻن ندين تي هڪ اين جي او ننڍڙا ڊيم ٺاهيا آهن جن تي خرچ به في ڊيم ٻه لک جي لڳ ڀڳ لڳو آهي. ۽ ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو ڇهن ڪلوميٽرن جي علائقي ۾ پاڻي گڏ ٿي ويو آهي جنهن ڪري کوهن ۾ پاڻي جي سطح وڌي وئي آهي ۽ گذريل ڊسمبر ۾ اسان کي ٻڌايو ويو ته ننگرپارڪر جي ڪاسبي ۽ آڏيگام واري علائقي ۾ هڪ سو ٽيوب ويل ڊيزل تي هلن ٿا جنهن ڪري ڪٽڪ جي ساوڪ نظر ڪٿي وڃڻ تائين موجود آهي. اسان اهو نظارو ڏٺو ۽ دل چيو ته جيڪر سنڌ جي سمورن جبلن ۾ ننڍڙا ننڍڙا ڊيم هجن ته هوندو ڏڪار جا ڏند کٽا ڪري سگهجن ٿا.

ڪراچيءَ جي ملير واري علائقي ۾ اهڙي خواب جي تعبير لاءِ آخري بينظير حڪومت دوران اتان جي ايم پي اي حڪيم بلوچ ترجي ڏاهي حاجي رسول بخش بلوچ توڙي ٻين ڪيترن سڄڻ ماڻهن جي ڪوشش سان، ”ٿڏو ڊيم“، واري رٿا جوڙي وئي.

ملير جي ديهه گڏاپ ۽ ديهه ٻولهاري جي جبلن مان نڪرندڙ ٿڏو نئن تي هڪ ڊيم تعمير ڪرڻ لاءِ 9 ڪروڙ رپين جي خرچ سان 1995ع ۾ هڪ رٿا تي ڪم شروع ٿيو_ پر اڃا ڊيم جا بنياد مس تعمير ٿيا ته 1996ع ۾ پ پ حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو.

سنڌ حڪومت جي آبپاشي کاتي، ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ڪراچي ۽ درساڻو چنو يونين ڪائونسل جي پئسن ۽ مقامي ماڻهن جي عملي سهڪار سان

ٺهندڙ ٿڏي ڊيم جو ڪم 1996ع ۾ بند ٿي ويو. ابتدائي رٿا مطابق آبپاشي کاتو بجيٽ جو 40 سيڪڙو ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ٺوڙي درساڻو چنو گڏجي ڊيم لاءِ 60 سيڪڙو بجيٽ ڏيڻ جو وعدو ڪيو. پر جيئن پياري پاڪستان ۾ ٿيندو آهي، هر رٿا جي عملي بجيٽ ان جي ابتدائي بجيٽ کان وڌي ويندي آهي، سو ٿڏو ڊيم جي بجيٽ به 9 ڪروڙن مان وڌي 16 ڪروڙ رپيا ٿي وئي.

بهرحال 1996ع ۾ پ پ حڪومت ختم ٿيڻ سان ڊيم وارو ڪم بند ٿيو ته نئين آيل مسلم ليگ واري حڪومت نه رڳو ان جي رُڪيل اڏاوت جو ڪم ٻيهر جاري ڪرايو پر ڪوشش ڪئي ته اهو ڪم ٻيهر نه شروع ٿئي.

پر ترجي ماڻهن مڪاني ادارن ۽ آبپاشي کاتي تي زور آڻي سنڌ سرڪار کان ٽي سال پوءِ 1999ع جي فيبروري ۾ ٻيهر ڪم شروع ڪرايو. ترجي ماڻهن هن رٿا لاءِ ڪافي امداد ڏني. ٿڏي ڊيم جي سامان تان انور بلوچ آڪٽراءِ نه ورتو. ۽ اهڙي طرح هن رٿا ۾ عوامي شرڪت به ٿي.

بهرحال 1995ع کان 1996ع تائين ٿڏو ڊيم جو 40 سيڪڙو ڪم مڪمل ٿي چڪو هو. ان ڪري 1999ع ۾ جڏهن ڪم ٻيهر شروع ٿيو ته اميد پيدا ٿي ته هاڻي ٿڏو ڊيم مڪمل ٿي ويندو ۽ ڪراچيءَ جي پسگردائيءَ ۾ گڏاپ واري علائقي ۾ هن ڊيم جي ڪري 28 – 30 هزار ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهندي ۽ اهڙي طرح ملير ۾ ڏڪار جو مقابلو ڪري سگهبو.

پر تڏهن خبر پئي جڏهن حڪمران مسلم ليگ جا هٿياربند سياسي ڌاڙيل اچي پهتا جن ڊيم جي ٺيڪيدار کان "مُٺ گرم" ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ۽ مُٺ گرم نه ٿيڻ ڪري ٿڏو ڊيم جو ڪم ناقص سامان استعمال ڪرڻ جي الزام ۾ بند ڪرائي ڇڏيو.

هن وقت ٿڏو ڊيم جو 90 سيڪڙو ڪم مڪمل آهي جڏهن ته باقي 10 سيڪڙو ڪم اڃا ٿيڻو آهي. چيو وڃي ٿو ته ڊيم جي ڪم مڪمل ڪرڻ لاءِ گهربل پئسا سنڌ حڪومت جي آبپاشي کاتي ڏانهن اڃا رهيل آهن جڏهن ته ڊي سي ملير جيڪو هن وقت يونين ڪائونسل درساڻو چنو جو ائڊمنسٽريٽر آهي تنهن به پنهنجو حصو اڃا نه ڏنو آهي. ڊيم جي ٺيڪيدار ڪمپنيءَ کي 60 سيڪڙو بجيٽ ملي چڪي آهي پر ملير جي عوام کي اڃا فائدو نه مليو آهي.

عوام کي فائدو تڏهن ٿي ٿيڻو آهي جڏهن اڳ ۾ ته ڊيم ٺهي راس ٿئي ۽ انسان (حڪومت) کي روح ۾ رحم پوي. ان کانپوءِ وري جڏهن آسمان راضي ٿئي ۽ وسڪارا ٿين. فطرت جي راضپي جي مند اچ کان اٽڪل ٽي مهينا پوءِ يعني جون. جولاءِ. آگسٽ آهي. ٽيستائين جيڪڏهن ٿڏو ڊيم جو باقي 10 سيڪڙو ڪم مڪمل ٿي وڃي ته ڪو اميد جو ڪرڙو نظر اچڻ جو امڪان پيدا ٿي سگهي ٿو.

ملير جي عوام جي نڙي هن وقت سُڪي ٺوٺ ٿي ويل آهي ۽ اڪيون

حڪومت ۾ ڪُتل آهن. سنڌ حڪومت کي جيڪڏهن روح ۾ رحم پوي ٿو ۽ ڊيم مڪمل ٿئي ٿو ته پوءِ عوام جون اکيون آسمان ۾ ڪُتل رهنديون. عام ماڻهن جي انتظار جون گهڙيون تڏهن ختم ٿينديون جڏهن ڀٽائي چواڻي: ”قادر! ڪرين ڪرمُ، ته ان جي وطن تي وس ٿئي“.

اها ئي ڳالهه آهي ته ٿڏو ڊيم ٺهڻ ۽ برساتن وسڻ ڪانپوءِ عام ماڻهن کي ايتري مالي سگهه پڻ ملڻ گهرجي جنهن مان ٻج پٽ وٺي سگهن ۽ واپدا بلن جي پيٽ جو دوزخ به ڀري سگهن. تڏهن ئي وڃي انهيءَ ڊيم جو لاڀ ملندو جيڪو 15 ـ 16 سَوُ فٽ ڊگهو، ويهه فٽ زمين ۾ گهَرو ۽ 36 فٽ اوچو آهي.

ماهرن جو خيال آهي ته هن ڊيم ٺهڻ سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪلوميٽر جي علائقي ۾ پاڻي جمع ٿي بيهي رهندو جنهن سان گهٽ ۾ گهٽ گڏاپ ۽ ٻولهاري ديهه جي ڪجهه علائقن ۾ ڏڪار سان مقابلو ڪري سگهبو.

سوا چو ته سنڌ جي ڏڪار جو مقابلو اڳ ۾ مليرجي مورچي تان شروع ڪريون ۽ پوءِ سنڌ جي ٻين جبلن ۾ ننڍا ننڍا ڊيم ٺاهيون ۽ سنڌ جي ميداني علائقن ۾ ٽيوب ويل هٽي پاڻيءَ جو بندوبست ڪريون. باقي سنڌو درياءَ ۾ پاڻي آڻڻ لاءِ ڪهڙي مورچي تان وڙهڻو پوندو ان جو فيصلو 1945ع کان وٺي اڄ تائين ٿي نه سگهيو آهي.

سائينم! سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين — ڀٽائي

# ڪاڇي جي ڪهاڻي

ڪاڇي جو پٽ سليمان،
مڙس، زال ۽ ٻه ٻار،
رڃ جو پنڌ،
پٽ سليمان ۾ ـــ
زال: ٻار اُڃارا آهن، ڪٿان پاڻي آڻ.
مڙس: اوهان ڪَرڙ جي ڇانوَ ۾ وهو، مان پاڻي ڪٿي اچان ٿو. . . . . . . . . . .
ٻار پاڻيءَ لاءِ تڙپن ٿا!

..........................

ماءُ ڪين ڏُتاري ٿي ...........
ڪرڙ جي تڙڪي واري ڇانوَ ۾،
پٽ تي اُجايل آڳرين سان ٻنا ٺاهي ٿي،
”هاڻي هِتان پاڻي وهي، هِن ٻنَي ۾ ايندو!
۽ پوءِ اُتان وهي هِتي ايندو
۽ وري پوءِ، اُتان وَهي هِتي ايندو!

.................

تيستائين هڪڙو ٻارڙو اُڃ وگهي گُهٽڪا ڪائي، ڪائي دَمُ ڏئي ٿو، مري وڃي ٿو!

.................

ماءُ پنهنجي پوتيءَ مان ٽُڪرُو ڦاڙي،
مري ويل ٻار کي ويڙهي، پاسي تي رکي ٿي!!

.................

۽ هاڻي ٻئي ٻارڙي کي وندرائڻ جا جتن ڪري ٿي،
”هُن ٻَني مان پاڻي وهي، هِن ٻني ۾ ايندو
۽ پوءِ اُتان وهي هِتي ايندو
۽ پوءِ صفا هِتي اچي ويندو!“
ايئن ڪندي ڪندي .......
ٻيو ٻارڙو ٻه اُڃ وگهي مري وڃي ٿو!!
ماءُ پنهنجي ڦاٽل پوتيءَ جي باقي ٽُڪرَ ۾،
ٻئي مُئل ٻار کي ويڙهي پاسي تي رکي ٿي،

....................

۽ ڪجھ دير ڪانپوءِ،
هوءَ پاڻ بہ اُڃ ۽ اڻاھ اوندھ سبب
دَمُ ڏئي تي ۽ مري وڃي ٿي!!

..................

۽ پوءِ پيءُ پاڻي ڪٽڻي اچي ٿو
۽ ڏسي ٿو پَٽَ تي ٿهيل ٻنا
جن مان پاڻي وهي هُت ايندو
۽ پوءِ هِت ايندو
۽ ٻارڙا پِي ڍءُ ڪندا!!!

سنڌي ٻولي جي لوڪ ادب جي هيءَ درد ڀري امر ڪهاڻي مونکي ليڪڪ ۽ صحافي دوست معشوق برهماڻيءَ ڪاڇو گهمائيندي ٻڌائي – اهو 28 مئي 2003 اربع جو ڏينهن هو۔ ڪاڇي جي قحط تي ٻن ڏينهن واري ميڊيا سيمينار هئي۔ ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٿر ڪان ڪيترا صحافي، ليڪڪ ۽ ڄاڻو ماڻهو آيل هئا جن ڪي انهن ڪان وڌيڪ قابل ۽ عاملِ مقامي ماڻهن سنڌ جو ڪاڇو پڻئي گهمايو ۽ ڀِٽائيءَ جي سُر ڪنيات واريون ٻَٽيون پڻئي ڏيکاريون:
رات سُهائي، پونءِ سَنئين، ٻَٽين وڏو پنڌ،
هلندي حبيبن ڏي، ڪرها! موڙِ مَ ڪنڌ،
ٻنڌڻ سوئي ٻنڌ، جو پهچائي پريِنءَ ڪي"۔

– – – – – –

"رات سُهائي، پونءِ سَنئين، پائي گهرجي پَلُ،
آهر ۾ ايلاچيون، چندن چري چَلُ،
مون تَوهَين سين ڳالهڙي، ٻئي ڪنِهين مَ سَلُ،
هاهر ڪندو هَلُ، تہ ڪِجايون ڪَرن ڪي"۔

– – – – – –

"رات سُهائي، پونءِ سَنيئن، پرت نئين، پنڌُ پُورِ،
مَيا محبوبن جي هلي ونءُ حضورِ،
جي چِڙڪن چتَ ۾، سي ڪئين سڄڻ دُورِ،
اَلَھ لڳ اسُورِ، اُتائين تي آءُ تون"۔

– – – – – –

"رات سُهائي، پونءِ سَنيئن، پرت نئين پنڌ پَسُ،
مَيا محبوبن ڏي، وڃڻ ڪِجي وَسُ،
راتين ۾ ئي رَسُ، تہ خبر ڪرن ڪي مَ پوي"۔

پر هن وقت جڏهن اسان ڪاڇي جو سير ڪري رهيا هئاسون تڏهن صورتحال پٽائيءَ جي سُر ڏهر جي داستان 6 جي هڪ وائيءَ جي ان سٽ جهڙي هئي جنهن ۾ پٽائي چيو هو ته "ڪاڇي ٻنهي ڪنڌئين، نيٽن تي جُر هاريو".

ڪاڇي جون ٻئي ڪنڌيون، ٻئي پاسا، اوڀاريون ۽ اولهائون. لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن ۾ سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪناري ٻئراج ايريا جي ختم ٿيڻ کان وٺي اولهه ۾ کيرٿر جابلو سلسلي تائين واري پٽي جيڪا هڪ وسيع علائقو آهي ۽ جنهن کي جبلن جي ڪڇ هئڻ ڪري ڪاڇو چئجي ٿو. تنهن ۾ سوڪهڙو ۽ سوڪهڙي کان وڌيڪ ڏڪار واري صورتحال هئي. هن علائقي ۾ 1995ع کان وٺي مينهن نه اُٺا هئا. زمين ڏارون ڏارون ٿي ڦاٽي پئي هئي. سائو سلو غائب ٿي ويو هو. وڻ ڇانگجي چڪا هئا. فصل ناپيد هئا. مال متاع ڪي چارو نه ملڻ ڪري جانور ڪافي ته مري چڪا هئا. جيڪي باقي بچيا هئا سي جيئرا جاڳندا ڍانچا ٿي لڳا. ۽ ماڻهو لڏ پلاڻ ڪري ڪيڏانهن هليا ويا هئا. سنڌن مٽي جا ڪچا گهر خالي پيل نظر ٿي آيا جن جي دروازن کي ڍنگهرن سان پوري سانگي سانگ سان پٽ پڌري ويا هئا ـ رُڃ واڪا ٿي ڪيا ۽ ملڪ پڙپانگ ٿي ويو هو ـ

مونکي پٽائيءَ جي اها سٽ وري وري ذهن ۾ پئي آئي ته "نيڻ نمندا ٻُس، وَس ته ورن سپرين".

ٿر جبل ۽ ڪاڇي ۾ وسڪارا نه ٿين ته ڏڪار ٿئي ۽ ڏڪار ۾ بک، اُڃ، بدحالي، بيماري ۽ موت ٿئي. مٿان وري مارو ماڻهن جي لڏ پلاڻ ڪري وڇوڙي جو سور هٽي جيئرو ٻچندڙ ماڻهن کي جهوري وجهي.

ٿرجي ميڊيا سيمينار دوران ڪاٺائو جانيءَ مونکي هي بيت ٻڌايو هو:

عمرا اسان جي ڏيهه ۾، ٿيئي ٽول سُجهن،
هڪ موت، ٻيو وڇوڙو، ٽيون لڏيو لوڪ وڃن،
تنان پوءِ ٻجهن، منهن مارُوئڙن جا ـ

اهڙي صورتحال ۾ مارُو ماڻهو سارنگ کي ٻاڏائيندا آهن ته: "نيڻ نمندا ٻس! وَس ته ورن سپرين!" —

"سارنگ کي سارين، ماڻهو مِرگهه، مينهيون،
آرون ابر آسري، تاڙا تنوارين،
سِپون جي سمونڊ جون، نئين سچ نهارين،
پلر پيارين، ته سنگهارن سُک ٿئي".

ڏسو ته هن بيت ۾ پٽائيءَ ڪيئن نه سڄي سنڌ جي جاگرافي مڪمل ڪئي آهي ـ "مرگهه" يعني "هرڻ" جبل ۾ رهن، مينهيون درياهي ڪڇي جو جانور آهي، "آرون" هڪ جيت ٿئي ٿو جيڪو چوماسي جي مُند ۾ "زُون زُون" جا لاڳيتا آواز ڪري ٿو ۽ ٿر، ڪاڇو ۽ ڪڇي ۾ هجي ٿو. "تاڙو" پکي پٽ تي پيل پاڻي ٻنهه ڪونه

پئي، جڏهن مينهن وسي تڏهن اڏامندي مينهن ڦڙيون ڄڻيون ڄهڻتي اچ اُجهائي. ان ڪري تارو تيستائين پيو رڙندو آهي جيستائين مينهن پوي. هي پکي تر، ڪاڇي ۽ ڪڇي ۾ عام آهي. سمنڊ، سنڌ جي جاگرافيءَ جو اهم حصو آهي جيڪو سنڌ جي ڏکڻ – اولهه ۾ سادا تي سو ميل پکڙيل آهي ڪراچي کان سِيرَ ڪريڪ ۽ ڪورِي ڪريڪ تائين. ان علائقي جو ذڪر ”سِپن“ جي حوالي سان ٿيل آهي ڇاڪاڻ ته ”سپون“ سمونڊ ۾ ٿينديون آهن. سواهڙي طرح جبل، ڪڇي، ڪاڇي ۽ سمنڊ جو ذڪر ٿي ويو ۽ باقي بچيو ٿر تنهن جو حوالو آخري سٽ ۾ ڏنل آهي ”پلر پيارين، ته سنگهارن سک ٿئي“. ”پلر“، ٿر (۽ ڪاڇي) ۾ مينهن جي پاڻيءَ کي چئبو آهي جيڪو پيئڻ جي ڪم اچي.

سو جي مينهن وسي ته ٿر، جبل ۽ ڪاڇو توڙي ڪڇو ڪشمير ٿيو پوي ۽ جيڪڏهن فطرت ڏمرجي پئي ۽ وسڪارا نه ٿين ته پوءِ سڄي سنڌ مان رت جي بوءِ اچڻ لڳندي آهي.

سنڌ جو ڪاڇو عام طور ٻين علائقن جهڙو هجڻ سان گڏ وري پنهنجي جاءِ تي ڏاڍو انوکو علائقو پڻ آهي. ڪاڇي جي ڌوڙ ۽ دز مشهور آهي – برساتون نه پون ته ڪاڇي جي سرزمين ڌاڳ جو سمونڊ ٿيو پوي. سنڌ جا ماڻهو مختلف علائقن مان ڏاند گاڏيون جوٽي جڏهن شاهه گودڙئي جي ميلي تي ويندا آهن تڏهن ڪاڇي مان گذرندي ڌوڙ جا ڪڪر اڏائيندا آهن ۽ وري جڏهن وسڪارا ٿين يا نئن گاج توڙي ٻيون ننڍيون وڏيون نئينون لهي اچن ته ڪاڇي جون پٽيون ڏامر يا سيمنٽ جي روڊ جهڙيون ٿي وڃن. نه دڙو نه دِڪي، نه هيناهين نه مٿاهين، بس نظر ڪٿي وڃي پر ڪاڇو نه ڪٿي. جيپ جهڙو ڪَل – گهوڙو هجي ۽ ڪاڇي جون پٽيون هجن ته پوءِ بريڪ تي پير رکڻ يا گيئر بدلائڻ جي ڪا به ضرورت نه پوندي – بس سفر ڪندڙ پنهنجو طرف طيءِ ڪري ويهي رهي، پوءِ ڇڻ هندوري ۾ پيو لُڏي.

ڪاڇو سنڌ جو اهو زرخيز علائقو آهي جتي جڏهن سياري ۾ مينهن جي ڇَهڪَ شروع ٿيندي آهي ته هڪ طرف ايئن رِدون سردي وگهي مرڻ لڳنديون آهن جيئن واريءَ واري تَئيءَ ۾ چٽا تڙڪن. ۽ ان سان گڏو گڏ هلڪي پر لاڳيتي اتر جي مينهن دوران هيٺ زمين سائي ٿي ويندي آهي ۽ اويڙ ايري پوندو آهي.

ڪاڇي جي سفر جي هڪ خاص ڳالهه اها آهي ته جيئن چوندا آهن ته ”اهو سوار ئي ناهي جيڪو گهوڙي تان نه ڪريو هجي“، تيئن جيڪو ماڻهو سچ لڏي ڪانپوءِ ڪاڇي ۾ سفر ڪندي رستو نه ڀُلجي، تنهن ڄڻ ڪاڇي جو سفر ئي نه ڪيو – سو ڪهڙي جي مند ۾ ڪاڇي جي پٽين ۾ خاص ڪري جيپ يا موٽر گاڏي تي سفر ڪندڙ ڪيترائي ماڻهو رات جو رستو ڀُلجي ويندا آهن ۽ ”عاشقن کي رات رڻ ۾ پئجي ويندي آهي“. مون ته ڪاڇي جي پٽين ۾ ٻوراڻن يا سُونهَنَ (Guides) کي به رستو ڀُلندي ڏٺو آهي.

هن سال (2003 ۾) چڱو چوماسو ٿيو آهي ۽ ڪاڇو به وُٺو آهي ته ٿَر به وٺو

آهي ته جبل به وُٺو آهي ۽ ڪڇي ۾ به ٿوري گهڻي ٻوڏ ٿي آهي- پرهن ئي سال مئي مهيني جي آخر ۾ ڪاڇو "ڪاري قيام" لڳو پيو هو- ۽ اهڙي صورتحال ڪي پيدا ٿئي سچا سارا اڻ سال ٿي چڪا هئا- 1995ع ۾ نئن گاج، تيرٽ پٽ (تِيريٽ) پڳي هئي ۽ ايف پي بند (Flood Protection Bund) ڪي ڪيترائي گهارا هَنيا هئا- تڏهن ڪانپوءِ ڪاڇي جي رهواسين سُڪار اڪين سان نه ڏٺو هو-

خير شڪر ٿيو ڪاڇي ۾ دروندي جو ديس وسي پيو- سانوڻ فقير جي درديلي آواز ۾ ڳاتل اها ست صاب پئي ته "دل جا عرض اگهاءِ- مولا مينهڙا وساءِ"- ۽ فقيراڻي سُنگ ۾ پيش ڪيل ٽيبلوجي اڻ (اهم) ڪردار جي مايوسي ڪي فطرت ناڪام بڻائي ڇڏيو جيڪو چئي پيو ته، "مان چندو نه ڏيندس، جو پاڻي نه ملندو".

مون ذاتي طور تي ڏڪويل سنڌ جي زخمن تي پٽيون رڪندڙ جيڪي ڪجهه غير سرڪاري تنظيمون ڏٺيون آهن ۽ جن جو ڪم متاثرڪندڙ لڳو آهي انهن مان "وليج شاد آباد اهم تنظيم آهي- منهنجي ذاتي راءِ آهي ته هنن نوجوانن سچي سنڌ جي سطح تي هڪ اهڙو تخليقي ڪم ڪيو آهي جنهن جو مقابلو سنڌ جو پيو ڪو به اين جي او ڪري نه ٿو سگهي- اهو ڪم آهي "بهليل شاهه جي سانوڻ فقير وارو سُنگ" ۽ ان ذريعي سنڌ جي ڪلاسيڪل فن ڪان جديد سنڌ جي دردن جيٰ ڪهاڻي پيش ڪرڻ وارو هنر- شروع ۾ جڏهن دوستن ٻڌايو ته اسان ڪاڇي جي صوفي راڳين ڪان سنڌ جو جديد دک بيان ڪرايو آهي ته مون دل ۾ سوچيو ته هي نوجوان پڪ ان ڪوشش ۾ ناڪام ٿيا هوندا ڇاڪاڻ ته سنڌ جي ڪلاسيڪل ۽ لوڪ ورثي جو معيار ايترو اوچو آهي ان جو ڪو جديد روپ شايد ايڏو بهتر نه لڳي- پر سانوڻ فقير ۽ هن جي سُنگ جو پرفارمنس ڏسي مون اتي ئي معشوق برهماڻي ڪي چيو ته "اوهان جو سوشل ورڪ هڪ پاسي ۽ هي انوکو تجربو هڪ پاسي آهي."

ڪاڇو رڳو باراني علائقو، مال متاع، هاري ناري ۽ "پاڻهي پچي پيئيون، رَي واهتِ، ري واڙ" جو ئي نالو ناهي، ڪاڇي ۾ منڇر ڍنڍ، حمل ڍنڍ، شاهه گودڙيو، گاجي شاهه، ماڙي ڪڻ، ميان نصير ڳاڙهي وارو، بهليل شاهه، شاهه حسن، ڪنگ پير، خدا آباد مسجد، رني ڪوٽ، ڪائي نئگ، ڪرچاٽ، ڊرگهه بالا، نئن گاج ۽ بيون ڪيتريون ئي نئنيون، قديم آثار ۽ سياحت جا حسين مرڪز آهن- ڪائي ته سچي ڪاڇي ۽ ڪوهستان جو نَڪُ آهي- اهڙو خوبصورت نخلستان يورپ ۾ هجي ها ته دنيا ان تي حيران هجي ها- ان ڪري ڪاڇي جي ترقي هنن مڙني ماڳن ۽ مڪانن جي ترقي سان ڳنڍيل آهي-

سنڌي پريس وارو اڪيلو مورچو جنهن تان گذريل ٻن ڏهاين ڪان سنڌ جي قومي حقن واري جدوجهد جاري آهي تنهن واويلا ڪرڻ ڪان نه گهٽايو پر ڏڪاريل سنڌ جو ڪو به والي وارث يا واهِي نه ٿيو- خاص ڪري حڪومت ته "صُمٌ البڪُن اميُن"، (گونگي ۽ ٻوڙي) ٿي وئي- جڏهن "گهوڙا، گهوڙا"، گهڻي ٿي ته ڪا ڪٽڪ

جي لپ، ڪو گيهه جو ڇڪو ۽ چار ڏوڪڙ ڪجهه ترم ۽ ڪجهه ڪاڇي ۾ ورهائي ويهي رهي ـ نه سوچ، نه ويچار ته آخر سنڌ ۾ ڏڪار جي صورتحال ڪهڙي آهي، ڪيترو نقصان ٿيو آهي، نه اسٽڊي ۽ نه مسئلي جو حل ـ بس، ڪجهه به نه!!

ان وقت سوچجي پيو ته اها حڪومت ۽ ان جي انتظاميا جيڪا عوام جي محصولن تي هلي ۽ ڏکئي وقت ۾ عوام جي مدد ڪري، ان لاءِ عوام خرچ ڇو ٿو ڪري؟ ماڻهو ڪو چوڪيدار بيهاري ۽ اهو چوڪي نه ڏئي ته ان چوڪيدار جي ڪهڙي ضرورت آهي ـ نوڪر، نوڪري يا چاڪري نه ڪري ته اهڙي نوڪر جي ڪهڙي ضرورت؟

۽ بعد ۾ جڏهن ڪاڇي جي هڪ اين جي او "ولبيج شاد آباد ويلفيئر ايسوسيئيشن"، جوهي ڪاڇي تي سيمينار ڪرايو تڏهن ڪن ماهرن واضح ڪيو ته جيڪڏهن حڪومت چاهي ها، ته هوند ڪيرٿر جبلن جي وَٽِ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهن ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ ۾ جيڪو زير زمين پاڻي موجود آهي، ان مان ڪاڇي جي ڏڪار واري شدت ۾ ڪجهه گهٽتائي آڻي پئي سگهي ۽ ايترو ڪجهه ڪري سگهجي پيو جنهن سان هزارين ماڻهن جي لڏپلاڻ کي روڪي سگهجي، مال جو چارو پيدا ڪري سگهجي يا ٿورا گهڻا فصل توڙي ٻاهه جو بندوبست ٿي سگهي پيو ـ ان کان علاوه بک ۽ بدحالي سبب جيڪي بيماريون پکڙجي رهيون هيون انهن کي روڪي سگهجي پيو، منڇر ڍنڍ ۾ آر بي او ڊي جو پاڻي روڪي بيِن ڪئنالن مان ڪجهه پاڻي آڻڻ نا ممڪن نه هو ۽ اهڙي طرح ڪاڇي جي عوام کي بئراج ايريا مان پائيپ لائن ذريعي گهٽ ۾ گهٽ پيئڻ جو پاڻي فراهم ڪرڻ ناممڪن نه هو ـ ملڪ ۾ پاڻي جي کوٽ هوندي واپڊا جهڙي اٿارٽي جيڪڏهن اربين رپيا خرچ ڪري "چاهيءَ تي نڪاءَ ڪرڻ" جيان کي آبي رٿائون هلائي رهي آهي ته ڇا سنڌ حڪومت ڪجهه ڪروڙ رپيا خرچ ڪري ڪاڇي ۾ قيامت برپا ٿيڻ کي روڪي نه پئي سگهي؟ جيڪڏهن سنڌ سرڪار جي پڪيڙهه ۽ ميڊيا جي "هاءِ گهوڙا" سان وفاقي حڪومت ٿر لاءِ ٻه ارب رپيا ڏئي سگهي ٿي ته ڪاڇي وارو ڪيس صوبائي حڪومت ڇو نه کنيو؟

پر ڪاڇي جي حوالي سان ته "اُلٽي گنگا" وهي رهي آهي ـ ڏڪار کان متاثر هن علائقي لاءِ ورلڊ بئنڪ ۽ ائشين ڊيولپمينٽ بئنڪ طرفان drought emergency relief assistance (DERA) واري مد ۾ منظور ڪيل چار ڪروڙ رپيا بنا خرچ ڪرڻ جي ضايع ڪيا ويا ـ ڪو پڇڻ وارو ڪينهي، نه داد، نه فرياد، بس "انڌي گهوڙي ڳلُ ۾"، وارو حساب آهي ـ

بس، غريب عوام اُجايل ٻارڙن جي ماءُ جيان پاڻ کي ڏتاري رهيو آهي ته هِنيئن ٿيندو ته پوءِ هُونئن ٿي پوندو ۽ جڏهن هُونئن ٿيندو ته پوءِ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو ـ ايئن ڪندي ڪندي سنڌ جي ڪيترن اجايل روحن جو دم پرواز ٿي رهيو آهي جن جي وارثن وٽ ڪالهه تائين نه ڪفن جا پئسا هئا ۽ نه مُردن کي غسل ڏيڻ جيترو پاڻي!

(17 جولاءِ 2003)

# پاڻي ڪيئن حاصل ڪجي؟!

سنڌ ۽ پنجاب، خاص ڪري پاڻيءَ جي مامري تي ڏکڻ قطب ۽ اتر قطب بڻجي ويا آهن. اها صورتحال خاص ڪري سنڌ لاءِ ڏاڍي خطرناڪ ثابت ٿي سگهي ٿي. پنجاب لاءِ ته اهو ڪو وڏو مسئلو ناهي ڇاڪاڻ ته 1971ع واري صورتحال تي به پنجاب ڪي ڪو گهڻو ارمان نه ٿيو هو. پنجاب ۾ ته پاڪستان ٺهڻ وقت به يونينسٽ پارٽي اقتدار ۾ هئي جيڪا انگريزي راڄ جي حامي هئي ان ڪري پنجابي ته پاڪستان ٺهڻ جا به حامي نه هئا. ۽ ان ڪانپوءِ اڄ تائين هر مرحلي تي پنجاب پنهنجي ذاتي مفاد کي ترجيح ڏيندو رهيو آهي، وفاق ان لاءِ ڪا معنيٰ نه ٿو رکي، جي رکي ها ته اوڀر بنگال ۾ ٽي لک ماڻهو نه مرن ها. هاڻي ته پنجاب جي واٽر ڪائونسل وارن اهو چئي وفاق جي وجود کي اورانگهي ڇڏيو آهي ته ”ڀلي سنڌ جدا ٿئي پر پاڻي نه ڏينداسين“.

جيستائين سنڌ جو تعلق آهي ته ان به وفاق جو ڪو ٺيڪو نه کنيو آهي پر سنڌ جو پاڻيءَ ۾ پساهه آهي ۽ پاڻي اتر کان وهي ڏکڻ اچي ٿو ٻيو ته پنجاب کي فوج جي طاقت آهي جيڪا وقت به وقت بنگال، بلوچستان ۽ سنڌ لاءِ استعمال ڪئي وئي آهي. اسان جي ڪجهه جوشيلن سياسي ماڻهن کي شايد ان حقيقت جو گهڻو احساس نه هجي پر اها به حقيقت آهي ته سنڌ طرفان ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائڻ جي باوجود پنجاب نه رڳو ڪالا باغ ڊيم تان هٿ نه کنيو آهي پر جنرل ذوالفقار خان جي قيادت ۾ واپڊا ”وزين 2025“ هيٺ اٺن ڪالا باغ ڊيمن جيترو پاڻي جمع ڪرڻ جو جيڪو پروگرام تيار ڪيو آهي، ان تي عمل ٿيڻ سان پاڻيءَ تي جنگ کان اڳ ئي سنڌ جو ساهه نڪري ويندو.

عقلمنديءَ جي هميشه اها تقاضا هوندي آهي ته ويڙهه کان اڳ ۾ نه پنهنجي طاقت کي وڌائي سوچجي ۽ نه دشمن جي طاقت کي گهٽائي ڪنهن خوشفهمي ۾ مبتلا ٿجي، سنڌ لاءِ اڳي توڙي هاڻي جوش کان وڌيڪ هوش کان ڪم وٺڻ جي ضرورت پئي محسوس ٿي آهي.

ان کي شڪست خورده سوچ سمجهڻ کان وڌيڪ حقيقت پسندي واري اڪ سان جاچڻ گهرجي ته آخر سنڌ کي پنجاب سان پنهنجا تڪرار ڪيئن نبيرڻ گهرجن. ٻيو ته ٺهيو پر اڄ تائين اسان پنجاب جي دانشورن کي به ان تي قائل ڪري نه سگهيا آهيون ته ڪوٽڙي بئراج کان هيٺ سنڌو درياءَ جو جيڪو پاڻي وهي ٿو سو ضايع نه ٿو ٿئي. ان حوالي سان اسان جيڪي به ورڪشاپ، سيمينارون ۽ ڪانفرنسون ڪيون آهن سي سڀئي سنڌ ۾ ٿيون آهن، سنڌي ٻوليءَ ۾ ٿيون آهن، يعني اسان پنجاب سان ڊائلاگ ڪيو ئي ناهي ۽ پنهنجو پاڻ سان ڳالهيون وڌيڪ ڪيون آهن. پنجاب جي

حڪمرانن، دانشورن ۽ عام ماڻهن سان ڪيئن ڳالهائجي. انهن کي ڪيئن قائل ڪجي، هنن جو ضد دليلن جي زور تي ڪيئن ٽوڙجي، هنن کي پاڪستان جي ٻين ماڻهن آڏو ڪيئن وائکو ڪجي، دنيا آڏو ڪيئن اگهاڙو ڪجي، ان سلسلي ۾ يا ته اسان ڪجهه به نه ڪيو آهي يا تمام ٿورو ڪجهه ڪري سگهيا آهيون.

دنيا خواهشن سان تبديل نه ٿي ٿئي. ٻئي کي پنهنجي ڳالهه مڃرائڻ به هڪ فن آهي، ڏکيو ڪم آهي، چرچو ناهي. اسان ته ٻهراڙين جي ڪيترن پنهنجن سنڌي ماڻهن کي به اجا تائين سمجهائي يا مڃائي نه سگهيا آهيون ته اجايو سجايو معمولي شڪ جي بنياد تي بي گناهه عورت کي "ڪاري" ڪري قتل نه ڪريو. شايد ان ڪري جو اسان کي اجا هو فن چڱي طرح ڏانءِ نه آيو آهي ته ٻئي کي پنهنجي ڳالهه ڪيئن مڃائجي.

پنجاب ته خير پري جي ڳالهه آهي. ان لاءِ اجا گهڻي محنت ڪرڻ جي ضرورت آهي.

سو هن وقت سنڌ لاءِ سڀيئي آپشن کليل آهن. جنگ کان وٺي دليل تائين، انٽرنيٽ کان وٺي ايلازن تائين، سمجهوتن کان وٺي اصولن تائين، نعريبازي ذريعي سياسي دڪانن چمڪائڻ کان وٺي سنجيده ريسرچ ڪرڻ تائين، سنڌ جي مفاد تي سوديبازيون ڪرڻ کان وٺي ڳڏيل قومن تائين، ارسا ۽ پنجاب جي آبپاشي کاتي کان وٺي ندين ۽ پاڻي تي ڪم ڪندڙ عالمي ادارن تائين جملي هٿيار موجود آهن: اسان ڪهڙا هٿيار ڪڍون ٿا، ڪهڙا گُر پيچ استعمال ڪريون ٿا، ڪهڙيون حڪمت عمليون اختيار ڪريون ٿا، ان لاءِ اسان کي چڱي طرح ڳڻ ڳوت ڪرڻ گهرجي.

ان حوالي سان سنڌ جا ڪيترا سوچيندڙ ماڻهو مختلف محاذن تي پنجاب سان ڊائلاگ ڪرڻ واري راءِ رکن ٿا. جنهن جو خيال آهي ته جڏهن حڪومت، سرڪاري ادارا ۽ اسيمبليون سنڌ جي مدد ڪري نه سگهيون آهن تڏهن پريس، سياسي پارٽين ۽ عدالتن کي آزمائڻ گهرجي. سنڌي پريس سنڌين کي سنڌ جي مامرن کان آگاهي ڏئي سگهي ٿي ۽ ڪين ڪنهن پيچيدي معاملي ۾ عقلمندي سان ڪا حڪمت عملي اختيار ڪرڻ جي آگاهي ڏئي سگهي ٿي پر سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ ڊائلاگ کولڻ لاءِ ڪهڙي پريس جو سهارو وٺجي؟ ڇا اردو يا انگريزي پريس ان حوالي سان ڪارامد ٿي سگهي ٿي؟ ان تي سوچڻ گهرجي.

سياسي ذرين مان سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ ڊائلاگ کولڻ لاءِ ڪنهن اهڙي پارٽي جي ضرورت آهي جيڪا ٻنهي صوبن ۾ اثر رسوخ رکندي هجي ۽ سنڌ جي درد کي به محسوس ڪندي هجي. پ پ هڪ اهڙي پارٽي آهي، پر اها به حقيقت آهي ته ايم آر ڊي تحريڪ رڳو سنڌ ۾ اوج ماڻيو جڏهن ته پاڻي جي مامري تي سنڌ پ پ ۽ پنجاب پ پ پڻ اتر ۽ ڏکڻ قطب جا اهڃاڻ ڏئي رهيون آهن.

عدالتن جو در اجا اسان کڙڪائڻ جو ڪو نه سوچيو آهي.

# ڪاٽي پچڙيءَ ڪان ڪٺي وڃي

_ سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته، ”پچڙي يا سُڪي يا ٻڏي“.
سنڌ جي واهن ۽ شاخن جي هر سال ڪاٽي ان ڪري به ضروري آهي ته جيئن واهه_ بنديءَ ڪانپوءِ جڏهن واهن ۾ پاڻي اچي ته اهو شاخ جي پڇڙيءَ تائين پهچي وڃي.
_ پر اسان وٽ عام طور جيڪڏهن واهن ۽ شاخن جي ڪاٽي ٿئي به ٿي ته اها مهڙ ڪان شروع ٿي اتي بيهي وڃي ٿي جتي ترجي طاقتور با اثر سرڪاري يا غير سرڪاري وڏيري جي زمين پوري ٿئي ٿي. ان جو نتيجو اهو ٿو نڪري ته ڪاٽي واري وقفي ڪانپوءِ جڏهن پاڻي وهي اچي ٿو تڏهن مهڙ وارين زمينن ته آباد ٿين ٿيون پر پڇڙي وارين زمينون غير آباد رهجي وڃن ٿيون.
_ ڪامورا مُهڙ ڪان ڪاٽي ان ڪري به ڪرائيندا آهن ته جڏهن ڪو بالا آفيسر چڪاس تي اچي ته وڏن واهن جي ڪَڙَ تان ڪار ۾ گذرندي هن کي اوسي پاسي ۾ ڪوٺائي ٿيل نظر اچي، عام طرح بالا آفيسر نه شاخ جي پڇڙيءَ تائين وڃڻ جي تڪليف ڪندا آهن ۽ نه ڪين خبر پئجي سگهندي آهي ته آخري حد تائين ڪوٺائي ٿي يا نه؟ بس اخبارون هاءِ گهوڙا ڪنديون آهن ته پڇڙيءَ جا آبادگار سُڪي ويا ۽ ان جي جواب ۾ اعليٰ عملدار اطلاعات کاتي کي چئي چند سٽن جي ترديد ڇپرائي وٺندا آهن جنهن ۾ لکيل هوندو آهي ته ڪوٺائي نه ٿيڻ وارين خبرون، غلط جڙتُو ۽ بي بنياد آهن.
_ ان مسئلي جو حل اهو آهي ته سنڌ حڪومت پنهنجي آبپاشي کاتي کي واضح هدايتون ڏئي ته ڪوٺائي شروع ئي پڇڙيءَ ڪان ڪئي وڃي، جيڪڏهن ڪامورا رشوتي ناهن، جيڪڏهن آبپاشي واري پاڻيءَ جي ورڇ سياسي بنيادن تي نه ٿي ٿئي، جيڪڏهن سنڌ جي ڪامورن کي سنڌ جو ڪو درد آهي ۽ هو سمجهن ٿا ته واهن ۽ شاخن جي چڱي طرح ڪوٺائي نه ٿيڻ ڪري سنڌ جي زراعت مجموعي طور متاثر ٿئي ٿي ته پوءِ پڇڙيءَ ڪان ڪوٺائي شروع ڪرڻ واري تجويز کي خوشيءَ سان قبول ڪيو وڃي.
_ پڇڙيءَ جي آبادگارن تائين آبپاشيءَ جو پاڻي پابنديءَ سان پهچندو رهي ان لاءِ ڪيترن ٻين مسئلن کي پڻ حل ڪرڻ ضروري آهي.
1. عام طور ڏٺو ويو آهي ته طاقتور ماڻهو پنهنجي سهولت لاءِ شاخن مان پنهنجي من پسند جاءِ تان پيچ وٺن ٿا، يعني پنهنجن ٻنين وٽان واٽر ڪورس منظور ڪرائي، شاخن جو پاڻي گهٽين جاين تان وهائين ٿا، ان جو هڪ مثال اهو آهي ته دادو ضلعي ۾ پياري ڳوٺ واري شاخ مان اڳي 35 واٽر ڪورس نڪرندا هئا. هاڻي اتان نڪرندڙ

واٽر ڪورسن جو تعداد 80 تي ويو آهي، سو جڏهن پاڻي جي ورڇ اهڙي جهنگلي قانون ذريعي ٿيندي ته پوءِ پڇڙيءَ تائين پاڻي ڪيئن پهچندو؟ ان صورتحال ۾ سمورو پاڻي مهڙ جي زمينن ۾ ئي ورهائجي ويندو ۽ پڇڙيءَ وارن جي نصيب ۾ سوڪ ئي هوندي.

2. پاڻي جي جهجهي وهڪري سبب، ڊور ڊگهي جي شاخ ۾ لهڻ ۽ چڙهڻ سبب تَوڙي عام ماڻهن طرفان گاري ليپي لاءِ شاخن جي ڪَڙَ تان مٽي ڪٽڻ سبب شاخون موڪريون ۽ پنهنجي ڊزائن کان وڏيون ٿي ويندڙيون آهن جنهن ڪري جيڪو پاڻي انهن ۾ وهايو ويندو آهي سو گهٽ رفتار سان وهندو آهي ۽ ان ڪري پڇڙيءَ تائين پهچي نه سگهندو آهي، ان ڪري ضروري آهي ته شاخن جي سائزا ها ئي رکي وڃي ته جيئن پاڻي پڇڙي تائين پهچي سگهي.

3. اڄڪلهه سنڌ جي هارين، آبادگارن ۽ زميندارن ۾ هڪ هاڃيڪار لاڙو اهو نظر اچي رهيو آهي جو اهي آهستي خشڪ فصل ترڪ ڪري سارين جي فصل کي وڌائي رهيا آهن، اهڙي طرح ساريال جي وڌڻ سان پاڻيءَ جو استعمال ستوڻو وڌي وڃي ٿو، سارين جو فصل ٻين فصلن کان ست دفعا وڌيڪ پاڻي پيئندو آهي، خشڪ فصلن جي جاءِ تي ساريال ڪرڻ سان پاڻيءَ جي هونئن به کوٽ پيدا ٿئي ٿي جنهن ڪري به پاڻي پڇڙيءَ تائين نه ٿو پهچي.

ـ سو اهڙي طرح جيڪڏهن هن بيحد اهم مسئلي کي حل ڪرڻ واري نيت سان ان جو حل ڳوليو وڃي ته ڪو به سبب ناهي جو شاخن جي پڇڙيءَ تائين پاڻي نه پهچي سگهي.

# روپلي ڪولهيءَ جو شهادت گاهه

تاريخ شاهد آهي ته انگريزن سنڌ تي فوجي يلغار ڪرڻ کان اڳ هتي هٿ سان ڏاڙيل پيدا ڪيا هئا، انهن کي لِڪ چوريءَ ۾ هٿيار ڏنا هئا ۽ پنهنجن جاسوسن جي مدد سان ڌاڙيلن کي پناهه ڏني هئي، جنهن ڪري سنڌ جو امن امان تباهه ٿي ويو هو. ان کان پوءِ تنهن دور جي ٽالپر حڪمرانن کي بليڪ ميل ڪيو ويو ۽ چتاءُ ڏنو ويو ته خاص ڪري ٿرواري علائقي، ڪڇ ۽ اوسي پاسي ۾ ڌاڙيلن جو آزار ختم ڪيو وڃي، نه ته ٻي صورت ۾ انگريز فوج سنڌ ۾ ڌاڙيلن خلاف سڌو آپريشن ڪندي، سبب اهو بيان ڪيو ويو ته ڌاڙيلن جي ڪارروائين سبب انگريزن جيْ واپاري ڪوٺين جو ڪاروبار تباهه ٿي رهيو آهي.

انگريزن جي اهڙيءَ ڌمڪيءَ سبب سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جي اندر ۾ خوف جي سيسراٽي ضرور اُڀري هئي، پر ويچارا ٽالپرْ ڪري ٻه ڇا پئي سگهيا؟ نيٺ ته ڌاڙيل وڏي سرڪار جا پيدا ڪيل هئا. ان ڪري اهي ٽالپرن جي سڀڳي ڏاڍي ۾ اچڻ لاءِ تيار نه ٿيا.

۽ پوءِ نيٺ انگريز فوجن سنڌ ۾ ڌاڙيلن خلاف سڌو آپريشن ڪرڻ واري اوٽ وٺي سنڌ جي ڏکڻ-اولهه واري ڪنڊ فتح ڪري ورتي.

هن موضوع تي تحرير ٿيل ڪرنل رڱڪس جون يادگيريون گذريل سال ٿر سيمينار جي موقعي تي سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن، جن کي پڙهي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته انگريز حملي آور ڪيڏا نه شاطر هئا. ۽ ان سان گڏ اهو به احساس ٿئي ٿو ته انگريز فوجن کان سکيا ورتل نندي ڪنڊ جا جرنيل ۽ حڪمران ڪيئن نه مختلف علائقا فتح ڪرڻ لاءِ اتي پهريائين هٿ سان ڌاڙيل پيدا ڪندا رهيا آهن!!

بهرحال پوءِ به هر ڌارئي حملي آور کي سنڌ تي حملي ڪرڻ دوران ديسي ماڻهن جي مزاحمت جو مزو چکڻو پيو آهي، تاريخ ان حقيقت جي پڻ شاهدي ڏئي ٿي.

رُوپلو ڪولهي انهن اڻ-ڳڻين شهيدن مان هڪ آهي، جن پنهنجي ديس تي انگريز حملي آورن جو وڪ وڪ تي مقابلو ڪيو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين مُهاڏو اٽڪائي مقابلو ڪيو.

سنڌ جي ٿرواري علائقي تي حملي ڪرڻ وقت انگريز فوجن کي ديسي فوجن جڏهن للڪاريو تڏهن سنڌي فوجن جو مورچو ڪارونجهر جبل هيو. روپلو ڪولهي ان وقت راڻي چندن جي فوجنْ جو سپهه سالار هو. ٿر جي ننگر پارڪر شهر لڳ ڪارونجهر جبل جي هنج ۾ چندن گڍ (راڻي چندن جو قلعو) اندر هٿيار لڪائي

رکي سنڌي فوجون ڪارونجهر جبل جي لڪن، غارن ۽ ڇُرن ۾ لڪي وڙهڻ جو فيصلو ڪيو هو.

جنگ شروع ٿي چُڪي هئي، ٻنهي پاسن کان هٿيارن ۽ بارود جو استعمال وڏي رهيو هو. هڪ مرحلي تي سنڌي فوجن جا هٿيار ۽ بارود کٽي ويا. ڪارونجهر جبل ۾ ”ڀُٽُو مُک“، نالي مشهور تيرٿ ڏانهن ويندي اها جاءِ به ڏني جتان سنڌي فوجون دشمن تي وار ڪرڻ لاءِ قدرتي مورچن جو سهارو ورتو هو.

۽ پوءِ نيٺ اهو وقت آيو جڏهن سنڌي فوجن کي فيصلو ڪرڻو پيو ته تيزيءَ سان خلاص ٿيندڙ هٿيارن جو پورائو ڪيئن ڪجي. سنڌي فوجن جا هٿيار ۽ بارود ننگر شهر جي وٽ ۾ ڪارونجهر جي ڪور ۾ چندن ڳڙ اندر لڪل هئا. ان وقت اهو زندگي ۽ موت جو سوال هو ته ڪارونجهر واري مورچي مان نڪري، جبل تان هيٺ لهي، چندن ڳڙ مان ڪير هٿيار ڪٽي اچي ته جيئن مزاحمتي جنگ واري ڏياٽي کي وسامڻ نه ڏجي.

ان سوال جو جواب صرف روپلو ڪولهي هو جنهن سيني تي هٿ هٽي هام هنئي ته اهو ڪم هو ئي ڪندو. هونئن به بهادر سپهه سالار ان کي چئجي جيڪو پنهنجي فوجن جي آڏو ٿي دشمن جو مقابلو ڪري. بهادريءَ جي اهڙي ڏکئي معيار سبب سپهه سالار کو هڪڙو ٿيندو آهي جڏهن ته سپاهي سوين هوندا آهن.

سو، روپلو ڪولهي ڪيترن صلاحڪارن جي صلاح کي پٺي ڏيئي ڪارونجهر واري مورچي مان نڪري چندن-ڳڙ واري قلعي مان هٿيار ڪٽي اچڻ لاءِ روانو ٿيو. جبل جو پنڌ هو، هن کي اُڃ لڳي. هڪ هنڌ ڪارونجهر جي برساتي نديءَ، نالي، ”گور_ڌرو“، مان پاڻي پي رهيو هو ته انگريزن جي دشمن فوجن هن کي ورائي قبضي ۾ آڻي ورتو ۽ روپلو ڪولهي گرفتار ٿي پيو.

پوءِ ته پانت پانت جا ٿارچر ۽ طرح طرح جا ايذاءَ شروع ٿي ويا. انگريز فوجن روپلي ڪولهيءَ تي دٻاءُ وڌائي ڇڏيو ته هو ٻڌائي ته راڻي چندن جو خزانو ۽ هٿيار ڪٿي آهن. پر روپلو ته ذهني طور تي سوريءَ کي سورانگهي آيو هو. سو ڪيئن ٿي ٻڪيو؟ نيٺ دشمن روپلي جي مٿي تي ڪپهه رکي، هن جي آڱرين کي ڪپهه ويڙهي باهه ڏني ۽ پيو به الائي ڇا ڇا ڪيو پر زور يو ڪي ڪين آخر ۾ هو روپلي جي گهرواريءَ کي وٺي آيا ۽ قيدي مڙس آڏو بيهاري سندس زال کي چيائون ته روپلي کي سمجهاءِ ته اسان سان سچي ڪري ٻي صورت ۾ اسان هن کي ختم ڪري ڇڏينداسون.

ٿر جا سگهڙ چون ٿا ته ان جي موٽ ۾ روپلي جي گهر واريءَ پنهنجي ٻوليءَ ۾ روپلي کي صرف هڪ جملو چيو جنهن کانپوءِ روپلو خوشيءَ سان ڦاسيءَ چڙهي ويو. ”اي! روپلا، مري هُنئين ويندين، پر مڙس ماڻهو ٿي مرندين، ته ماڻهو توکي هميشه ياد ڪندا“. روپلي جي ونيءَ واتان چون ٿا ته اهڙا ڪي اکر نڪتا هئا.

ان کانپوءِ ڇا ٿيو؟ اسان وڏي تجسس سان ننگر پارڪر جي مشهور

شخصيت سائين نوازعلي ڪوسي کان پڇيو جنهن اسان کي روپلي جي اها سچي ڪهاڻي پنهنجي پُراثر انداز سان پئي ٻڌائي.

"پوءِ ڇا ٿيو؟ روپلو ڪلندو ڦاسيءَ تي چڙهي ويو ۽ شهيد ٿي ويو!"، ڪوسي وراڻيو. ايئن چئي هن پنَ جي بيڙي دکائي ۽ لڪڻ کي زمين تي ٺوڪي پاسو ورائي وري سڌو ٿي ويٺو. ان وقت ننگرپارڪر شهر جو ريسٽ هائوس اداس ٿي ويو ۽ اسان جي ذهن ۾ باقي نوازعلي ڪوسي کان پڇڻ لاءِ صرف هڪڙو سوال وڃي بچيو؟

"سائين! پوءِ ڀاڻي اسان کي ٻڌايو ته اها ڪهڙي جاءِ هئي جتي روپلي کي شهيد ڪيو ويو؟".

"ادا، انهيءَ سوال جو جواب مونکي نه ٿو اچي. مون ٻڌو آهي ته ننگر شهر جي ٻاهران بيٺل هڪ ٻيٻرجي وڻ ۾ ٽنگي انگريزن روپلي کي ڦاسي ڏني هئي."

"سائين! اسان کي ڪنهن طرح اها جاءِ ڏيکاريو جتي اهو ٻيٻر بيٺل هو ڇاڪاڻ ته اسان اتي روپلي شهيد جي ماڙي (يادگار يا نشان) ٺاهينداسين."

"ادل، اها جاءِ مون کان ڪا نه لبندي. اتو ته هلون، منهنجو هڪڙو سنگتي آهي مِهُرو ڪولهي، ويچارو جهونڙو آهي، اکين جي روشني به باقي وڃي بچي اٿس. وڏي ڄمار وارو آهي. ٿي سگهي ٿو ته هُن کي اهڙي ڄاڻ هجي"، نوازعلي ڪوسو ايئن چئي اٿي بيهي رهيو.

ريسٽ هائوس مان نڪري ريباري قبيلي جي ماڻهن واري هڪ ڳوٺڙي لڳ مهُرو ڪولهيءَ جي ڳوٺڙي مان پڇا ڪئي وئي. نوازعلي ڪوسي کي ٻڌايو ويو ته مهُرو ڪولهي گهران نڪري ننگر شهر ڏانهن روانو ٿي ويو آهي. اسان ڏسُ وٺي سنڌس پيڇو ڪيو ۽ واٽ تي وڃي ڪيس پهتاسين. نوازعلي ڪوسي ڪولهين جي ٻوليءَ ۾ هن سان حال احوال ڪيا ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾ چيائينس ته هنن همراهن کي انهيءَ ٻير واري جاءِ ڏيکارڻي آهي جنهن ۾ ٽنگي روپلي کي ڦاسي ڏني وئي هئي.

مهُرو ڪولهي سوچ ۾ ٻڏي ويو ۽ چيائين ته، "برابر اهو ڦاسي وارو "ٻيرو" مون ڏٺو. ان جي هيٺان ٻڪريون چاريون پرهاڻي اها جاءِ ڪهڙي آهي، سا ڳالهه ڏکي آهي، پر هلو ته واجهايون ٿا."

۽ پوءِ ڪارونجهر جبل مان نڪرندڙ گوڙ — درو نديءَ جي ڪپ تي بلڪل ننگر شهر جي ڪنارتي نديءَ جي ساڄي ڪناري تي اچي بيٺو ۽ ڇهڇ ساون ٻوٽن ۽ ديويءَ جي وڻن ۾ گهمي ڦري هڪ جڪ جاءِ تي پنهنجيءَ هلڻ واري لٺ زمين تي رکي اشارو ڪري ٻڌايائين ته روپلي کي ڦاهي ڏيڻ لاءِ جنهن ٻير ۾ ٽنگيو ويو هو، سو هتي هئو.

پوءِ ته اسان سيني جيڪي ان سفر ۾ گڏ هئاسون انهن اوسي پاسي مان ننڍا وڏا پٿر ميڙي اتي چارفٽ کن اوچي ماهي ٺاهي سين ۽ ان کي سيني سلام (سيلوٽ) ڪيو. ان موقعي تي مهرو ڪولهي کان علاوه نوازعلي ڪوسو، محمد علي

فوٽو گرافن بدر ابڙي تر جو تپيدار ۽ هڪ ڳوٺاڻو موجود هئا.

انهيءَ عمل کانپوءِ انهيءَ جُهور پوڙهي مهروءَ ڪولهيءَ اسان کان پڇيو ته اوهان هي سڀ ڪجهه ڇا ڪاڻ ٿا ڳوليو ۽ ڦوليو؟ اسان چيو ته روپلو ڪولهي اسان سيني سنڌين جو شهيد آهي.

ان تي مهُرو ڪولهيءَ چيو ته، ”بابا! روپلو ته جهُونجهار هو. هن موقعي تي ”جهونجهار“ لفظ ٻڌي اسان کي پهريون ڀيرو هن لفظ جي اصل معنيٰ جي خبر پئي. اسان کي پٽائيءَ جو اهو بيت ياد آيو جنهن ۾ چيو اٿس ته:

”ڏنو ڪالهه ڪهين، جهونجارڪو جهيڙو،
هاٿين هڏ مُڃائيا، ريلو وهن رت نئين،
پائن سان سنئين، جٿان جيءَ جوکو ٿئي.

اسان اهو سوچي رهيا هئاسون ته شاهه جي رسالي جا اهي مرتب جن پٽائيءَ جي بيت کي سُر ڪيڏاري ۾ ڏسي ان کي امامن ساڻ منسوب ڪيو آهي انهن کي شايد اهو احساس نه آهي ته ”جهونجهار“ مسلمانن لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ ناهي. باقي پٽائيءَ اهو بيت ان ڪري به لکيو آهي ڇاڪاڻ ته سنڌ ڌرتي تان صدقو ٿيڻ جو نيڪو رڳو مسلمانن وٽ ئي ناهي.

اسان کي، بهرحال پنهنجي آس پوري ٿيڻ تي سرهائي هئي جو اسان سنڌ جي اپياس جي سلسلي ۾ سنڌ جي هڪ سپوت جا آخري نشان ڳولڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئاسون. پر مهرو ڪولهيءَ جڏهن پنهنجي آس جو ذڪر ڪيو ته اسان اداس ٿي وياسون.

”بابا، روپلي جي يادگار ٺهرائڻ واري جيڪا اوهان ڳالهه ڪئي آهي سا ترت پوري ڪجو ته جيئن مان جيئري هنن اکين سان اهو نشان ڏسيون وڃان.“

مهُروءَ ڪولهيءَ جي انهيءَ آس پوري ڪرڻ لاءِ اسان پيو ته ڪجهه ڪو نه ڪري سگهياسون. البت ڪارونجهر جبل مان گرينائيٽ وارو قيمتي پٿر ڪڍندڙ هڪ ڪمپنيءَ جي آفيس وياسون. اتي هڪ نوجوان انجنيئر ويٺو هو جنهن کي اسان وڃي چيو ته روپلو ڪولهي سنڌ جو شهيد آهي، ان جي ڦاسيءَ واري جاءِ اسان ڳولي لڌي آهي. اتي ڪو مضبوط ۽ نشانپر يادگار هجڻ گهرجي. اوهان ڪارونجهر جبل ۾ ڌماڪا ڪري پٿر جون ڇپون ڪيرايو ٿا ۽ پوءِ انهن مان ٽائيل ناهي وڪڻو ٿا (في ٽائيل ساڍا ٽي سو رپيا) _ اها اوهان جي اسان تي ۽ سڄي سنڌ تي مهرباني جيڪڏهن انهن پٿرن مان ڪو اهڙو ڀاري پٿر جيڪو اوهان جي ڪم جو نه هجي، روپلي جي يادگار لاءِ ڏيندؤ. ان نوجوان انجنيئر واعدو ڪيو ته هو اهڙو پٿر سيڙائي رکندو ۽ ترجي تپيدار واعدو ڪيو ته هو پاڙي تي ڪيڪڙو ڪاهي ايندو ۽ اهو پٿر ڪٽائي انهيءَ جاءِ تي رکائيندو جيڪا روپلي جي شهادت گاهه آهي.

ان ڳالهه کي اڍائي سال گذري ويا هئا. اسان کي وري وسڪاري کانپوءِ تر

سيمينار جي موقعي تي آڪٽوبر 1992ع ۾ ننگرپارڪر وڃڻ جو موقعو مليو. بدر ابڙو، شڪور نظاماڻي، هدايت منگي، قربان پيرزادو ۽ نواز علي ڪوسو گڏ هئاسون. وقت ڪڍي روپلي جي شهادت گاهه تي وياسون. ڏئوسون ته اڍائي سال اڳ اسان جيڪا ماهي ٺاهي آيا هئاسون سا اتي اڃا موجود آهي. باقي مهُرو ڪولهيءَ جي آس اڃا پوري نه ٿي هئي ڇاڪاڻ ته هو ياري پٿر ڪچي انهيءَ جاءِ تي اڃا ڪنهن نہ رکايو هو.

اسان وري به روپلي ڪولهيءَ جي ڦاهيءَ کي سيلوٽ ڪيو ۽ موٽي آياسون. روپلي جي يادگار واريءَ پنهنجيءَ آس ـ نراس کي آٿت ڏيندي اياز جو بيت دل ئي دل ۾ ورجايو سون ته:

"پـلـي آس تـہ مـان نـہ آ تـوهـرن
ڏسـيـن تـو وچـون تـيـون ورن" ـ ٻتائي

بهرحال هينئر تائين اسان جي اها آس آهي ته روپلي ڪولهيءَ جي شهادت گاهه تي ڪو پڪو يادگار اڏيو وڃي ۽ انهيءَ جاءِ کي شهر جي رينجرن واري چوڪيءَ کان اندر ڪري ڇڏجي ته جيئن اتي وڃڻ لاءِ ڪنهن چوڪيءَ کي پار ڪرڻو نہ پوي. هن وقت ننگر شهر کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ جنهن رينجرس واري چوڪيءَ تان لنگهڻو هوندو آهي، تنهن کان اڳتي وارو علائقو سرحد يا بارڊر آهي، جنهن ڪري ڏاڍو حساس علائقو آهي. جيڪڏهن روپلي جو شهادت گاهه شهر جو حصو تصور ڪيو وڃي ۽ رينجرس جي چوڪي ان کان اڳتي هجي ته پوءِ سنڌ جي ڪُنڊ ڪڙڇ کان ماڻهن جو هتي پهچڻ ڏکيو عمل نہ ٿيندو. پوءِ روپلي جي ڦاسيءَ واري جاءِ تي ميلا لڳي سگهن ٿا ۽ روپليءَ جي ونيءَ واري پيشنگوئي پرپور طريقي سان محسوس ٿيڻ لڳندي ته روپلي کي هميشه هميشه لاءِ ماڻهو ياد ڪندا رهندا.

اڃو ته اميد ڪريون ته سنڌ ۾ ڪڏهن سنڌين جي حڪومت ايندي جيڪا اسان جي اها آس پوري ڪندي.

# ”ڪُتي جي قبر“ تي بلوچستان جي دعويٰ جو پسمنظر

جبلن جي هن عالمي سال 2002ع جي جولاءِ مهيني ۾ 16 ۽ 17 تاريخ تي بدر ابڙي ۽ محمد علي قادري فوٽو گرافر سان گڏ ڪُتي جي قبر واري ڏاڙهياري جبل جي چوٽيءَ تي ويهي اسان سيئي اهو ئي سوچي رهيا هئاسون ته جيڪڏهن سنڌ سرڪار ويران پيل هن حسين تفريح گاهه کي ايئن ئي نظر انداز ڪندي رهي ته هي ماڳ سنڌ جي هٿن مان هليو ويندو.

تازو ”ڪاوش“ اخبار ۾ لاڙڪاڻي ڪان معشوق اوڏاڻي جي اسٽوري اسان جي ان خدشي کي صحيح ثابت ڪيو آهي جنهن ۾ هن لکيو آهي ته تازين چونڊن دوران ڪتي جي قبر وٽ رهندڙ ماڻهن جا ووٽ قمبر خيرپور ناٿن شاهه يا ميهڙ بدران بلوچستان جي ڪرخ شهر جي پولنگ اسٽيشن تي وجهرايا ويا جنهن جو مقصد اهو آهي ته سنڌ جي ماڳ ”ڪتي جي قبر“ کي بلوچستان وارن پنهنجي سرحد ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي.

”ڪُتي جي قبر“ واري ماڳ تي بلوچستان جي دعويٰ وارو مامرو ڏکهو پس منظر رکي ٿو. 1861ع ڌاري انگريزن جي راڄ دوران پڻ هن مامري کڙ ڪنيو هو جنهن کي انگريزن پنهنجي انداز سان حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

ڪيرٿر جابلو سلسلي جي هن حسين ماڳ تي سنڌ ۽ بلوچستان جي دعويٰ واري پس منظر ۾ وڃڻ ڪان اڳ ۾ ان حقيقت کي بيان ڪرڻ ضروري آهي ته سنڌ ۽ بلوچستان جون ٻئي حڪومتون هن ماڳ بابت رڳو زبان خرچي ڪان ڪم وٺي رهيون آهن. سنڌ حڪومت گذريل اڌ صدي دوران هن ماڳ تائين پڪو روڊ تعمير ڪرڻ ۾ سراسر ناڪام وئي آهي جڏهن ته بلوچستان حڪومت خضدار ضلعي جي ڪرخ شهر ڪان ڏاڙهياري جبل ڏانهن ويندڙ رستي تي ”باري پير“ نالي ڳوٺ تائين 25 ڪلوميٽر رستو ٺهرائڻ لاءِ اڍائي لک رپين جي بجيٽ جو اعلان ڪري خاموش ويهي رهي آهي ۽ ڪو ڪم ڪو نه پيو ٿئي. 96_1993ع واري پ پ دور ۾ سنڌ جي وڏي وزير سيد عبدالله شاهه ڏاڙهياري جبل جي چوٽيءَ تي جلسو ڪيو ۽ وڏا وڏا واعدا ورجايا، پر ٿيو ڪجهه ڪين.

سوال اهو آهي ته جيڪڏهن پنجاب جي ڪوهه مري وارين 6000 فٽ اوچين پهاڙين تي بجلي ٻري سگهي ٿي ۽ شيشي جهڙو ٻنو روڊ تعمير ٿي سگهي ٿو ته ”ڪتي جي قبر“ ۽ ”گورک“ تائين بجلي ۽ رستو چونتا پهچي سگهن؟ ٻيو ته نهيو پر سنڌ جي انهن حسين تفريحي ماڳن تي رهندڙ ماڻهن کي پيئڻ جو پاڻي به نه

پهچايو ويو آهي. جبل جي جهان جي اها حيرت انگيز حقيقت آهي تہ جبل جون اتاهيون چوٽيون هيٺاهن جابلو علائقن ۾ وهندڙ نئن ۽ چشمن کي پاڻي فراهم کن ٿيون پر پاڻ پاڻيءَ کان محروم آهن. برساتون اول اتاهين چوٽين تي پون ٿيون جتان پاڻي هيٺ وهي نئن، نالن، ڍورن، ڪنبن ۽ چشمن ۾ اچي ٿو. سو جبل ۾ موجود پاڻي انهن اتانهين چوٽين جي اوڌر آهي جيڪا انهن کي واپس وٺي ڏيڻ گهرجي. ان لاءِ پائيپ لائين وڇائڻ جي ضرورت آهي، بجلي پهچائڻ جي ضرورت آهي جنهن سان نہ رڳو اتاهين چوٽين تي قائم تفريحي ماڳ آباد ٿي سگهن ٿا پر اتي انسانن ۽ جانورن جو جياپو پڻ برقرار رهي سگهي ٿو.

"ڪُتي جي قبر" وارو ماڳ جيڪو سمنڊ جي سطح کان 7200 فٽ مٿي آهي سو "سائينءَ جي نئن" کي پاڻي ڏئي ٿو. "مِيرِهيڙ" نالي وڏي واهہ جهڙي چشمي کي پاڻي پهچائي ٿو جتان مزاراڻي نئن وهي هلي ٿي. پر "ڪُتي جي قبر" وٽ پاڻي ڪونهي. ان ڪري ضروري آهي تہ سنڌ ۽ بلوچستان جون حڪومتون ڏاڙهياري جبل جو اُڌارو پاڻي، "ڪولاچي نئن" (جيڪا سنڌ ۾ اچڻ کانپوءِ "نئن گاج" سڏجي ٿي) سائن جي نئن ۽ "مِيرِهيڙ" چشمي مان پاڻي واپس ڏاڙهياري کي ڏياري حساب سڌو ڪري.

هونئن "ڪتي جي قبر" واري ماڳ تي پاڻي پهچائڻ لاءِ ڪيترا ڀيرا سروي ٿيو آهي. ماهرن بہ پنهنجيون رپورٽون سنڌ حڪومت وٽ جمع ڪرايون آهن ۽ سياحن بہ پنهنجا تاثرات بلوچستان توڙي سنڌ جي اختيارين حوالي ڪيا آهن. پر هيل تائين نہ سنڌ حڪومت کيرٿر جي اپرندي پاسي کان "ڪتي جي قبر" تائين پاڻي پهچايو آهي ۽ نہ اهو ڪم بلوچستان حڪومت کيرٿر جي اُلهندي پاسي کان ڪيو آهي. بس، تڪرار، تنازعو ۽ جهيڙو جهٽو ڪرڻ ڪين ڏانءُ اچي ٿو، ڪم ڪرڻ جي صلاحيت خيرڪو آهي.

"ڪتي جي قبر" واري ماڳ تي بلوچستان جي دعويٰ جو هڪ پهلو "ڇُٽا" ۽ "گائيچا" ذاتين وارن ماڻهن وچ ۾ خونريز جهيڙو پڻ آهي. هي پهلو سرڪاري گهٽ پر قبائلي پس منظر وڌيڪ رکي ٿو. ڏاڙهياري جبل جي اُتاهين چوٽي تي گهٽو ڪري "ڇُٽا" ذات جا ماڻهو رهن ٿا جڏهن تہ خاص ڪري سنڌ واري پاسي تي هيٺاهين چوٽين تي "گائيچا" ذات جا ماڻهو آباد آهن. ٻنهي ڌرين وچ ۾ ڪجهہ سالن کان ڪنهن ڳالهہ تان خونريز جهيڙو جاري آهي جنهن ۾ هيل تائين يارهن ماڻهو قتل ٿي چڪا آهن. ڇُٽا ۽ گائيچا ٻئي نيٺ سنڌي قبيلا آهن ۽ سندن ٻولي اها نج سنڌي آهي جيڪا ڀٽائيءَ پنهنجي رسالي جي سسئي- پنهون واري داستان جي پنجن سُرن ۾ ڇيئي آهي- ۽ ٻيو تہ هي ٻيئي قبيلا ڊگهي عرصي کان وٺي هڪ ئي نواب جا پوئلڳ رهيا آهن- پر هاڻي جڏهن انهن وچ ۾ خونريز جهيڙو ٿي پيو آهي جنهن ۾ ڇُٽن جي چوڻ مطابق گائيچن جي حمايت مارفاڻي چانديا ڪري رهيا آهن،

ان ڪري چُٽا چون ٿا تہ اهي چانڊئي جي نوابيءَ ۾ شامل ناهن ۽ سنڌن نواب پوتاڻي آهي. اها بہ ڳالهہ آهي تہ نواب غيبي خان جي دور ۾ خود پوتاڻي، نواب چانڊئي جي سگهي ڌاڳي ۾ رهي چڪا آهن. بهرحال، هن وقت نواب چانڊيو هن مامري کي حل ڪرڻ لاءِ فيصلا ڪندو رهيو آهي پر اجا تائين هنهي ڌرين ۾ صلح ٿي نہ سگهيو آهي.

اهو بہ هڪ سبب آهي جو چٽا ذات جا ماڻهو جيڪي ڏاڙهياري جي چوٽيءَ تي ويٺا آهن سي پاڻ کي ۽ "ڪتي جي قبر" واري ماڳ کي سنڌ نہ، پر بلوچستان ۾ ڏسڻ گهرن ٿا ڇاڪاڻ تہ هنن جي خيال ۾ نواب چانڊيو هنن جي مخالفن تي هٿ رکي ٿو.

خير، چُٽا _ گائيچا جهيڙو پنهنجي جاءِ تي، پر اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ "ڪُتي جي قبر" واري ڏاڙهياري جبل جي علائقي ۾ جيڪي ماڻهو رهن ٿا، انهن جي زندگي جو وهنوار گهڻو تڻو بلوچستان جي شهر "ڪرخ" سان آهي جيڪو صرف 35 ڪلوميٽر پري آهي ۽ ان جو سبب اهو آهي تہ هڪ تہ گوادر_شهدادڪوٽ روڊ جيڪو ڪرخ کان گذري ٿو ۽ "ڪُرو وارو اوچو" لڪ ٽپي سنڌ ۾ اچي ٿو ان وسئن پيدا ڪئي آهي ۽ ٻيو تہ سنڌ واري پاسي کان ڪو بہ روڊ، ڪچو توڙي پڪو نہ ٺاهيو ويو آهي، جنهن ڪري ڏاڙهياري جا ماڻهو فريد آباد، مڏ باهو يا خيرپور ناٿن شاهہ وغيره سان روزاني جو وهنوار رکي نٿا سگهن. ڪرخ تہ هو روزانو اچي وڃي سگهن ٿا ۽ اتي لٽو بہ اتان وٺن ٿا.

سو جيڪڏهن "ڪتي جي قبر" واري ماڳ کي سنڌ سان ملائي رکڻو آهي تہ پوءِ سنڌ حڪومت کي گهرجي تہ دادو ۽ لاڙڪاڻي وارن ٻن پاسن کان ڏاڙهياري جبل تائين پڪو رستو تعمير ڪرائي، اتي بجلي آٽي ۽ پاڻيءَ جو بندوبست ڪري. ان سان هڪ تہ اتي رهندڙ ماڻهن جو سنڌ سان لاڳاپو پيدا ٿيندو ۽ ٻيو مري ۽ زيارت کان بہ بهتر تفريح گاهہ جڙي سگهندو، پري پري کان خاص ڪري اونهاري جون گرميون گذارڻ لاءِ هتي سياح ايندا ۽ سنڌ حڪومت جي آمدنيءَ ۾ اضافو ٿيندو.

هي ڪم وفاقي سرڪار بخوبي ڪري سگهي ٿي. ان کي پنهنجي ڪيسي مان بجيٽ ڪيڻ گهرجي ۽ سنڌ سرڪار توڙي بلوچستان حڪومت کان بہ حصو وٺي ڏاڙهياري جي چوٽيءَ تي اهڙو تفريح گاهہ ٺاهي سگهي ٿي جيڪو سڄي پاڪستان مان سياحن کي ڇڪي هتي آڻي سگهي ٿو. وفاقي حڪومت سنڌ ۽ بلوچستان جي حڪومتن کي قائل ڪري سگهي ٿي تہ جيئن تہ اهي "ڪُتي جي قبر" تي پنهنجي پنهنجي دعويٰ رکن ٿا، ان ڪري اهي پنهنجن پنهنجن وسيلن مان ڏاڙهياري تائين روڊ ٺهرائين ۽ اتي پاڻي پهچائين.

هن ڪم لاءِ چانڊين جي نواب کي خاص رول ادا ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ "ڪُتي جي قبر" وارو علائقو هميشہ کان وٺي سنڌن جاگير ۾ اچي ٿو. ٻيو ان علائقي

۾ رهندڙ ماڇوچنن ۽ گائيچن سميت سنڌن ٿي رهيا آهن. ٽيون، ته چنن ۽ گائيچن وچ ۾ صلح به هوئي ڪرائي سگهن ٿا ـ ۽ جي صلح نٿو ٿئي ته پوءِ وڌيڪ خونريزي ٿي سگهي ٿي جنهن سان ڏاڙهياري واري تفريح گاهه جو تصور ته بلڪل ختم ٿي ويندو. سياح ان هنڌ ايندا آهن جتي رهڻ جي سهوليت ڪان به وڌيڪ امن هجي. چوٿون، ته جيڪڏهن بلوچستان جي حڪومت هن علائقي تي دعويدار ٿئي ٿي ته اها صورتحال خاص ڪري نواب چانڊيئي لاءِ قابلِ قبول نه ٿيندي. ان ڪري جيڪڏهن نواب شبير احمد خان چانڊيو چنن ۽ گائيچن ٻنهي تي هٿ رکندو ته اهي ڪير ڪنڌ ٿي ويندا. سندس تعلق پ پ سان آهي ۽ محترمه بينظير ڀٽي سان هاڻ لاڳين رابطو آهي. نئين حڪومتي صورتحال ۾ سندس وفاقي توڙي صوبائي حڪومت ۾ اثر رهندو. پاڻ بلوچستان جي سردارن ۽ سرڪار سان به رابطي ۾ رهي ڏاڙهياري واري تفريح گاهه اڏڻ ۾ اهم رول ادا ڪري سگهي ٿو.

پر جيڪڏهن هن سلسلي ۾ وفاقي حڪومت، سنڌ سرڪار يا نواب چانڊيو ڪجهه نٿا ڪن ته پوءِ هي ماڳ سنڌ جي هٿن مان هليو ويندو ۽ اهو سنڌ سان هاڃو ٿيندو ڇاڪاڻ ته سنڌ جي هن ماڳ تي دعويٰ پويان مهر ڳڙهه ڪان مهين جي دڙي جي تاريخ آهي.

# ڇا ادب لاءِ نظريو ضروري آهي

پٽائي 1689عيسوي سن ۾ پيدا ٿيو ۽ 1752 عيسوي تائين جيئرو رهيو، جڏهن ته ڪارل مارڪس 1818 عيسوي سن ۾ ڄائو ۽ 1883 ۾ وفات ڪري ويو هو. جيڪڏهن مارڪسي نظريو ادب لاءِ ضروري آهي ته پوءِ ڪال مارڪس جي پيدا ٿيڻ کان ڇاهٺ سال اڳ پٽائيءَ عظيم ادب ڪيئن پيدا ڪيو؟

جيڪڏهن ادب لاءِ نظريو ضروري آهي ته پوءِ ايئن ٿيڻ گهرجي ته پهريائين نظريو گهڙجي، ٺاهي تيار ڪيو وڃي ۽ پوءِ ادب کي رد ڪري وري ٻيو ادب پيدا ڪيو وڃي، جيڪو نظرياتي حد بندين ۾ ايئن پورو هجي، جيئن عروضي غزل جي هر سٽ ڪنهن عروضي بحر واري چوديواري اندر پوري هوندي آهي.

جيڪڏهن ان راءِ کي قبول ڪجي ته ادب لاءِ نظريو ضروري آهي ته پوءِ ٿيوريءَ سان سهمت ٿيڻو پوندو ته اڳ ۾ نظريو وجود ۾ ايندو آهي، جنهن مان رهنمائي حاصل ڪري ليکڪ ادب تخليق ڪندا آهن ۽ جيئن ته اهڙو نظرياتي ادب سماج ۾ بيچيني پيدا ڪندو آهي، ان ڪري انقلابي سياستدان اچي ان سماجي بي چينيءَ کي انقلاب جو روپ ڏيندا آهن.

ان جي معنيٰ اها ٿي ته ادب، سياسي انقلاب واري ڪوري جو ٻارڻ آهي. يا سماج ۾ سياسي انقلاب آڻڻ ڪانسواءِ ادب جو ٻيو ڪو به ڪارج ڪونهي ۽ جيڪڏهن ايئن آهي ته پوءِ جمال ابڙي جي ڪهاڻي، "پيراڻي"، ادب ئي ناهي ڇاڪاڻ ته ان ۾ ڪنهن سياسي انقلاب آڻڻ جو ڪو به مواد موجود ڪونهي، خود سوڀي گيانچندانيءَ جي ڪهاڻي "پاڇوڪڙ"، ڪنهن به سياسي نظرئي پٽاندر لکيل ناهي.

حقيقت اها آهي ته نظريو پاڻ ادب جي پيداوار آهي ۽ ادب لاءِ نظريو نه پر نظرئي لاءِ ادب ضروري آهي. ان جو هڪڙو ئي مثال ڪافي آهي. ڪارل مارڪس کان ڇاهٺ سال اڳ پٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ چيو هو ته:

ڏکيون جان نہ مڙن، تان تان پنڻ نا ٿئي.

جڏهن ته اٽڪل هڪ صدي پوءِ ڪارل مارڪس دنيا جا مزدورو متحد ٿي وڃو وارو نعرو ڏنو هو.

ٻيو ته ڪيترن سياسي نظرين کي زندگيءَ سچ ثابت نہ ڪيو آهي. ان جو مثال مارڪسزم آهي. جنهن جي بنياد تي لينن سوشلزم ۽ ڪميونزم وارو نظريو گهڙيو پر ان نظرئي تي ستر سال عمل ڪرڻ ڪانپوءِ خبر پئي ته اهو واريءَ جو ڪوٽ هيو، جو خودبخود جهري ڪري پيو ۽ جن ماڻهن ڪروڙين انسانن جي قرباني ڏئي ان کي اختيار ڪيو هو، تن ان مان هٿ ڊرا ڪري ڇڏيا.

پر ان جي مقابلي ۾ روسي ادب اڃا روس ۽ اڳوڻي سويت يونين جي

رياستن ۾ زندگيءَ جو سچ آهي، چاڪاڻ ته ادب اتان جي سماجي، سياسي ۽ معاشي زندگيءَ جو عڪس هو ۽ ان عڪس کي اتي جي اديبن ۽ ليکڪائن ايئن چٽيو هو جيئن کين نظر آيو هو. ان ڪري زندگيءَ جي اها تصويرا جا مُدي خارج نه ٿي آهي.

هتي ان تي به ويچارڻ گهرجي ته ادب جي تخليق ۽ نظرئي گهڙڻ واري عمل ۾ فرق آهي. اديب، ليکڪ يا شاعر اندر جي ڪنهن اڌمي کي اکرن ۽ لفظن جو روپ ڏئي پڌرو ڪري ٿو. اهڙو عمل اتاهه جذباتي دباءُ سرجي ٿو، جڏهن ته نظريو يا فارمولو، مول متو يا ڪا ڊسيپلين ڪنهن جذباتي دباءُ وچان تخليق نه ٿي ٿئي، پر ڪنهن شعوري جائزي يا تنقيد جي نتيجي ۾ عمل ۾ اچي ٿي.

ان فرق کي سمجهڻ لاءِ اياز جي هي مصرع ڏسو:

سـچـو ڏيـهـ ڏاتـا، اُيـا جـي ڪـري،
لـڪـيـن عـيـد جـا چـنـڊ ايـري پـون.

مارڪس جي ڏاتي ۽ هتوري واري نظرئي کي شعوري شاعري ذريعي ڦهلائڻ واري مقصد سان لکيل هنن سٽن ۾ اها ادبي سونهن ناهي جيڪا اياز جي هنن سٽن ۾ آهي:

ڪري ويو ڪير بارش، مئه، خمار آلود، ٿيا زمانا،
قدم قدم تي هجوم زندان، نظر نظر ۾ شراب خانا.

نظريا سياسي، معاشي ۽ سائنسي نوعيت جا هونڌا آهن، پر ادب زندگيءَ جو نظريو آهي— سياست، معيشت ۽ سائنس وغيره جنهن جا جُزا ٿين ٿيا.

ادب هوئڻ ته هر تحرير کي سڏجي ٿو، چاڪاڻ ته جڏهن اجا لکت ايجاد نه ٿي هئي، ان وقت ادب جي تخليق زباني هوندي هئي ۽ اهو لوڪ ادب سڏبو هو. لکت ۾ اچڻ کانپوءِ موضوعوار صحافتي ادب، سائنسي ادب، طبي ادب ۽ مذهبي ادب وغيره جهڙا نالا رائج ٿيا.

تحريري ادب جو لٽريچر وارو قسم اهو ادب آهي، جنهن جو تعلق انساني جذبن، امنگن ۽ آسُن اميدن، خوابن ۽ خيالن سان آهي. شاعري، افسانو ۽ ناول وغيره زندگي جي تصوير چٽيندڙ اهو تخليقي ادب آهي، نظريا جنهن مان تخليق ٿين ٿا.

نظرئي مان مراد جيڪڏهن گهاڙيتو آهي يا اهڙو لفظي نظام جنهن جي اصولن پٽاندر ادب لکجي ٿو يا اهڙي ڊسيپلين آهي، جنهن کي ڪي مول متا ٿين ٿا جنهن مطابق ڪائنات جو مختلف وهنوار هلي ٿو ته پوءِ چئبو ته سموري ڪائنات جو ذرو ذرو ڪنهن نه ڪنهن اصول، مول مَتي ۽ نظام مطابق هلي رهيو آهي.

ڊڪاٽڪي، ڪنيارڪي، موچڪي ۽ ٻيا سمورا هنر ڪنهن نه ڪنهن نظام پٽاندر هلن ٿا. مٽي گڏي، ڪُني سنهي ڪري، ان کي ڳوهي، ٿانو ٺاهي ان کي آويءَ ۾ پچائبو ته ڪنيارڪو ڪم مڪمل ٿي ويندو، پر جيڪڏهن انهيءَ هنر جي اهم پهلوئن کي اڳي پوءِ ڪبو ته ريج (ٿانو) پچي نه سگهندا. مثال مٽي گڏي ان کي سنهو

ڪرڻ ڪانسواءِ ان ۾ پاڻي وجهي ڳوهبو ته ان مان ٿانو پنهنجي نزاڪت سان ٺهي نه سگهندا ۽ وري ڪچن ٿانون ڪي سُڪائڻ بنا جيڪڏهن آويءَ ۾ وڌو ويندو تڏهن به رڇ پچي نه سگهندا.

سو اها پنهنجي جاءِ تي هڪ حقيقت آهي ته ڪائنات جو جملي ڪاروبار ڪنهن نه ڪنهن فطري اصول، نظرئي يا مول متي پٽاندر هلي ٿو. ان لحاظ کان چئي سگهجي ٿو ته ادب لاءِ به نظريو يا گهاڙيٽو ضروري آهي. پر جيڪڏهن متي اٿاريل سوال ۾ نظرئي مان مراد ڪو سياسي نظريو يا پوليٽيڪل آئيڊيولاجي آهي ته ان آڌو خاص ڪريُ انساني امنگن مان ڦٽي نڪرندڙ تخليقي ادب کي ماتحت ڪري نٿو سگهجي.

ڪنهن سياسي نظرئي واريءَ لڪير جو فقير ٿيندڙ ادب، ”پرچاري ادب“، سڏجي ٿو. هونئن هر ادب، پرچار ڪري ٿو. پر جنهن کي پرچاري ادب ڪوٺجي ٿو سو پروپئگندا وارو ڍنڍورچي ادب هجي ٿو. جنهن جو تعلق انساني امنگن واري تخليق سان بنهه ڪونهي.

ادب ڪنهن به سياسي ڪُوري جو ٻارڻ ناهي، پر پاڻ انقلاب آهي. اذرا پائونڊ چواڻي ته ”اٺ ڪتابن لکڻ کان بهتر آهي ته ڪو سريلو ۽ تخليقي نوعيت جو هڪڙو شاعراڻو چِٽُ چٽي ڇڏجي“ ـ

سُر سهڻيءَ ۾ گروهڙي صاحب جي هڪ سٽ آهي:

واڳون، وچيون پائنيان، سپيريان جي ساءِ ـ

يا پٽائيءَ جو هي بيت:

جنهن تَڙِ ڏوٿون ڏون، چوتا چندن چڪ ڪيو
اچن پونئر پنيهوليا، تنهن پاٽيءَ متي ڍِون،
رانول رتو رون، ڪو وِهُ لڳو وائسين.

سو ياد رکڻ گهرجي ته سياسي نظريا جوڙيندڙ سياستدان اقتدار جي جنگ وڙهندا آهن ۽ جڏهن کين اقتدار ملندو آهي، تڏهن اها مقصد جي تڪميل هوندي آهي. جڏهن ته دنيا ۾ ايئن به ٿيو آهي ته ڪيترن راجائن تخت ڇڏي دريائن جي ڪنارن تي ويهي تپسيا ڪئي آهي ۽ شاعري چئي آهي. شاعري ۽ سياست، پيغمبري ۽ اقتداري هيچ هڪٻئي کان بنهه مختلف شيون آهن. اها بي ڳالهه آهي ته شاعري ۽ سياست، ادب ۽ سياسي اقتدار وچ ۾ برابر تعلق آهي ۽ اهو تعلق ايئن آهي ته ٻئي شيون زندگي مان ڦٽي نڪتيون آهن.

هونئن سياست جو ادب تي حاوي ٿيڻ جو ڪارڻ حڪومتي نظام آهي. سياستدان جڏهن سياسي اقتدار واري جنگ کٽي حڪومت ناهين ٿا. تڏهن اديب هنن جي راڄ جا ماڻهو ٿيو پون. ان ڪري اديبن کي ان قانون آهر هلڻو پوي ٿو جيڪو سياستدان پنهنجي حڪومت ناهي جوڙين ٿا.

اها ئي ڳالهه آهي ته پنهنجي ضمير سان سچا رهندڙ فنڪار ۽ تخليقڪار وقت جي حڪومتن جي پرواهه نه ڪندي پنهنجو تخليقي سفر جاري رکندا آهن.

چون ٿا ته اڪبر بادشاهه هڪڙي ڏينهن ٿاڪ منجهند جو شڪار تان موٽي آيو ته هن جو راڳ ٻڌڻ تي مُوڊ ٿي پيو. هن حُڪم ڪيو ته راڳ جو بندوبست ڪيو وڃي. بس بنا دير بندوبست ٿي ويا. تانسين به تنبورا ڪڇي پهچي ويو ۽ ٻيا سازندا به حاضر ٿي ويا. البت طبلي واري فنڪار انڪار ڪيو. چئي راڳ ڪا مسخري آهي ڇا جو جنهن وقت بادشاهه سلامت حڪم ڪندو ان وقت راڳ ٿيندو؟

اهڙي خبر جڏهن اڪبر بادشاهه کي ٻڌائي وئي ته هو ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ حڪم جاري ڪيائين ته ان طبلي نواز کي هاٿين جي پيرن هيٺان چيپياٽي ماريو وڃي. بس هڪدم هاٿين جو لشڪر جمع ٿي ويو ۽ تياريون شروع ٿي ويون ته انهيءَ باغي طبلي نواز کي هاٿين جي پيرن هيٺان چيپياٽي ماري ڪيس سزا ڏني وڃي، ڇاڪاڻ ته هن بادشاهه سلامت جي فرمان جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي.

پوءِ باغي طبلي نواز کي به گرفتار ڪري اُتي آندو ويو. هاٿي تيار بيٺا هئا ۽ جيئن ڦاسيءَ چڙهندڙ ڏوهاري کان آخري خواهش بابت پڇيو ويندو آهي، تيئن هن کان به سندس آخري خواهش معلوم ڪئي وئي. هن چيو ته منهنجي آخري خواهش اها آهي ته مونکي طبلو آڻي ڏيو. مان هڪ ڌن وڄائيندس، پوءِ ڀلي مونکي ماري ڇڏيو.

هڪدم طبلو اچي ويو ۽ طبلي نواز ان تي ”گٽيش“. ڌن وڄائڻ شروع ڪئي، جنهن جي اثر هيٺ بيٺل هاٿي سُنُ ٿي ويا ۽ پوءِ جڏهن هاٿين کي حڪم ٿيو ته باغي فنڪار کي پيرن هيٺان چيپياٽي ماري ڇڏين، تڏهن هاٿين جي چنگهن ۾ ايترو ساهه ئي نه هيو. جنهن ڪري فنڪار مرڻ کان بچي ويو.

سو ان ديومالائي ڪهاڻي ۾ حقيقت هجي يا نه پر هڪ ڳالهه واضح آهي ته جيڪڏهن ڪو فنڪار واقعي تخليقي سگهه رکي ٿو ته هن کي وقت جي بادشاهي کان ڊڄڻ جي ڪا به ضرورت ناهي، ان ڪري ڀٽائيءَ سِڀڻ واري سُئيءَ کي بادشاهيءَ تي برتري ڏيندي چيو هو:

پاتشاهي نه پاڙيان، سرتيون سُئيءَ ساڻ،
ڍڪي اگهاڙن کي، ڪين ڍڪيائين پاڻ،
ٻيهر جاپي جاڻ، اِبر جي اوصاف کي.

# سنڌي ادبي سنگت

سنڌي ادبي سنگت جو الميو اهو آهي ته ان کي هر دور ۾ سنڌي اديبن ۽ دانشورن مختلف سياسي پارٽين جي مفاد ۾ استعمال ڪيو آهي. چاليهن واري ڏهاڪي ۾ هن تنظيم کي موجوده آئيني شڪل ڏيندڙ سنڌي ٻوليءَ جا چوٽيءَ وارا ليکڪ ڪميونسٽ پارٽي سان واڳيل هئا ۽ پوءِ پاڪستان ٺهڻ بعد يا ته ڪميونسٽ پارٽي يا جيئي سنڌ تحريڪ يا عوامي تحريڪ جو هن تنظيم تي قبضو رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌي ادبي سنگت جي چونڊن ۾ ووٽر اديب گهٽ ۽ سياسي ڪارڪن وڌيڪ نظر ايندا آهن. اڄ تائين سنڌي ادبي سنگت جو سيڪريٽري جنرل اهو چونڊجي آيو آهي جنهن جي پويان موجود سياسي پارٽي جو سنڌي اديبن ۾ گهڻو اثر هجي. ادب، آرٽ، تخليق ۽ تحقيق ۾ عظيم ڪيريئر رکندڙ ڪو ماڻهو ورلي سنگت جو اهم عهديدار چونڊيو آهي. مون سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي چونڊن ۾ اهڙا ووٽر ڏٺا آهن جن جي سنڌي صورتخطي به ڪمزور هوندي آهي.

ان صورتحال لاءِ سبب اهو ڏنو ويندو آهي ته جيئن ته سياست ۽ ادب کي هڪٻئي کان الڳ ڪري نٿو سگهجي ان ڪري سنڌي ادبي سنگت جي موجوده صورتحال ايئن رهڻ گهرجي. اهڙو دليل ڏيندڙ دوست اهو وساري ويهندا آهن ته ادب ۽ سياست جو پلي پاڻ ۾ گهرو لاڳاپو هجي پر ادبي تنظيم ۽ سياسي تنظيم ٻه مختلف شيون آهن.

باوجود ان جي ته سنڌي ادبي سنگت جو پنهنجي وجود ۾ اچڻ کان وٺي اڄ تائين ڪردار ترقي پسند رهيو آهي پر ان تي ڪنهن نه ڪنهن سياسي پارٽيءَ جي ڇاپ هئڻ ڪري ان جو ڪردار عوامي ۽ قومي ٿي نه سگهيو آهي. منهنجو ذاتي خيال آهي ته هن تنظيم کي عوامي ۽ قومي ٿاهڻ وقت اهو خيال رکيو ويو هجي. ته ادب ۽ سياست ۾ ”عوامي“ ۽ ”قومي“ لفظن جو معنائون مختلف آهن. ان ڪري هن تنظيم جو ڍانچو تخليقي ادب سرجيندڙن، فنڪارن، آرٽ جي استادن، مهان شاعرن ۽ ٻين اهڙن ليکڪن تي ٻڌل هجي جيڪي سياستدان گهٽ ۽ فنڪار وڌيڪ هجن.

اڄ تائين سنگت جي جيڪا صورت رهي آهي، ان ڪري هر حڪومت جي نظر ۾ هيءَ تنظيم ”خوفناڪ“ ۽ ”انتهاپسند“ رهي آهي. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سنگت کي ڪنهن حڪومت کان سرٽيفڪيٽ وٺڻ جي برابر ضرورت ڪانهي پر ڪنهن ادبي تنظيم پويان سي آءِ ڊي وارن جو لشڪر گهمندو وتي، ان پاران پيدا ڪيل ادب کي ڪا چونڊيل جمهوري حڪومت به ڇپائي نه سگهي ۽ ان پليٽفارم

تي ڪم ڪندڙ سرڪاري ملازمن جون مخفي رپورٽون ناڪاري ڳالهين. ساڻ ڀريل هجن، اهو سڀ هاڃو هن تنظيم کي هلائيندڙن پاران پيدا ڪيل آهي، ٻيو ته ادبي سنگت کي سياست ۾ لتاڪيو تنظيم ناهڻ سان ان جي غير اختلاقي ڪردار تي برو اثر پوي ٿو ۽ پوءِ ايئن چوڻ ڏکيو ٿيو پوي ته سنڌي ادبي سنگت جي مختلف سوچ رکندڙ تخليقي اديبن جو ڪو گڏيل پليٽفارم آهي.

بهرحال هاڻي جڏهن رومانوي سياست جا خواب چُور چُور ٿي چڪا آهن ۽ ايشيا، آفريقا، لاطيني آمريڪا ۽ خود سپر طاقتن جو هوش ٺڪاڻي لڳو آهي، تڏهن اميد ڪرڻ گهرجي ته سنڌي ادبي سنگت ايڪويهين صدي ڏانهن وک وڌائيندي اهڙن ماڻهن جي هٿ ۾ ايندي جيڪي ڪنهن سياسي دهشتگردي يا ٺلهي نعريبازي ۾ ملوث نه هوندا ۽ هن تنظيم کي عدم تشدد واري واٽ تي هلائيندي انتها پسنديءَ کان پاسو ڪندي حقيقي معنيٰ ۾ تخليقي ادبي تنظيم جي تشڪيل ڪندا.

اهو تڏهن ممڪن ٿي سگهندو جڏهن سنڌي ادبي سنگت جا فيصلا پردي پٺيان ويٺل ڪا سياسي تنظيم نه ڪري پر سنگت جي ٿي پليٽفارم تي ويهندڙ اديب ڪن ۽ اهي اديب ڪنهن طرح به "هِزِ ماسٽرس وائيس" نه بڻجن.

منهنجي تجويز آهي ته سنگت جي آئين ۾ ترميم ڪري اهڙو ڪو سخت قانون ٺاهيو وڃي جنهن هيٺ سنگت جي چونڊن ۾ ووٽ صرف ڪو حقيقي اديب ئي ڏئي سگهي ۽ جن دوستن کي اسان، "ادب_دوست"، جي خاني ۾ رکون ٿا، سي هن تنظيم جا همدرد، خيرخواهه ۽ نماڻا ڪارڪن ٿي رهڻ پسند ڪن، اهو سنڌن ۽ سنگت جي صحت لاءِ بيحد ضروري آهي.

(27 اپريل، 1994)

# ڀلهڙيجي: جاگيرداري سمونڊ ۾ هڪ مڊل ڪلاسي ٻيٽ

ڪي ڳوٺ ڪن دورن ۾ سنڌ جو نَڪُ ٿي رهيا آهن. ”پاٽ“، ان ڪان مشهور آهي ته اتي علامه آءِ آءِ قاضي پيدا ٿيو ۽ ٻيا ڪيترا ليکڪ پيدا ٿيا. ”بکي ديري“ ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ”ڳڙهي ياسين“ ۾ اي ڪي بروهي ۽ ”ٻنديءَ“، ڳوٺ ۾ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي پيدا ٿيو. ”ٽنڊوالهيار“، ٽالپرن جي گاديءَ ڪان وڌيڪ وتائي فقير ڪري سڃاتو وڃي ٿو. ”پٽ“، پٽائيءَ جي ڪري، ”درازا“، سچل جي ڪري، ”سيوهڻ“ قلندر جي ڪري، ”جهوڪ“، شاهه عنايت شهيد جي ڪري، ”بلڙي“ شاهه ڪريم جي ڪري ۽ ٻيا ڪيترائي ڳوٺ ڪيترن بزرگن ۽ وڏن شاعرن جي ڪري مشهور ٿيا۔ اڄڪلهه ”جڳ مشهوري“ ڏاڍي سولڙي ٿي پئي آهي ڇاڪاڻ ته سئٽلائيٽ ٽيڪنالاجي سبب دنيا هڪ ننڍڙو ”گلوبل وليج“ (ڪائناتي ڳوٺ) ٿي پئي آهي ۽ اوهان سڄي دنيا گهرويٺي پنهنجي ٽي ويءَ جي اسڪرين تي ڏسي سگهو ٿا. سو ان لحاظ ڪان موهن جي دڙي جي ڇانوَ ۾ ۽ سنڌوءَ جي ڪناري تي اڏيل ڳوٺ ڀلهڙيجي جڏهن ته ان ڪائناتي ڳوٺ جو ڪو ننڍڙو پاڙو آهي ۽ ظاهر آهي ته جهڙو ڳوٺ هوندو تهڙو سندس پاڙو هوندو. پر پوءِ به اسان ڪي ان سلسلي ۾ ڪا به غلط فهمي ناهي ته ڪو اسان جو ڳوٺ ڀلهڙيجي يورپ، آمريڪا، ڪئناڊا ۽ آسٽريليا توڙي چين ۽ جپان جي ترقي يافته ڳوٺن جهڙو آسودو ۽ خوشحال آهي. شايد ان ڪري جو اسان ٽين دنيا ۾ رهون ٿا ۽ مٿي ذڪر ڪيل ملڪ پهرين ۽ ٻي دنيا جا آهن.

سنڌ ۾ مذهبي رواداريءِ ۽ سيڪيولر سوچ جي روايت جو اندازو تڏهن ٿيندو جڏهن سچل سرمست جي مقبري اندر ”تماڻو فقير“ نالي هڪ هندو عورت ڪي دفن ٿيل ڏسبو. شاهه عنايت شهيد جي مزار ڪان اوڏڙو ”فقير شهيد قيمت راءِ“ جي قبر آهي ۽ اڏيري لال درٻار جي چوديواري اندر هڪ جاءِ تي مندر به آهي ۽ شيخ طاهر نالي هڪ مسلمان صوفيءَ جي مزار به آهي. ان ڪري هندو ۽ مسلمان گڏجي لال جي زيارت لاءِ ايندا آهن. سنڌ جي ان ڪلچر ڪي وڌ ڪان وڌ محفوظ رکڻ وارو ميوزيم منهنجو ڳوٺ ڀلهڙيجي آهي. جتي شيعا، سني ۽ ٻين فرقن جا طالب رهن ٿا پر مذهبي دهشتگردي سنڌ ن ُخمير ۾ ناپيد آهي.

اسان جي ڳوٺ ۾ کوهيون کوٽڻ سان زمين هيٺان موهن جي دڙي جون ٺڪريون، گهگهڙا ۽ ڪنگڻ وغيره نڪرندا آهن. اها ڳالهه لکندي خوف ٿو ٿئي ته متان ڪنهن ڏينهن آرڪيالاجي کاتي وارا نوٽيس نه ڏين ته ڀلهڙيجي ڳوٺ وارا اتان لڏي وڃن ڇاڪاڻ ته اهو علائقو موهن جي دڙي واري شهر جو ڏاکڻيون پاڙو آهي. پر

آرڪيالاجي کاتي جي افعالن جو اسان کي اندازو آهي. اهي موهن جي دڙي وارن ظاهر ڪندڙن کي به بچائي نه ٿا سگهن ته ٻلهڙيجي ڳوٺ جي هيٺان موجود موهن جي دڙي کي هو ڇا بچائيندا؟ ٻلهڙيجي جا پيرزادا ته 1936ع ۾ درياءَ جي پائيندڙ کان پريشان ڪچي مان لڏي اچي پڪي تي ويٺا. پر هي ماڻهو پنهنجي دور جا پڙهيل ڪڙهيل انسان هئا. ان دور جي اهم ٻولين يعني فارسي ۽ عربيءَ جا ماهر، مصنف ۽ اسڪالر هئا. ڪي قرآن جا حافظ ته ڪي شيعن جا ذاڪر ڪي صوفي ته ڪي راڳي. اسان واري نسل پنهنجي وڏڙن کان ٻڌو. اسان جا وڏا پنهنجي ڪي ڳائيندا هئا. اسان ته رسالو تحت اللفظ ٿا پڙهون. ٻلهڙيجي جي پيرزادن مان خليفي محمود ڳوٺ ۾ علم جي روشني پکيڙي ۽ خليفو محمد صديق تاريخدان هو جنهن پنهنجي قلم سان فارسي ٻوليءَ ۾ سيني سنڌين جو شجرو لکيو آهي. اهڙي طرح ٻلهڙيجيءَ جي پيرزادن مان ڪيترا ڪل وقتي صوفي پيدا ٿيا جن پنهنجي نفس کي مارڻ لاءِ تپسيائون ڪيون ۽ راڳ کي عبادت سمجهي ڳاتائون. فقير يار محمد ان سلسلي جي آخري ڪڙي هو. هو گذريل جولاءِ ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

جديد دور واري ٻلهڙيجي ۾ رهندڙ پيرزادا انهن ماڻهن جي اولاد آهن جيڪي پنهنجي تر ۾ پنهنجي دانش سبب مشهور هئا. لڳي ٿو ته صدين کان سفر ڪندڙ ڪن وڏن عالمن ۽ شاعرن جا جينس اچي ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ وارد ٿيا جنهن ڪري هن ڳوٺ ۾ تعليم جو رواج تمام قديم آهي. جديد دور جي ٻلهڙيجي وارن ڪجهه انوکا ڪم ڪيا. هڪ ته هنن جاگيرداري سمونڊ ۾ پنهنجو هڪ مڊل ڪلاسي ٻيٽ تيار ڪيو ۽ تر جي وڏن وڏن زميندارن جي آڏو جهڪڻ ڪانسواءِ ۽ سنڌن مدد ڪانسواءِ پنهنجا مسئلا پاڻ حل ڪرڻ جو ڪامياب تجربو ڪيو. ”گڏ واري گادي“ ڏاهڻ وارو نعرو سٺ ۽ ستر واري ڏهاڪي جي سياسي ڇوڪرائپ هئي. ان ڪري اهو صرف نعرو هو. گڏ جي گادي اهو سمونڊ هو جنهن ۾ وڏي جدوجهد سان ٻلهڙيجي وارو مڊل ڪلاسي ٻيٽ قائم ڪيو ويو هو. هاڻي ته درياءَ سڪي ويو آهي جنهن ڪري سمونڊ اُٿل ڪاڏي آهي ۽ ڪيترن ٻيٽن کي ٻوڙي ڪناري تي جلهه ڪٽي اٿس ۽ زمين مان اندران ئي اندران ڏوکيندو وڃي.

اها سامونڊي ٻوڏ رڳو ڪميونسٽ پارٽي ٽٽڻ ڪري ڪا نه آئي آهي. ٻلهڙيجيءَ تي راتاهو ٻن سببن جي ڪري آيو. هڪ ڌاڙيوالي ۽ ٻيو فوجي آپريشن. سنڌ ۾ پندرهن سال ڌاڙيوالي هلي ۽ ان جو هيڊ ڪوارٽر موهن جي دڙي ۽ سڳين شهر جي وچ واري دريائي جهنگل ۾ هو. ان ڪري ڌاڙيلن جو لنگهه ٻلهڙيجي تي پيو. هن ڳوٺ ۾ اڳيئي ترجي زميندارن ۽ ڪامورن کي ناراض ڪري رکيو هو ان ڪري ڌاڙيلن خلاف آپريشن جو رخ ٻلهڙيجي ڏانهن ڦيري هنن پنهنجا چڱا پلاند ورتا.

باقي ٻلهڙيجي ڳوٺ ۾ سماجي ترقيءَ وارو ڪم ڪو ڪميونسٽ پارٽيءَ ڪو نه ڪيو هو. اڃا به ٻلهڙيجي جي پيرزادن ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڪافي ترقي

وٺرائي ۽ ان جي صفن اندر ”سماجي ترقيءَ“ لاءِ جاکوڙ ڪئي. پنهنجي تاريخ ۾ پهريون دفعو ڪميونسٽ پارٽي ڪي ٻلهڙيجيءَ سنڌ جي ٻهراڙين تائين پهچايو پر اهڙي پيش قدميءَ کي پارٽي سنڀالي نہ سگهي ۽ پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻي پاڻ کي چيهون چيهون ڪري ڇڏيو. ڏٺو وڃي تہ ان جو ٻلهڙيجيءَ تي ڪو وڏو اثر ڪو نہ پيو. ٻلهڙيجي جي سيڪيولرزم اڃا اهائي آهي. پڻائي جي ساڃاهہ. سنڌي سنگيت جي ڄاڻ، علم جي تلاش ۽ عورتن جي ترقي واري رفتار ڪنهن بہ صورت ۾ جهڪي ڪا نہ ٿي آهي. هن وقت ٻلهڙيجي جي هڪ تعليم يافتہ ڇوڪري لنڊن ۾ ڪمپيوٽر هلائي رهي آهي، پاڪستان جي وومين بئنڪ ۾ هن ڳوٺ جون ٽي آفيسرياڻيون آهن، صبح جو هن ڳوٺ مان جنهن تعداد ۾ نياڻيون تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ٻين شهرن ڏانهن وڃن ٿيون سو تعداد ٻئي ڪنهن ڳوٺ ۾ ورلي ملندو. جڏهن سپ ڪان پهريائين هن ڳوٺ ۾ ٽن ڇوڪرين کي انگريزي تعليم ڏني وئي هئي جنهن سان هن ڳوٺ ۾ عورتن جي تعليم عام ٿي، ان وقت هن ڳوٺ جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو ڪميونسٽ پارٽيءَ سان تعلق ڪو نہ هو. هن ڳوٺ ۾ جڏهن پهريون دفعو ڳوٺ سڌار سنگت ٺهي ۽ ان ڪم ڪيو تہ اهو ڪارنامو ڪنهن بہ طرح ڪميونسٽ پارٽيءَ جو نہ هو. اها ساڃهہ ٻلهڙيجيءَ جي پڙهيل ڪڙهيل نوجوانن جي اڳي بہ موجود هئي ۽ هاڻي بہ آهي. هاڻي تہ ڳوٺ کي ڪمپيوٽر ذريعي ڊاڪيومينٽ ڪيو پيو وڃي جڏهن تہ هتان جي ماڻهن طئي ڪيو آهي تہ اهي ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ کي انٽرنيٽ ذريعي ڪائناتي ڳوٺ سان ملائڻ جو ڪم ڪندا ۽ اهڙي طرح سنڌ جي هڪ مثالي ڳوٺ جي ماڻهن طرفان ”پنهنجي مدد پاڻ“، جي بنياد تي ڪيل ڪم ڪان دنيا واقف ٿيندي.

ٻلهڙيجيءَ ۾ رڳو ڪميونسٽ پارٽي بہ ڪا نہ هئي، ٻيون پارٽيون بہ هيون انهن ماڻهن جا جلسا بہ ٿيندا هئا ۽ مختلف پارٽين جا سربراهہ بہ ايندا هئا. پر هن ڳوٺ جي اڪثر عوام هميشہ پ پ جي حمايت ڪئي آهي ايتري تائين جو هڪڙي اليڪشن ۾ ماڻهن اسان ڳوٺ سڌار سنگت جي ڪارڪنن کي چيو تہ ”اوهان اسان جا هيرو آهيو. سچا ماڻهو آهيو. اوهان اسان جي خدمت ڪئي آهي پر ووٽ اسان تير کي ڏينداسين.“ ۽ وري سوچڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ امام علي نازش جو ڳوٺ لٽل ماسڪو نہ ٿيو. ڄام ساقي جو ڳوٺ لٽل ماسڪو نہ ٿيو، ٻنڊي، ٻکو ديرو ۽ ڏوڪري لٽل ماسڪو نہ ٿيا پر ٻلهڙيجيءَ کي لٽل ماسڪو سڏيو ويو، ان جو سبب ڇا هو؟ حقيقت ۾ ٻلهڙيجي ڳوٺ جي پڙهيل لکيل ماڻهن علم، صوفي ازم، راڳ ۽ پڻائي پنهنجي موروثي ورثي ذريعي حاصل ڪيو. هتي جي روشن ضميري ڪنهن بہ لحاظ کان امپورٽيڊ نہ هئي.

اسان جي تہ خير اها سوچيل سمجهيل راءِ آهي تہ ”لٽل ماسڪو“ وارو نالو ٻلهڙيجيءَ جي دشمنن تجويز ڪيو هو. لاڙڪاڻي سان واسطو رکندڙ مذهبي جماعت جي هڪ اڳواڻ ضيائي مارشل لا جي انتهائي خوفناڪ ڏينهن ۾ ان نيت سان ٻلهڙيجيءَ تي ”لٽل ماسڪو“، نالو رکيو هو تہ جيئن ضيائي انتظاميا هن روشن ضميريءَ واري ڳوٺ

کي بلڊوز ڪري ڇڏي ۽ شايد ان سلسلي ۾ ڪجهه ڪارروايون ٿيون به هيون. پر جي ايمانداريءَ سان ڏٺو وڃي ته اسان جو ڳوٺ ٻلهڙيجي سنڌ جي ڪنهن به ٻئي سنڌي ڳوٺ جهڙو آهي، جيئن ٻين ڳوٺن ۾ ساڌن سان گڏ چور به رهن ٿا. بلڪل اهڙي طرح اسان جي ڳوٺ جي به صورتحال آهي. جيئن ٻين ڳوٺن ۾ نشو ڪيو وڃي ٿو تيئن هتي به ڪيو وڃي ٿو. ان ڪري هن ڳوٺ کي ”لٽل ماسڪو“ چوڻ هڪ بيوقوفيءَ وارو عمل هو. اصل ڳالهه اها آهي ته ڪي ماڻهو سماجي اپياس، ”وڻ ڏٺو، شهر ڏٺو“ جي مصداق ڪندا آهن. ڪو مورڪ وڻ ڏسي چئي ته مون شهر ڏٺو آهي ته ان تي ڪهڙو اعتبار ڪبو. شهر ۾ ماڻهو به رهندا آهن، ادارا به هوندا آهن، انوڪا ڪردار به هوندا آهن، جانور، پکي پسون، به هوندا آهن جيڪي هڪ وڻ ڏسڻ سان پرکي نه سگهبا.

ٻلهڙيجي ضلعي لاڙڪاڻي جو ان لحاظ کان بلڪل هڪ مثالي ڳوٺ آهي ته ان جو رهاڪو، سرڪاري توڙي غير سرڪاري پريس ۾ موجود آهن، سنڌ سرڪار توڙي وفاقي حڪومت ۾ آفيسر آهن. شاعريءَ واري راڄ ۾ هنن جي اڪثريت آهي، شاعرائن کان هي شهر خالي ناهي، راڳ، فڪر ۽ فلسفو هن ڳوٺ جي عام ڪچهرين ۾ خاص موضوع بڻجن ٿا جڏهن ته تروانگر هن ڳوٺ اندر سالن جا سال گذري وڃن ٿا پر خون، جهيڙا ۽ ڏوهه ورلي ٿين ٿا. هن ڳوٺ جي ماڻهن پنهنجي نياڻيءَ کي انگريزيءَ جي تعليم ڏياري ۽ ڪيس ڳوٺ جي پهرين ليڊي ڊاڪٽر بڻايو پر 1986 ع ۾ هوءَ جيري جي ڪينسر ۾ لاڏاڻو ڪري وئي. ماڻهن هن جي ياد ۾ پنجن ڪمرن جي اسپتال ٺهرائي جنهن تي سوا لک.رپيا خرچ ٿيو. ان ڪم ۾ ڪئناڊا جي هڪ بين الاقوامي اين جي او کان مدد ورتي وئي. ان کان اڳ هنن پنهنجي ڳوٺ ۾ بجلي آندي، پڪو روڊ ٺهرايو، اسڪول تعمير ڪرايا، گندي پاڻيءَ جي نيڪال واري اسڪيم تي عمل ڪرايو، فون هٿايو ۽ لائبريري قائم ڪئي. اڄ به ٻلهڙيجي ۾ آمريڪا جي هڪ آرڪيالاجسٽ وولي هائينز پاران موڪليل ڪتابن جي لائبريري موجود آهي جنهن ۾ ٻين ڪتابن کان علاوه انسائيڪلو پيڊيا، يورپ جي تاريخ، ميڊيڪل ڊڪشنري، انگريزي ڊڪشنريون ۽ انگريزي ۾ درسي ڪتاب موجود آهن. ٻلهڙيجيءَ جي شاعرن ۽ شاعرائن جا ڪتاب جيڪي سنڌ جي سيني لائبريرين ۾ ضرور هوندا سي به موجود آهن. اهڙي طرح هڪ ننڍڙي ڳوٺ جي سطح تي علم، ادب ۽ ثقافت توڙي سماجي خدمت کي عبادت سمجهي هڪ ننڍڙي ڪميون قائم ڪئي وئي جيڪا نه 1717 ع واري جهوڪ ڪميون هئي ۽ نه 1871 ع واري پئرس ڪميون، پر پوءِ هڪ ننڍڙي مڊل ڪلاسي بيٽ جي وجود اٿاهه سمونڊ ۾ اهڙو ترٽلو مچائي ڏنو جو ٻلهڙيجي تي ڪيئي وار ڪيا ويا. ”لٽل ماسڪو“، جو لقب، فوجي آپريشن ۽ 28 مارچ 1999 ع تي هن اخبار ۾ ڇپيل هڪ ڪالم ان سلسلي جون ڪڙيون آهن.

(روزاني ”ڪاوش“، اپريل 14، 1999 ع)

# انٽرنيٽ وارو عالمي انساني دماغ

سائنس ترقي ڪري دنيا جو هڪ دماغ ٺاهيو آهي جنهن کي انٽرنيٽ چون ٿا. دنيا جي ان دماغ ۾ اهو سڀ ڪجهه محفوظ آهي جيڪو هن دنيا ۾ موجود آهي. ڪمپيوٽر جو اهو عالمي نظام جنهن کي انٽرنيٽ چئجي ٿو سو علم جو اهڙو بين الاقوامي خزانو آهي جنهن ۾ جيڪو به ماڻهو جتي به رهي ٿو سو ان ۾ واڌارو ڪري سگهي ٿو. مثال اسان سنڌ ۾ رهندڙ ماڻهو ڪالا باغ ڊيم واري رٿا تي پنهنجا اعتراض جيڪڏهن انٽرنيٽ واري عالمي دماغ ۾ وجهي ڇڏيون ته ايشيا، آفريقا، يورپ، آمريڪا، لاطيني آمريڪا ۽ آسٽريليا وغيره ۾ جتي ڪٿي ڪمپيوٽر کولي پڙهي معلوم ڪري سگهجن ٿا. اوهان انٽرنيٽ ذريعي دنيا ۾ ڪٿي به قائم ڪيل ڪنهن بين الاقوامي لئبرريءَ ۾ وڃي سگهو ٿا، ان ۾ رکيل سيني موضوعن وارن ڪتابن جي فهرست ڏسي سگهو ٿا ۽ جنهن به ڪتاب ۾ اوهان کي دلچسپي آهي ان کي الف کان ي تائين پڙهي سگهو ٿا. ۽ پوءِ جيڪڏهن اوهان چاهيو ته ان ڪتاب جو هڪ يا وڌيڪ صفحا پنهنجي ڪمپيوٽر واري پرنٽر تان ڇاپي پني تي ٻاهر ڪڍي سگهو ٿا. اوهان انٽرنيٽ تي واپار به ڪري سگهو ٿا ۽ دنيا جي ڪنهن به وڏي شهر جي اسٽاڪ ايڪسچينج مان شيئر خريد ڪري سگهو ٿا ۽ انهن کي وڪرو ڪري گهر ويني نفعو ڪمائي سگهو ٿا. اوهان چاهيو ته انٽرنيٽ تي جوا به کيڏي سگهو ٿا، کٽي ۽ هارائي به سگهو ٿا. ڪيترن ماڻهن انٽرنيٽ تي عشق ڪري شاديون به رچايون آهن ته ڏوهه ڪري سزائون به ڀوڳيون آهن.

علم جي دنيا جو اهو انقلاب ڪمپيوٽر آندو آهي جنهن ڪري دنيا جي ڪنهن به حصي جي ڪا به خبر دنيا جي ٻئي ڪنهن ڪُنڊ ۾ اخبارن، رسالن، ريڊئي ۽ ٽيليويزن کان به تڪڙي پهچي وڃي ٿي. ان ڪري اڄ جي دنيا جون تڪڙيون خبرون ڪمپيوٽر اخبارن ذريعي ئي پڙهي سگهجن ٿيون. خبرن جي ڏي وٺ ۽ سَڌ سماع جي اهڙي پالوٽ ڪانپوءِ هي وشال دنيا ڦري هڪ ننڍڙو ڳوٺ ٿي پئي آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ "گلوبل وليج" چيو وڃي ٿو. جيئن اسان ڪنهن ننڍڙي ڳوٺ ۾ رهندي اتي جي سيني ماڻهن جي خبرچار رکي سگهون ٿا اهڙي طرح هاڻي ڌرتيءَ جي گولي تي وسندڙ سيئي ماڻهو پڻ هڪ ٻئي کي ايترو ويجهو اچي ويا آهن جيترو هڪ ڳوٺاڻو ٻئي ڳوٺاڻي سان هوندو آهي. خبرن جي اهڙي تڪڙي رفتار، اطلاعات جو ايترو تيز نظام ۽ علم جي اهڙي ڏي وٺ کي دنيا جي سڌ سماع جو ڌماڪو يا انفارميشن ايڪسپلوين چيو وڃي ٿو. علم جو اهو ڌماڪو آسمان مان ٿيو آهي جتي دنيا جي مختلف ملڪن جون خلائي مشينون ايئن گهمي ڦري رهيون آهن جيئن

سمنڊ يا درياءَ ۾ مڇيون. اهي سيٽلائيٽ مشينون آسمان مان ڌرتيءَ تي ڏسي سگهن ٿيون. ڌرتيءَ تي ڪنهن به جاءِ جا فوٽو ڪڍي سگهن ٿيون ۽ ڌرتي تي قيامت آڻيندڙ ڪنهن سامونڊي طوفان، ٻوڏ، ماڪڙ جي حملي، هٿياربند فوجن جي حملي، زلزلي يا نظام شمسيءَ جي ٻئي ڪنهن آفت جو اڳواٽ اطلاع ڪري سگهن ٿيون. ان ڪري هاڻي دنيا ۾ فوجي راز، راز نه رهيا آهن. آسمان جون سائنس واريون اکيون هاڻي ڌرتيءَ تي فوجن، هٿيارن ۽ بارود جا سيئي ذخيرا ڏسي سگهن ٿيون. اهي آسماني اکيون هاڻي زمين جي اندر به جهاتي پائي سگهن ٿيون ۽ مختلف ملڪن جي زمين اندر جيڪو پيٽرول، پاڻي يا ٻيا معدنيات آهي انکي به ڏسي سگهن ٿيون. هاڻي ته دنيا جي ڪجهه ڪاروباري ڪمپنين پولارن ۾ پنهنجي مشهوريءَ جا اشتهار لڳائڻ جو به سوچيو آهي ۽ سال 2010ع ۾ اهڙو نظام تيار ٿي رهيو آهي جو ڌرتيءَ جي ماڻهوءَ کي آسمان گهمائڻ جو انتظام ڪيو ويندو. بلڪل ايئن جيئن ڪو ڌرتيءَ جو رهواسي ڌرتي جي ڪنهن ماڳ مڪان، درياءَ، ڍنڍ يا جبل جو سير ڪرڻ گهري.

پر علم جي انهيءَ انقلاب ۽ سائنس جي اهڙي ترقيءَ مان فائدو وٺڻ لاءِ ٻن ڳالهين جي ضرورت آهي، هڪ انگريزي ٻولي جي ڄاڻ ۽ ٻيو ڪمپيوٽر هلائڻ جو هنر. اها ٻي ڳالهه آهي جو اسان جو اڄ جو شاگرد علم حاصل ڪرڻ واري حق تي گهٽ ۽ سياست ڪرڻ واري حق تي وڌيڪ زور ڏئي رهيو آهي جنهن ڪري هن جي هٿ مان ڪتاب ڇڏائي ويو آهي ۽ بندوق هٿ اچي وئي آهي. اجتماعي خودڪشيءَ واري اها جدوجهد اسان وٽ جاري آهي جڏهن ته دنيا اسان کان گهڻو اڳتي نڪري وئي آهي.

مون کي ياد آهي ته ستر واري ڏهاڪي جي اوائلي سالن ۾ سراج ميمڻ جيڪو ان وقت روزانه هلال پاڪستان جو ايڊيٽر هو تنهن هڪ تجويز ڏني هئي ته سنڌي ٻوليءَ جي لپي يا رسم الخط انگريزيءَ واري يعني رومن مقرر ڪئي وڃي. ان وقت سراج جي ان تجويز تي سنڌ جي علمي حلقن مان گاڏڙ ساڏڙ رد عمل آيو هو. بهرحال ان وقت اڃا انٽرنيٽ وجود ۾ نه هئي ان ڪري سنڌي اڪابرن ان ڳالهه تي گهڻو نه ويچاريو هو، پر هاڻي جڏهن انٽرنيٽ جي ٻولي به انگريزي ٿي وئي آهي تڏهن محسوس ٿئي ٿو ته جيڪڏهن سنڌي ٻولي رومن رسم الخط ۾ لکي وڃي ها ته اڄ اسان سنڌي ادب ۽ صحافت، شاعري ۽ شعور کي عالمي انساني دماغ ۾ آسانيءَ سان محفوظ ڪري سگهون ٿا. سنڌي ٻولي جيڪا مُهين جي دڙي واري دور ۾ تصويري رسم الخط ۾ لکي ويندي هئي ان مختلف دورن ۾ ديوناگري ۽ پوءِ انگريزن جي دور ۾ عربي رسم الخط اختيار ڪئي. پر هاڻي هن عالمي ڳوٺڙي يعني دنيا جي ٻولي انگريزي آهي جنهن ڪري اسان دنيا جي دماغ ۾ پيٺائي وجهڻ لاءِ پهريائين رسالي کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ مجبور آهيون. پر جي سنڌي ٻوليءَ جي لپي انگريزي واري رومن هجي ها ته هوند سڄي دنيا پيٺائيءَ کي سندس پنهنجي

ٻوليءَ ۽ لهجي ۾ پڙهي سگهي ها.

جديد عالمي علمي انقلاب مانَ لاپائتي ٿيڻ لاءِ ٻي ضرورت ڪمپيوٽر آهي جنهن کي خريد ڪرڻ لاءِ معاشي صورتحال بهتر هئڻ ۽ ان جي هلائڻ جي سکيا پڻ ضروري آهي. ڪمپيوٽر مشينون ته خير اڄڪلهه ڪافي سستيون ٿي رهيون آهن ۽ بينظير حڪومت نواب شاهه ۽ لاڙڪاڻي ۾ ڪمپيوٽر سکيا جا مرڪز به کوليا هئا. پر اصل ڳالهه اها آهي ته علم حاصل ڪرڻ جي اسان ۾ ڪيتري تڙپ آهي؟ اسان علم کان وڌيڪ دولت ۽ دولت کان وڌيڪ اثر رسوخ جي تلاش ۾ آهيون. لئه – بازي، ٺاٺ باٺ ۽ طاقت اڳي علم کانسواءِ حاصل نه ٿيندي هئي پر هاڻي جيڪو ماڻهو ڌوهاري آهي، ڌاڙيوالي ڪري ٿو سو اُتم آهي ۽ جيڪو ماڻهو علم حاصل ڪري حق حلال جو کائڻ چاهي ٿو سو ويچارو ڪنگلو آهي ۽ غريب آهي. اهڙي طرح هڪ دفعو وري اسان پوئتي جهنگل واري قانون ۽ وحشي جيوت ڏانهن وڌي رهيا آهيون. اسان کي شينهن ٿيڻ جو شوق آهي، باوجود ان جي ته اسان کي خبر آهي ته شينهن جو نسل ختم ٿي رهيو آهي جڏهن ته ماڪوڙي اڃا موجود آهي.

(28 آڪٽوبر 1997)

# انٽرنيٽ واري مورچي تان سنڌ جي حقن لاءِ جدوجهد

دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ائمناسٽي انٽرنيشنل جو هڪ ذيلي ادارو ”تاسڪ“ نالي ڪم ڪري رهيو آهي جيڪو سياسي ۽ غير سياسي قيدين کي تارچر کان بچائڻ خاطر پتوڙي رهيو آهي. ان اداري اخبارن وسيلي سڄي دنيا جي حڪمرانن جون اِي — ميل ائڊريسون عام ڪري ڇڏيون آهن ۽ متاثر خاندانن کي چاڻ ڏني آهي ته جيڪڏهن انهن جو ڪو به فرد ڪنهن به ملڪ ۾ جسماني تارچر جو شڪار ٿي رهيو آهي ته اهي آمريڪا، برطانيا، چين، جپان، روس آسٽريليا ۽ ڪئناڊا سميت يورپ ۽ ايشيا جي مختلف ملڪن جي حڪمرانن ۽ عالمي انصاف جي ادارن کي ڏنل ايڊريسن تي ڪمپيوٽر ذريعي اِي-ميل ڪري پنهنجو ڪيس پيش ڪن. ”تاسڪ“ واري اداري اهڙي. طرح عملي طور ڪيترن ئي سياسي قيدين کي موت جي منهن ۾ وڃڻ کان بچائي ورتو آهي.

اوڀر تيمور جنهن تازو انڊونيشيا کان آزادي ورتي آهي، ان جي آزادي واري تحريڪ جي سرواڻ راموس هورتا آمريڪا جي گادي واري شهر واشنگٽن ۾ سڏين جي عالمي ڪانفرنس کي خطاب ڪندي چيو ته ”هاڻي جڏهن اوهان وٽ انٽرنيٽ جهڙو عالمي هٿيار موجود آهي تڏهن اوهان کي قومي آزادي ماڻڻ لاءِ بارودي هٿيارن کڻڻ جي ڪا به ضرورت ناهي“. هن مثال ڏيندي ٻڌايو ته هڪ مامري تي ايسٽ تيمور جي لکن ماڻهن عالمي بئنڪ کي ڪروڙين اِي — ميل ڪيا جنهن جي نتيجي ۾ ان عالمي اداري جو ڪمپيوٽر نظام ويهي ويو ۽ نيٺ عالمي بئنڪ جي سربراهه مون کي فون ڪري چيو ته ”پنهنجن ماڻهن کي مهرباني ڪري روڪيو ته اسان جو اربين ڊالرن جو ڪمپيوٽر نظام درهم برهم ٿي سگهي ٿو. اسان اوهان جا مطالبا مڃڻ لاءِ تيار آهيون.“

هن وقت جڏهن سنڌ سياسي ميدان ۾ شڪست کائي چڪي آهي ۽ امر جليل سميت سنڌ جا دانشور قانوني جنگ ۽ ٻين محاذن تي مختلف طور طريقن سان ويڙهاند ڪرڻ جا گر پيچرا تجويز ڪري رهيا آهن تڏهن انٽرنيٽ وارو مورچو اهميت اختيار ڪري ويو آهي.

انٽرنيٽ، اڄ جي دنيا جو عالمي دماغ آهي جنهن ۾ مڙني قومن، قبيلن ۽ فردن جا فيلسوف، عالم ۽ ماهر پنهنجين سوچن ۽ خيالن سميت موجود آهن. سڄي عالم جو علمي پورهيو هن گدام ۾ جمع ٿيل آهي جنهن مان فائدي وٺڻ لاءِ ڪنهن تي به ڪا پابندي ناهي. انٽرنيٽ اڄ جي دنيا جون سرحدون گم ڪري ڇڏيون آهن

جنهن ڪري دشمن ملڪن جا ماڻهو به هڪ ٻئي جي ملڪي سرحد ۾ داخل ٿي اتي جي علمي خزاني مان مالا مال ٿي سگهن ٿا. اهڙي طرح علم جي هٿيار سان مسلح ٿي هر قوم پنهنجي جائز حقن لاءِ آواز اٿاري سگهي ٿي ۽ سڄي دنيا کي ڪا ڳالهه مڃائي سگهي ٿي — ان سان عالمي راءِ همورا ٿي سگهي ٿي ۽ هٺيلا حڪمران هٿيار ڦٽا ڪرڻ تي مجبور ٿي سگهن ٿا.

سنڌ جي حقن لاءِ انٽرنيٽ واري مورچي تان هلڻ واري جدوجهد علمي نوعيت جي هوندي جنهن کي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو ئي اڳتي وڌائي سگهندا. هن وقت تائين سنڌ جي سياسي جدوجهد جا محرڪ پڻ اهڙا ماڻهو ئي رهيا آهن. غريب، اڻپڙهه ۽ مسڪين عوام اهڙن اڳواڻن جي شڪتي بڻجن ٿا ۽ وقت جو ڦيٿو اڳتي ڦرڻ لڳي ٿو.

اڄ جي دور ۾ انٽرنيٽ ٻنهي ڌرين، حڪمرانن توڙي مسڪين عوام جي هڪجيتري ضرورت آهي. حڪمرانن کي جيڪڏهن عوام آڏو جوابده ٿيڻو آهي ته کين عوام سان رابطو رکڻو پوندو ۽ اهڙي رابطي جو بهترين ذريعو انٽرنيٽ ئي ٿي سگهي ٿو — غريب ماڻهو گهران نڪري، پاڙا پيتا ڏئي، وقت ۽ پئسو خرچ ڪري حڪمرانن جي در تائين پهچي، درخواست ڏئي جيڪڏهن پنهنجو مسئلو حل ڪرائي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن حڪمران غريبن جي مدد ڪرڻ گهرن ٿا ته پوءِ اهو سمورو ڪم انٽرنيٽ ذريعي وڌيڪ سولائيءَ سان ٿي سگهي ٿو. صدر، وزيراعظم، وزير ۽ ڪامورا پنهنجيون اِي-ميل ائڊريسون جيڪڏهن عام ڪري ڇڏين ته اڻ پڙهيل غريب عوام عريضي نويسن بدران آءِ-ٽيءَ (انفارميشن ٽيڪنالاجي) جي نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ذريعي کين درخواستون موڪلي ڏين. درخواست ملڻ شرط اعليٰ اختياري انهيءَ اِي-ميل کي واسطيدار ڪاموري ڏانهن ٻنڻ دبائڻ سان فارورڊ ڪري ڇڏي ۽ انهيءَ لمحي ان درخواست کي قبول يا رد ڪري اها آخري اختياري ان اِي-ميل کي ساڳي ائڊريس تي موٽائي موڪلي جتان اها آئي هئي ته هوند اهڙا مامرا جيڪي هڪ ٽيبل کان ٻي ٽيبل تائين فائيلن جي سُست چرپر سبب سال وٺندا آهن سي منٽن اندر حل ٿي سگهن ٿا.

باقي جيڪڏهن اسان جا حڪمران سياست کي ڪاروبار سمجهڻ لڳندا ۽ عوام کان لنوائڻ جي ڪوشش ڪندا ته پوءِ انهن لاءِ بلوچستان جي حڪومت تمام آسان گس ٺاهي ڇڏيو آهي. بلوچستان جي مجلس عمل وارن وزيرن انگريزيءَ کي اسلام-دشمن ٻولي قرار ڏئي ان جي بائيڪاٽ جو اعلان ڪندي سرڪاري آفيسرن کي نوٽيفڪيشن، سمريون، گڏجاڻين جا منٽس توڙي ٻي خط و ڪتابت اردوءَ ۾ لکي پيش ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي. انگريزيءَ جو بائيڪاٽ، انٽرنيٽ جو بائيڪاٽ آهي ۽ انٽرنيٽ جي بائيڪاٽ جي معنيٰ اها آهي ته حڪمران عوام جو ڪم سالن بدران منٽن ۾ ڪرڻ نه ٿا چاهين. ان کان بهتر هو جيڪڏهن هو جنرل

ضياءَ وانگي واضح طور چئي ڇڏين ها تہ اهي عوام آڏو جوابده ناهن.
جنرل ضياءَ جڏهن ايئن چيو هو تہ ان جو دليل اهو ڏنو هو تہ هو عوام جي ووٽ ذريعي اقتدار ۾ نہ آيو آهي۔ هونئن تہ جنرل مشرف بہ عوام جي ووٽ ذريعي اقتدار ۾ نہ آيو آهي، پر هو عوام ڏانهن جوابده رهڻ جي هام هڻي ٿو جڏهن تہ وزيراعظم جمالي "هڪ" ئي سهي پر "ووٽ" ذريعي اقتدار ۾ آيو آهي، ان ڪري ان جي حڪومت جو عوام ڏانهن جوابده ٿيڻ فطري ڳالهہ آهي.
جيڪڏهن پاٽيءَ جي مامري ۾ وفاق پنهنجي هلائي سنڌ جو موقف رد ڪري سگهي ٿو تہ موجوده وفاقي حڪومت بلوچستان جي صوبائي سرڪار واري ان فيصلي کي بلڊوز ڪري سگهي ٿي جنهن مطابق هنن انگريزي بدران سرڪاري لکپڙهہ اردوءَ ۾ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي.
موجوده وفاقي ۽ سنڌ حڪومت کي گهرجي تہ صدر مشرف کان وٺي هر کاتي جي سيڪريٽري تائين وارن جملي اختيارين جون اي-ميل ائڊريسون اخبارن ذريعي عام ڪري ڇڏين ۽ حڪومتي ڪارندن کي انٽرنيٽ تي ويهاري عوام سان مسلسل رابطي ۾ آڻي ڇڏين۔ ڪين جوڳو اسٽاف ڏئي اهڙو بندوبست ڪن جيئن غريب غربي جي هر درخواست جو جواب فوري طور متاثر ڌر کي ملي وڃي۔ ان سان سڄي ملڪ ۾ ڪمپيوٽر جي ڄاڻ لکين نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي نوڪريون پڻ ملي وينديون ۽ بيروزگاري جي بيماري جو پڻ جوڳو علاج ٿي سگهندو۔
پر جي حڪومت ان سلسلي ۾ تعاون نہ ڪري تہ پوءِ گهٽ ۾ گهٽ سنڌ سطح تي قومي حقن لاءِ جدوجهد هلائڻ خاطر سنڌين کي خانگي شعبي ۾ ڪي ٽي اين طرز تي انٽرنيٽ جي چار وچائڻ جو بندوبست ڪرڻ گهرجي۔ ان سلسلي ۾ يورپ ۽ آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌي وڏي مدد ڪري سگهندا۔
ان قسم جي جدوجهد هلائڻ لاءِ تمام ذهين، هوشيار ۽ انگريزيءَ جي ڄاڻو ماڻهن جي ضرورت پوندي جيڪي سنڌ جي هڪ هڪ مسئلي تي خصوصي اسٽڊي ڪري ان جو ڪيس تيار ڪري عالمي ادارن ۽ گڏيل قومن جي ميمبر ملڪن سان ڪمپيوٽر تي لکپڙهہ ڪري، ڪين اعتماد ۾ وٺي مقامي حڪمرانن کي دٻاءَ هيٺ آڻڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪري سگهن ٿا۔
دنيا ۾ ڪيڏو بہ انياءُ هجي، بي انصافيءَ جي بازار گرم هجي، پر پنهنجي وهيٽائي جي باوجود بہ عقل کان ڪم وٺي ۽ سچ جو پاسو ڪٽي دنيا کي تبديل ڪري سگهجي ٿو— حوصلو ناممڪن کي ممڪن بڻائي سگهي ٿو.

(7_1_2003)

# جهڃان پسيو جهوڪ........

”اوهان هندو آهيو، مسلمان آهيو؟“
”ابا، نہ آهيان هندو ۽ نہ مسلمان صوفي آهيان. شاهہ شهيد جو ياتري آهيان.“
”صوفي اوهان ڇا کي ٿا چئو؟“
”صوفي لاکوفي ٿيندا آهن. “(لاکوفي مذهب کان نيارا، بي نياز يا لا مذهب):

هڪ جهونو، قداور، پگهر ۾ شَلُ، ٺيٺ سنڌي هندو ميلي ۾ آيل ماڻهن کي لنگر جي خيراتي ماني (جنهن کي اتي پنڊارو چون) کارائيندي، وڻ وڻان جي عالم ۾، متي ڪنهڙ جي ويسند بنا، هلندي گهمندي، منهنجن سوالن جا جواب ڏئي رهيو هو.

چئي، ”هي شاهہ شهيد جي نگري آهي. هتي هندو، مسلمان، سُني، شيعا، سيد ۽ ماڇيچا هڪ آهن، گڏ ڪاڻن پيئن، حق موجود کانسواءِ ٻيو سلام نہ ڪن، هندو مسجد ۾ بہ وڃن مسلمان رام رام بہ ڪن. هتي هر ڪو ٻئي کي ٻانهون ٻڌي پاڻوهہ سان پليڪار ڪندو آهي.“

جهوڪ شريف جي شاهہ عنايت صوفي جو هندو مريد لنگر جي ماني ورهائيندي، ماڻهن جي هجوم ۾ گم ٿي ويو. مان سوچي رهيو هوس تہ هند_پاڪ وارو ننڍو ڪنڊ، جتي هندو_مسلم مذهبي جنونيت جي ڪري رت جا درياءَ وهيا آهن، اتي ڪي اهڙا ماڻهو اڃا تائين بہ جيئرا آهن جن ۾ مذهبي ڪٽرپڻو واقعي مري چڪو آهي؟

مون ان حيرت جو اظهار شاهہ شهيد جي هڪ مسلمان مريد سان ڪيو. هو نوجوان ماڻهو هو. لاڙ جو رهاڪو، پڙهيل ڪڙهيل، ماستريءَ واري پيشي سان لاڳاپيل، پر فقير طبع. قربائتو ۽ اُنا کان پاڪ، جهڙو اندر ۾ تهڙو ٻاهر..... اسان ميلي ۾ درگاهہ جي حدن اندر جنهن جاءِ تي ويٺا هئاسون، اتي هڪ قبر هئي، جنهن تي پڙ پيل هو. قبر اتر_ڏکڻ طرف پکڙيل هئي، جنهن مان لڳي پيو تہ هتي ڪو مسلمان پوريل آهي. پر انهيءَ نوجوان صوفيءَ ٻڌايو تہ ”اوهان کي حيرت نہ لڳي. هي هڪ هندوءَ جي قبر آهي، جيڪو شاهہ عنايت شهيد سان گڏ هارين جي بغاوت دوران شهيد ڪيو ويو هو.“

ان نوجوان جي منهن ۾ مان عجب وچان نهاري رهيو هوس ۽ هو چئي رهيو هو، ”سائين، هي شهيد قيمت راءِ صوفي فقير آهي. هيءَ قبر تہ شاهہ شهيد جي مزار کان ٿوري وٿيرڪي آهي. هلو تہ مان اوهان کي سائينءَ (شاهہ شهيد) جي مقبري

واري احاطي ۾ اهڙيون ڪيتريون ئي قبرون ڏيکاريان. جيڪي انهن هندو صوفين جون آهن. جيڪي شاهه شهيد سان گڏ. هارين واريءَ جدوجهد ۾ وڙهندي شهيد ٿيا هئا. " ۽ پوءِ هن مون کي اهي سڀ قبرون ڏيکاريون ۽ ٻڌايائين ته. "هتي دفن ٿيل هندن کي مسلمانن وانگي قبر ۾ پوريو ويو هو ۽ هنن جي جنازي نماز به پڙهي وئي هئي. "

رات جو پويون پهر هو. پر ماحول جاڳي رهيو هو. فضا ۾ يڪتارن. چپڙين. ڍولڪن ۽ وينل نڙين جا آواز ٻري رهيا هئا. چيزل سائين جا فقير. ولايت شاهه جا گيڙو رتا راڳي ۽ وڏ گهراٽا فقير وجد واري ڪيفيت ۾ ڳائي. وڄائي ۽ نچي رهيا هئا. ماڻهن جي پيهه ان جاءِ تي گهٽي هئي جتي شاهوڪار خاندان جا ڪي فرد پنهنجي ماحول کان باغي ٿي. شاهه شهيد جي نگريءَ ۾ اچي. يڪتارو هڪ هٿ ۾ ۽ چپڙيون ٻئي هٿ ۾ کڻي پنهنجي وجود کي نچائي رهيا هئا. ٽڳڙين ۾ ويڙهيل ڪولهي. مينگهواڙ. ڀيل ۽ باگڙي جدا جدا ٽولين ۾ ٽليون وڄائي سنڌ جي مختلف صوفي شاعرن ۽ خاص ڪري ڀٽائي جا ڪلام ۽ لوڪ گيت ڳائي رهيا هئا. خيرپور جو مشهور ڳائڻو غلام حسين باجي ٽي. موڙ شاهه پاسي ۾ وينل ۽ ٻئي پاسي ڍولڪ وارو- ٻه ٽي ڪلام هڪ اوتاري ته ٻه ٽي ڪلام ٻئي اوتاري ٿي- بس شاهه شهيد جي ميلي تي حاضري ڏيئي هئي. شهيد جي وحدت واري وهانوَ تي سهرا ڳائڻا هئا ۽ هڪ ٻيو همراهه. اڪيلو نه ساز نه سرود. رڳو يڪتارو. ماڻهن جي هڪ ٽوليءَ آڏو اڪيون پوريون انساني وحدت جا ڪلام ڳائي رهيو هو. ان لالچ کان بي نياز ته ڪو رپيو به ڏيندو يا نه!

جهوڪ جاڳي رهي هئي. رات ننڊ مان اٿي. ڏوئي پوئي. پنهنجو روشن چهرو ظاهر ڪيو. ڳائڻ وارن جي درد جو دونهون اجا دکي رهيو هو. اڄ ميلي جو آخري ڏينهن هو. صوفي حضور بخش. سنڌ جو مشهور هاري اڳواڻ "شاهه عنايت شهيد" جي عنوان سان ڏيڍ سئو صفحن واري ڪتاب جو ليکڪ. تنهن مونکي وٺي اچي هڪ جاءِ تي بيهاريو. چئني پاسن کان پٽ نڪتل. هڪ مٽيءَ جو ٿلهو پٽ تي پٿر جي هڪ تختي لڳل. جنهن تي "گنج شهيدن جو" لکيل.

"هي اجتماعي قبر آهي 1718ع ۾ جڏهن هارين جي بغاوت کي چيڀاڙي مغلن ۽ ڪلهوڙن حڪمرانن صوفي شاهه عنايت کي شهيد ڪيو هو تڏهن ان تحريڪ سان واڳيل بي شمار فقيرن جو ڪوس ڪيو ويو هو ۽ پوءِ انهن شهيدن جي لاشن کي هڪ وڏي کڏ کڻي ان ۾ پوري ڇڏيو هئائون. ان کي اسان. گنج شهيدن. جو ڪوٺيندا آهيون. هيءَ انهن شهيدن جي اجتماعي قبر آهي........ اهڙيون اجتماعي قبرون ۽ شهيدن جا گنج هتي جملي ست آهن. اوهان ان مان اندازو لڳائي سگهو ٿا ته 1717ع واري. سنڌ ڪميون. کي ختم ڪرڻ لاءِ گڏيل هندستان جي مغل شهنشاهن ۽ سنڌ جي مقامي ڪلهوڙن ڪيڏو نه قتل عام ڪيو هوندو! "

سِرُ ڏونـديـان، ڌڙ نـہ لـهان، ڌَڙُ ڏونـديـان سر نـانـهہ،
هـٿ ڪـرايـون آگَـريـون، ويـون ڪَـپـجـي ڪـانـهہ،
وحـــدت جـــي وهـسـانـَـو، جـسـي ويـاســي وڍيـا. -ڀٽائي

مون ڪئميرا ڪڍي ۽ ان ۾ شهيدن جا گنج محفوظ ڪرڻ لڳس. ڪئميرا جي اک اهڙا ”پنج گنج“ ڏٺا جڏهن تہ صوفي حضور بخش ٻڌايو تہ باقي بہ ”گنج“ حفاظت نہ هئڻ ڪري نابود ٿي ويا آهن.

”۽ هيءَ جاءِ آهي جتي شاهہ عنايت ڪي شهيد ڪيو ويو هو“ صوفيءَ ٻڌايو. مون ان جاءِ جو فوٽو ڪڍيو. ڪئميرا جي ڳڙڪيءَ مان ڏٺم. چئني پاسي ديوار سان هڪ ٿلهو پيئي نظر آيو. پر ان جون ديوارون ڪجهہ اوچيون هيون. ۽ ان چوديواريءَ ڪي هڪ ڪاٺ جو در پيل هو ۽ ان در مٿان پٿر جي تختي لڳل هئي، جنهن تي ”شهادت گاهہ لکيل هو ......... مون ڪي چڻ ڏاوڻ پئجي ويا. اُتي ويهي رهيس، سڄي رات جي اوجاڳي وارو ٿڪ لهي ويو. سوچي رهيو هوس تہ شهيد ٿيڻ کان ٿورو اڳ ۾ شاهہ شهيد فارسي جو اهو بيت هن جاءِ تي پڙهيو هوندو ”سر در قدم يار فدا شد چہ بجا شد_ اين بار گران بود، افداشُد چہ بجا شُد“ يعني يار جي قدمن ۾ جيڪڏهن سر قربان ٿي وڃي تہ چڻ صاب پيو. هي بار هو لٿو تہ ڏاڍو سٺو ٿيو“_

آسمان ۾ چڙوچڙ ڪڪر نظر پئي آيا. ڌرتي سم ۾ آلي هئي. سج اڃا گرم نہ ٿيو هو جهوڪ شريف ۾ شهادت گاهہ جي پٺ تان نظر مٿي کڻڻ سان شاهہ شهيد جي مقبري جو گنبذ ڏسڻ ۾ پئي آيو.

”۽ اهو جنگ جو ميدان جتي جهوڪ واري لڙائي لڳي هئي، ان کي ميران پور جو پٽ، چوندا آهن. هتان بہ فرلانگ کن پري آهي. شاهہ عنايت اصل اتان جو هو. مهدي جونپوري جيڪو هندستان ۾ صوفي تحريڪ جو وڏو سرواڻ هو سو بہ ميران پور ۾ اچي رهيو هو.“ ڪراچيءَ جي مشهور صوفي ستار مونکي ٻڌايو. صوفي ستار دراصل مشهور سنڌي شاعر ساجد سرشاري آهي. سفيد ريش، جهونڙو نهٺائيءَ سان ڳالهائڻ، اهڙو چڻ تہ موهن جي دڙي جو ڪو مهذب ماڻهو هُجي. قربائتو اهڙو جو پنهنجي مرشد شاهہ شهيد جي عرس جي موقعي تي مضمون ڇپرائڻ لاءِ عوامي آواز جي آفيس ۾ آيو ۽ زور پري پاڻ سان گڏ ميلي تي وٺي آيو. جهوڪ جي شهيد جو ميلو مان پهريون ڀيرو ڏسي رهيو هوس. ڪراچيءَ کان جهوڪ شريف تائين رستي ۾ هو مونکي شاهہ عنايت جي شهادت، هارين جي تحريڪ، جهوڪ جي گاديءَ، هاڻوڪي سجاده نشين ۽ اڳاٽي زماني ۾ هن ميلي بابت حال احوال ڏيندو آيو. مون کان هڪ جاءِ تي ڇرڪ نڪري ويو جڏهن هن چيو تہ ”سنڌ جي عالمن مان سيو ڏاڍو گهٽو پڙهيل آهي...... اسان ڪراچي جي لياريءَ واري علائقي ۾ مينگهواڙن ۽ ٻين هندن ۾ هن جي اليڪشن لاءِ خاص ڪم ڪيو هو.“

(25 سيپٽمبر 1990ع)

# ٽائيم بجيٽنگ

هر جنم ڏينهن انيڪ ۽ انوکن احساسن آڻڻ سان گڏ ماڻهوءَ جي زندگيءَ مان هڪ سال جي هڪ کٽوتي به ڪري ٿو. ان ڏينهن جڏهن ماڻهو زندگيءَ جي يڪسانيت واري ننڊ مان سجاڳ ٿئي ٿو ۽ سوچي ٿو ته جيڪو ٿيو سو ته ٿيو پر اڳتي ڇا ڪجي؟ هلندڙ سال ڪيئن گهارجي؟ ٽائيم بجيٽنگ ڪجي؟

ڀهراڙين جو سنڌي ماڻهو جنهن کي سنڌو درياءَ ۽ فطرت پالي ٿي ۽ پاڻ ويهي ڪائي ٿو. تنهن کي "بجيٽنگ" واري لفظ سان گهٽي واقفيت ناهي. ڏورانهين ماضيءَ ۾ جڏهن اڃا ناڻو پيدا نه ٿيو هو ۽ ماڻهو مٽا سٽا واري نظام هيٺ هلندو هو. ڪٽڪ جي ڳوڻ ڏئي ڪنير کان ٽانوَ وٺندو هو. چيلو ڏئي ڀارن کي ڪپڙا ڍڪائيندو هوَ ۽ پلال جون ڀنڀون ڏئي ڍڪڻ کان هر نهرائيندو هو. تڏهن ته بجيٽنگ جو عمل دخل اڃا گهٽ هوندو هو ۽ ماڻهو زندگيءَ جو جساب ڪتاب زباني ۽ بنا ليکي چوکي جي ڪندو هو. پنهنجي آمدني ۽ روانگي جو حساب ڪتاب. ليکو چوکو ۽ ناڻي جي ڏي وٺ جهڙا ـ گهڻ ماڻهوءَ جي مٿي ۾ ڪو نه وڃندا هئا. سنڌي ماڻهوءَ کي خبر ئي ڪا نه هوندي هئي ته time is money (وقت کي به مُلهه آهي يا هر لمحو پئسو آهي) تڏهن انسان کي ناڻي اڃا چريو ڪو نه ڪيو هو. ان ڪري هن "ٽائيم بجيٽنگ" جو نالو ئي نه ٻڌو هو.

اهو زمانو ڏاڍو سٺو هو. سماج ۾ ذهني بيمار ماڻهن جو تعداد نه جي برابر هو. جسماني سگهه ۽ جنسي طاقت گهڻي هوندي هئي. ماڻهو پيٽ جي دوزخ ڀرڻ واري چنتا کان گهٽي ياڳي آجو هو. جنهن ڪري هو ذهني اوسر وارا ڪم ڪندو هو. سوچيندو هو. تپسيا ڪندو هو. شاعري ڪندو هو. راڳ ڳائيندو هو ۽ قرآن ۽ ڀٽائي جو رسالو بر زبان ياد ڪندو هو. ڳجهارتون ڏيندو وٺندو هو ۽ اهڙا قصا ڪٿندو هو جو هڪڙي ئي قصي ۾ رات گذري ويندي هئي.

هاڻي خاص ڪري وڏن شهرن ۾ رهندڙ سنڌين کان حال احوال وٺبا ته چوندا ته وقت ناهي. چنتائون گهڻيون ۽ ويساند گهٽ آهي. هڻ هٽان جو جهان آهي. صبح کان رات تائين پاڻ پتوڙڻ سان مس مس وڃي پيٽ پالڻا پوري ٿئي ٿي. پڙهڻ، لکڻ ۽ سوچڻ جيترو وقت ڪونهي.

پر وقت ته هر ماڻهوءَ وٽ هڪجيترو آهي. رات ۽ ڏينهن جا چوويهه ڪلاڪ ته هر ماڻهو گذاري ٿو. ڪجهه ننڊ ۾، ڪجهه ڪم ڪار ۾، پر ترجيحات جو فرق آهي. ڪي ماڻهو ڪنهن هڪ ڪم کي اهميت ڏين ٿا ۽ ٻيا ٻئي ڪم کي ـ پوءِ

انسان پنهنجيءَ سماج ۾ جيڪا اخلاقيات هٿ سان ناهي آهي، ان ڪسوٽي تي پرکي ڪنهن ڪم کي چڱو ۽ ڪنهن کي مَٺو ڪوٺي ٿو. تمام ٿورن ماڻهن جو ضمير پرک ڪري ٿو ته هنن وقت چڱي ڪم ۾ گهاريو يا اجايو ضايع ڪري ڇڏيو.

سوال اهو آهي ته جيڪڏهن ماڻهو زندگي ۾ ڪجهه نه ڪري ته پوءِ ڇا ٿيندؤ؟ چوڻ ٿا ته بيمار ٿي پوندو ۽ مري ويندو.

ماري ته هن کي زندگيءَ جي هڻ هٿان به ٿي. اوور ورڪ (ٿڪائيندڙ پورهيو)، اسٽريس (ذهني دٻاءُ) ۽ اڻکٽ وڌندڙ خواهشون موتمار ٿين ٿيون. آس پوري نه ٿي ٿئي ته ان کي نراس چئجي ٿو. نراس هڪ ايذائيندڙ احساس آهي. ان مان جان ڇڏائڻ لاءِ آس کي ئي ختم ڪري ڇڏجي. نه آس رکجي نه نراس ٿجي. ڇا ايئن ماڻهو خوش گذاري سگهندو؟ نه! ماڻهوءَ جي طبعي نظام يعني جسم توڙي سندس ذهني ساخت جي صحت لاءِ حرڪت ۽ ڪم ضروري آهن. اها انسان جي مادي فطرت آهي ته هو روزاني زندگي ۾ اهڙو ڪو ڪم ڪري جنهن تي هن جو ضمير مطئمين هجي.

نفس مُطمِنا. تصوف ۾ انسان جي اهڙي ذهني حالت کي چئبو آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي نفس کي ماري ايترو نرم ڪيو هجي جو اهو حال تي راضي رهي، اطمينان سان هجي. وڏيون خواهشون نه رکي ۽ آسمان مان چنڊ لاهي اچڻ جهڙين چرائپ وارين چلولاين کان پري رهي. روحاني يا شعوري سفر جي اها منزل نفس اُماره کان ٿيندي نفس مُطئمينه تي ختم ٿئي ٿي.

"he, who is in harmony with himself and his environment, is a happy man."

(جيڪو ماڻهو پنهنجو پاڻ سان سهمت آهي ۽ ارد گرد جي ماحول سان سهمت رهي ٿو، سو زندگي خوش گذاري ٿو)

يعني هو جيڪو ڪجهه ڪري ٿو، هن جو ضمير ان تي مطئمين آهي ۽ ان ڪري هو پاڻ سان خوش آهي ۽ هو جنهن فطري ۽ طبعي ماحول ۾ رهي ٿو، ان سان به هن جو خوش رهڻ ضروري آهي، تڏهن وڃي انسان زندگي م خوشي حاصل ڪري سگهندو ۽ ڏکن ڏوجهرن کان نجات حاصل ڪري وٺندو.

پنهنجي حال تي راضي رهڻ پنهنجي جاءِ تي پر هاڻي پراڻو زمانو گذري ويو آهي، هاڻي ڏاند گاڏي جي جاءِ گڏهه گاڏي ورتي آهي، پراڻي خوشحال سنڌ جي ڀهراڙين جا ماڻهو اٺي پيهڻ واري جاندهه ۾ به گڏهه کي ٻڌندا هئا. پر اڄ ڏڦن ڏورن جي اڻاٺ ٿيندي پئي وڃي. پاڻي جي ڏڪار سبب مال جي جُوءِ تباهه ٿي وئي آهي، ٿر جبل، ڪاڇي ۽ ڪڇي ۾ ڍور بک وگهي ڪمزور ٿي بيمارين جو بک ٿي رهيا آهن. ان ڪري مهين جي دڙي واري مُهر تي بيٺل ڏڳو هاڻي رڳو ٿر ۾ نظر ايندو. باقي سنڌ تي گڏهه جو راڄ آهي.

سنڌي ماڻهو ڏڪار ۽ ڏوهن جي دهشتگردي جو ٻارڻ ٿي رهيا آهن،

پيداواري ذريعا ۽ معدني دولت تي سندن اختيار نالي ماتر وجي رهيو آهي، غربت هڪ پاسي ۽ سياسي ڏاڍ ٻئي پاسي، ماڻهو خودڪُش ٿي رهيا آهن.

اهڙي وايو منڊل ۾ جيئري رهڻ لاءِ ٽائيم بجيٽنگ ۽ ڪمپيوٽر مانيءَ، پاڻيءَ جيان ضروري آهي، وقت جو هڪ هڪ لمحو ڪا معنيٰ رکي ٿو ان کي ڳڻ ڳوٽ سان گذارڻ ڪانسواءِ پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي ترقي ڪري نه ٿي سگهجي، ازغيبي امداد جو آسرو خاص ڪري پڙهئي لکئي ماڻهوءَ کي آهي ڪو نه، حڪومتي امداد جو تلخ تجربو هاڻي 56 سال ڏکهو ٿي ويو آهي، مايوسي حرام آهي، ڏوهه آهي، پر خوشفهمي به خودڪشي کان گهٽ ناهي.

(اٺونجاهين (58) جنم ڏينهن تي لکيل)

# هڪ ٻي دنيا ممڪن آهي؟
# دِلي دُور اَستِ

ورلڊ سوشل فورم – 2006 جيڪو ڇڻ ته هڪ عالمي ميلو هو (۽ هن دفعي ڪراچيءَ ۾ ڪيو ويو) ان جون ڪامرانيون ۽ ڪوتاهيون ڳڻ ڳوت ڪان ٻاهر آهن.

ان ۾ حسن به هيو، بد انتظامي جي گدلاڻ به هئي، 58 ملڪن جي ماڻهن جا وصف خوبصورتِ به هئا ته بدصورت پڻ، هنن جا آواز سريلا به هئا ۽ بي سُرا پڻ، ڪي ٻوليون ڇاتل سڃاتل ته ڪي اوپريون، بس هڪ رؤنشو هو ۽ ميلي گيري هئي جنهن ۾ پري پري جا ماڻهو پاڻ ملندا آهن ۽ وڇڙيل جڏهن ملندا آهن ته روحن جو روح ختم ٿيندو آهي. ان لحاظ کان هي سمو مجموعي طور تي انساني ڪروڊ ڪي گهٽائڻ جو بهترين ذريعو هو جنهن دوران اهڙا ماڻهو جيڪي پنهنجن ملڪن ۾ ٿڌو ساهه به نه کڻي سگهندا هجن تن جون عورتون هتي ناچ ڪري رهيون هيون (مثال: صوبو سرحد، ملڪ: پاڪستان) وغيره وغيره –

سياسي ڌرين پنهنجي سياست ڪئي، سماجي ڌرين پنهنجو سماجي ڪم ڪيو، اين جي اوز پنهنجا غير سرڪاري ڪم ڪيا ۽ سرڪار پنهنجي مڪمل ايجنڊا تي عمل ڪيو.

پاڪستان اسٽيبلشمينٽ ۽ جنرل مشرف جي حڪومت سنڌ سرڪار ۽ ايم ڪيو ايم جي رهنمائي ۾ هلندڙ ڪراچي جي سٽي گورنمينٽ پنهنجي پنهنجي ايجنڊا تي مڪمل ڪم ڪيو.

ڪراچي جهڙي خوفناڪ شهر ۾ هزارن جي تعداد ۾ ڏيهي پرڏيهي ماڻهن جي اجتماع ۾ ڦٽاڪو به ڪونه ڇٽو – جنرل مشرف ڇڻ مُلن کي ٻڌائڻ پئي گهريو ته ڪراچي ۾ اصل طاقت اوهان ناهيو – ايم ڪيو ايم ڇڻ ثابت ڪيو ته اسان کي اقتدار ڏيندؤ ته ڪراچي پرامن شهر رهندو ٻي صورت ۾ ........

اهي سڀ ڳالهيون پنهنجي جاءِ تي پر هي ميلو جنهن انگوڇي وڃائڻ لاءِ لڳايو ويو ان جو ڇا ٿيو؟ سو سوال اهم آهي!!!!

اهو سوال هي آهي ته ٻي مهاڀاري جنگ (1945 – 1939) ڪانپوءِ جڏهن دنيا ٻن بلاڪن ۾ ورهائجي وئي ۽ ڪميونسٽ بلاڪ آمريڪي سامراجيت جي مقابلي ۾ اچڻ ڪانپوءِ اڳتي هلي ٽٽي ويو ۽ 90 واري ڏهاڪي ۾ دنيا هڪ دفعو وري ڏٻي ڏاند جي هڪ سڱ تي ڦرڻ لڳي ۽ آمريڪا انهيءَ Unipolar دنيا جو بي تاج بادشاهه ٿي اڀريو ۽ پنهنجي مرضي مطابق ڪڏهن افغانستان ته ڪڏهن

عراق ۾ ڪڏهن فلسطين تي مارو ڪرڻ لڳو ته سوال پيدا ٿيو ته انهيءَ عالمي راڪاس کي رسو وجهڻ واري ڪا طاقت پيدا ٿي سگهي ٿي يا نه؟ ڇا روس جي ٽٽڻ ڪانپوءِ آمريڪا لاءِ ڪا مخالف ڌر پيدا ٿي سگهي ٿي؟ ڇا هڪ ٻي دنيا ممڪن آهي جنهن ۾ ڏاڍ نه هجي، انصاف هجي، ارهه زورائي نه هجي، انساني آزادي هجي؟؟

ان سوال جو هڪ جواب "ورلڊ سوشل فورم" جي روپ ۾ ڏنو ويو.

پر گهٽ ۾ گهٽ ڪراچي وارو ورلڊ سوشل فورم ڏسي اهو محسوس ٿيو ته ڄڻ اها هڪ سائيڪوٿراپي هئي، اندر جي ڀڙاس ڪڍڻ وارو ڪو ventilator هو. گهٽ ۾ ٻوسٽ کي گهٽائڻ جو ذريعو هو پر "هڪ ٻي دنيا" اڏڻ واري ارادي تي جمع ٿيل ماڻهن جو ڪو اتفاق ٿي نه ٿيو ۽ نه انهن سوچڻ جو عمل شروع ڪيو ته هڪ ٻي دنيا ممڪن به آهي يا نه؟

في الحال ته ڄڻ دنيا جي بي تاج بادشاهه ڀاران اهو پيغام مليو ته نچو، ٽپو، ڳايو، نعرا هڻو، پنهنجا مقامي مسئلا اٿاريو، پنهنجين پنهنجين حڪومتن جي پاليسي مخالفت ڪريو پر عالمي اڳواڻ جو نانءُ نه وٺو، پر جي هرو ڀرو ان جو نانءُ وٺڻ يا ان خلاف هڪ اڌ جلوس ڪڍڻ يا ڪو هوائي ٺهراءُ پاس ڪرڻ سان اوهان جي اندر جي آگ جهڪي ٿئي ٿي ته ايئن پلي ڪريو پر ٿيندو اهو جيڪو دنيا جي اها واحد وڏي طاقت چاهيندي— چاڪاڻ ته:

political power grows out of the barrel of gun.

۽ بندوق جي زور تي اوهان اڄ جي دنيا ۾ ان جي نظام کي بدلائي نه ٿا سگهو—

ان ڪري:

if rape is inevitable
relax and enjoy.

اها ٻي ڳالهه آهي ته ورلڊ سوشل فورم دنيا جي سول سوسائٽي ڀاران وڏو مظاهرو هيو— هتي ڪن ماڻهن کي اعتراض ٿيو هو ته سوشل فورم پوليٽيڪل فورم ۾ ڇو تبديل ٿي ويو؟ پر حقيقت اها آهي ته سياسي عمل خود انساني سماج ڪري ٿو سو اصل طاقت ته سوسائٽي ئي آهي، ان جو ڪو عمل سياسي ته ڪو معاشي ته ڪو سماجي ٿئي ٿو— ان ڪري سوشل فورم سماج جو سوشل ائڪٽ آهي، جيڪو برابر پوليٽيڪل ناهي ڇاڪاڻ ته پوليٽيڪل ائڪٽ يا سياسي عمل اقتدار حاصل ڪرڻ کي چئبو آهي— ان ڪري سماجي جدوجهد سياسي جدوجهد کان مختلف ٿئي ٿي. هونئن به سماج جا جملي مسئلا سياسي ته ٿيندا ناهن مثال جيڪڏهن ڪا قوم، قبيلو يا سماجي گروهه پيئڻ جو صاف پاڻي حاصل ڪرڻ چاهي ۽ ان لاءِ جدوجهد ڪري ته اهڙي جدوجهد کي سياسي اقتدار جي جدوجهد ته نه چئبو — اها ٻي ڳالهه آهي ته پنتي پيل معاشري ۾ سياسي اقتدار ڪانسواءِ اتو به ملي نه ٿو

سگهي، درياءَ جو پاڻي ته پري جي ڳالهه آهي —

سو ٽين دنيا جي غريب ملڪن ۾ انساني سماج جا جملي مسئلا پلي ته اهي ماحولياتي هجن، نفسياتي هجن، تاريخي، جاگرافيائي، آرڪيالاجيڪل، انٿروپالاجيڪل يا لساني ۽ سائنسي هجن پر انهن جي حاصلات سياسي طريقي سان ٿئي ٿي. ان لحاظ کان ڏٺو وڃي ته ورلڊ سوشل فورم — 2006 بلڪل هڪ سياسي کيل هيو، هڪ بين الاقوامي سياسي ڪانفرنس هئي جيڪا اهم موضوعن تي زوردار تقريرون ڪري آخر ۾ ٺهراءَ پاس ڪرڻ ڪانسواءِ ئي ختم ٿي وئي.

اها ٻي ڳالهه آهي ڪراچي شهر ۾ پاڪستان جي اڳوڻن ڪميونسٽن پڻ هڪ ٻن جاين تي ميڙاڪا ڪيا ۽ ان صورتحال تي سنجيدگيءَ سان سوچڻ جي ڪوشش ڪئي ته ورلڊ سوشل فورم ڪي عالمي سامراج جي مخالف ڌر جو روپ ڪيئن ڏجي يا گهٽ ۾ گهٽ مقامي طور پاڪستان ۾ ڪابي ڌر جي ڪا منظم ۽ متحرڪ عوامي پارٽي ڪيئن ٺاهجي جيڪا سول فوجي آپيشاهي جو حقيقي مقابلو ڪري سگهي.

بهرحال لُڏي لَمِي ڳالهه اتي اچي بيٺي ته "دِلي دور استِ" ۽ جيڪڏهن "هڪ ٻي دنيا ممڪن آهي" ب، ته ان جا اجا ته ڪي آثار نظر نه ٿا اچن، اها ٻي ڳالهه آهي ته هن سياسي نراسائيءَ واري عالم ۾ ايئن سوچي پاڻ کي خوش ڪجي ته "ڏهه هزا ميلن جو سفر هڪ وک سان شروع ٿيندو آهي". ان ڪري ورلڊ سوشل فورم — 2006 ان ڏِس ۾ پهرين وک هو ته "هڪ ٻي دنيا ممڪن آهي."

### سنڌ سوشل فورم

ڪراچيءَ جي ورلڊ سوشل فورم ـ2006ع واري ميلي ۾ منهنجي ملاقات مرتضيٰ سولنگيءَ سان ٿي جيڪو اڄڪلهه وائيس آف آمريڪا ريڊيو جو نمائندو آهي ۽ ڪوڪرو ـ موٺاٻائو ريل سروس شروع ٿيڻ واري واقعي ڪي رپورٽ ڪرڻ لاءِ هندستان ۽ پاڪستان جي دوري تي آيل هو.

هن هڪ چرڪائيندڙ تجويز ڏيندي چيو ته ورلڊ سوشل فورم وانگي سنڌ سوشل فورم به ٿيڻ گهرجي.

مان گهڙي کن ته چپ ٿي ويس، ڇاڪاڻ ته مرتضيٰ جي تجويز مونکي چرڪائي وڌو هو — هي ماڻهو ۽ ٻيا به ڪيترائي ذهين سنڌي جيڪي brain_drain سبب سنڌ ڇڏي آمريڪا هليا ويا آهن تن کي انگريزي ۾ visionary چئبو آهي ۽ سنڌيءَ ۾ ايئن چئبو ته اهي سياڻي جا خواب ڏسندا آهن:

"سچ سياڻي جا ڪري، سامهيءَ سائي رُوءِ" ـ ڀٽائي

۽ پوءِ مون چيو ته جيڪڏهن "سنڌ سوشل فورم" واري تجويز "هڪ ٻي دنيا" وانگي ممڪن اهي ته پوءِ ان جو مقصد اهو هئڻ گهرجي ته سنڌ جي مختلف ماڻهن کي هڪ جاءِ تي ان نيت سان جمع ڪيو وڃي ته جيئن سنڌ جي ڪوهستان ۾

رهندڙ جابلو ماڻهوءَ کي خبر پوي ته ترجي بريٽ ۾ مارو ماڻهو ڪيئن ٿا رهن، ٿري ماڻهو جابلو ماڻهوءَ کان واقف ٿئي، ڪاڇي، ڪڇي، انڊس ڊيلٽا ۽ سنڌو درياءَ تي رهندڙ مهاڻا توڙي منڇر، حمل، ڪينجهر ۽ نرهيڙي توڙي مَڪِي ڍنڍ تي رهندڙ ماڻهو سنڌ جي وڏن شهرن جي شهري ماڻهن کي ڏسي سگهن. ٻهراڙيءَ جون سنڌياڻيون ڪراچي، حيدرآباد، سکر، لاڙڪاڻي، دادو، جيڪب آباد، نواب شاهه، مٺي ۽ ٻين شهرن جي انگريز سنڌياڻين سان ملي سگهن ۽ اهڙي طرح سنڌ ۾ ثقافتي ۽ سياسي اتحاد وارو اهو ماحول پيدا ٿي سگهي جنهن کي تخليق ڪرڻ لاءِ ڀٽائي پنهنجي رسالي ۾ سنڌ جو ثقافتي ۽ سياسي وحدت الوجود قائم ڪرڻ ڪوشش ڪئي هئي.

ڇا سنڌ حڪومت، سنڌ جون ضلعي حڪومتون، سنڌ جا اين جي اوز، سنڌ جي سول سوسائٽي ۽ سنڌ تي راڄ ڪندڙ پاڪستان حڪومت مرتضيٰ سولنگيءَ جي اهڙيءَ تجويز تي سنجيدگيءَ سان ويچار ڪندي؟؟؟

سنڌ سوشل فورم واري هڪ ئي سنڌ ۾ ايڏي ڏکي، نا ممڪن ۽ مشڪل شيءِ آهي جهڙي "هڪ ئي دنيا"- ڇاڪاڻ ته سنڌ سوشل فورم واري تجويز جو روح سڀني سنڌين کي هڪ جاءِ تي جمع ڪرڻ واري معنيٰ رکندو- جڏهن ته سڀ سنڌي هڪ جاءِ تي جمع ٿين سو سولو ڪم ناهي- اهڙو لقاءُ سنڌ جي گذريل اڌ صدي واري تاريخ ۾ صرف ٽي يا چار دفعا ڏسڻ ۾ آيو آهي:

1. ائنٽي ون يونٽ تحريڪ، 2. ايم آر ڊي تحريڪ، 3. سنڌي ٻولي واري 1972 واري تحريڪ ۽ 4. ڪالاباغ ڊيم واري تحريڪ

سنڌين جي اتحاد جي اها سياسي شڪل آهي پر جيڪڏهن سنڌ ۾ سماجي اتحاد جي ڳالهه ڪبي ته پوءِ مورڳو صورتحال وڌيڪ ڳنڀير ڏسڻ ۾ ايندي. مينگهواڙ، ڪولهي، ڀيل، شڪاري ۽ ٻاليشاهي هڪ پاسي ته ٻئي پاسي سنڌ جا سيد، ٻروچ ۽ اعليٰ نسل جا مريدن خادمن وارا حويلي ماڻهو آهن- اترادي ۽ لاڙي، آريا ۽ دراوڙ، ڪارا ۽ اڇا ڪِنگ پريسٽ ۽ ڊانسنگ گرل جا پونيئر پاڻ ۾ هڪ جاءِ تي ڪيئن جمع ٿيندا؟

"محمود ۽ اياز هڪ صف ۾"، اسلامي نعرو آهي، ground reality ان کان مختلف آهي- ٻُڌ، برهمڻن کان بيزار ٿي پيلي مسلمان ٿيا هجن پر سنڌن ڪل جي هيٺان ڪوٺيو ته "هندو جاتيءَ" يا "سنڌو جاتيءَ" واري ذات پات وارو مت پيد ملندو-

اهو ئي سبب آهي جو جديد سنڌ ۾ شائسته عالماڻي ۽ بلخ شير مهر جهڙيون هزارين ڪهاڻيون سنڌين جي مختلف ذاتين ۾ موجود ملنديون.

شايد اها ئي صورتحال هئي جو سنڌ جي هڪ ڏاهي مرحوم فقير محمد لاشاري پنهنجي حياتيءَ ۾ چيو هو ته "سنڌي اڃا هڪ قوم ٿي نه سگهيا آهن"، ان ريمارڪ تي اڃا تائين اسان جي ڪيترن دوستن کي اعتراض، ناراضگي ۽ ڪاوڙ هوندي آهي.

# ڪنري: مرچن جي عالمي مارڪيٽ

تمام ٿورن ماڻهن کي اها خبر هوندي ته ٿرپارڪر جو هڪ ننڍڙو شهر ڪنري دنيا ۾ ڳاڙهن مرچن جي سڀ کان وڏي منڊي آهي. آگسٽ کان نومبر وچ ۾ پوکجندڙ وڏي فصل لهڻ جو مطلب هتي اهو ٿو ورتو وڃي ته سڪل مرچن جون گهٽ ۾ گهٽ اٺ ڪروڙ ٻوريون لهن. يورپي ملڪن جا ماڻهو مرچن جا شوقين نه ٿا ٿين، ته وري اهي هيءَ تيز هاضمي ۽ چستيءَ آڻيندڙ شئي اپائين ٿا. مرچ گهڻو ڪري ٽراپيڪل ملڪن ۾ کاڌي جو ذائقو تيز ڪرڻ لاءِ ڪتب آندا ٿا وڃن. هاڻي ڪن يورپي ملڪن ۾ به ڳاڙهن مرچن جون ڪي جنسون اپايون وڃن ٿيون ته جيئن انهن جو رس ڪيڏي ڪن بايو ڪيميائي مصنوعات ۾ ملائي سگهجي. ان هوندي به ايشيائي، آفريقي ۽ وچ اوڀر يورپ وارا ملڪ اڃا به پاڪستان مان ڳاڙها مرچ گهرائين ٿا. مرچ پاڪستان جي چئني صوبن ۾ پوکيا وڃن ٿا، پر سنڌ ۾ ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ سوايو فصل ٿئي ٿو ۽ هتي هڪ مهينو اڳواٽ چونڊبو ڪيو وڃي ٿو.

ڪنري شهر ڪراچيءَ کان اتر-اوڀر طرف 300 ڪلوميٽرن ۽ ميرپورخاص جي اوڀر طرف 63 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. ميرپورخاص ضلعي هيڊڪوارٽر پڻ آهي، جنهن ۾ ڪل 9 تعلقا آهن. جن مان پنج بئراج ايريا ۾ ۽ چار ٿرجي ريگستان ۾ آهن. ڪنري شهر تعلقي عمرڪوٽ ۾ آهي. اها سنڌ جي امير ترين ٽائون ڪاميٽين مان هڪ آهي، جنهن کي مرچن جي اپت مان ٿي سالياني 50 لک رپيا آمدني ٿئي ٿي، هتي مرچن جو فصل 50 هزار ايڪڙن تي پوکيو وڃي ٿو. عمرڪوٽ کانسواءِ ٻيا چار تعلقا ميرپورخاص، ڊگهڙي، جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد) ۽ سامارو بيراج واري ايراضيءَ ۾ اچن ٿا، جڏهن ته ٿر ۾ چار تعلقا، ڏيپلو، مٺي، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر شامل آهن.

ڪنري باقاعدي منصوبابنديءَ هيٺ ٺهيل گهٽين هڪ-ماڙ ۽ ٻه- ماڙ عمارتن تي ٻڌل سهڻو شهر آهي، هتي نيڪال لاءِ ٺاهيل نالين پڻ ڍڪيل آهن. ميرپورخاص ۽ ڪنريءَ وچ ۾ هلندڙ تيز رفتار ڪوچون پڻ هتي جي مرچن وارن امير ۽ بارسوخ زميندارن جي ملڪيت آهن، جڏهن ته عام آبادي تمام غريب آهي. انهن ۾ اڪثريت انهن هارين جي آهي، جيڪي مرچ پوکين ٿا. غير مسلم آبادي، جنهن ۾ ڪولهي، مينگهواڙ ۽ ڀيل اچي وڃن ٿا، اصل نسل هتان جي آهي ۽ مرچن جي آڳاٽي پوکائي ڪندي اچي ٿي.

**خوشحالي: -**

هتي هارين جي روزاني آمدني سراسري طور پنج ڏهه رپيا ٻيهي ٿي! مرچن جي آسمان سان ڳالهائيندڙ قيمتن جي زماني ۾ اها ڳالهه مڃڻ جهڙي ته ڪا نه ٿي

لڳي، پر حقيقت ۾ اها ٿي آهي. انهيءَ ڪري اصلوڪن هارين ڪولهين، مينگهواڙن ۽ ڀيلن جي زندگيءَ جو معيار اڃا تائين تمام هيٺانهون آهي. سندن جسم تي چنبڙيل ڪپڙي جون به ٽڪڙيون، تڏهن ٿيون تبديل ٿين جڏهن اهي صفا ليڙون ٿي ڇڪيون هجن ٻي صورت ۾ اهي ڪپڙا ڌوئڻ يا ڌوارائڻ جو به نه تا سوچي سگهن، نه وري بيمار ٻارن لاءِ دوائن وٺڻ ڪاڻ به ڏوڪڙ هجن تا. سندن جيئڻ مرڻ ڪک پن مان ٺهيل جونڙي ۾ ٿئي. رهائش لاءِ ڪنهن ڪچي پڪي گهر وٺڻ جو تصور به نه تا ڪري سگهن.

مرچن جا ننڍڙا آبادگار به ڪي گهڻا خوشحال نه تا ٿين. ڇاڪاڻ ته وڏا آبادگار پنهنجو فصل چڱي اگهه تي وڪڻڻ لاءِ دلال يا واپارين سان ملي سگهن تا جيڪي پنهنجي نئين ماڊل جي گاڏين ۾ ڪنريءَ جون گهٽيون ماپيندا رهن تا، جڏهن ته ننڍڙا آبادگار انهن دلالن جي مرضيءَ وارو اگهه وٺڻ تي مجبور ٿين تا.

**بيماري:**

ڪنريءَ ۾ ٻاڙهن مرچن جي هڪ عجيب بيماري ڏسڻ ۾ آئي آهي، جنهن هتان جو فصل ناس ڪري ڇڏيو آهي. هتان جي مقامي آبادگارن جو خيال آهي ته جيڪڏهن اها بيماري هڪ دفعو وري ظاهر ٿي ته اهي مرچ پوکڻ کان هٿ ڪڻڻ تي مجبور ٿي پوندا. انهن مان ڪي واقعي هتان ڇڏي به ويا آهن. جيستوڻيڪ ٿرپارڪر ۾ ڪپهه ۽ ڪڻڪ به متبادل فصلن طور پوکي ٿيون سگهجن، پر هتان جا ماڻهو ماحولياتي اثرن سبب گهڻو فصل لهڻ ڪري مرچ پوکڻ کي ترجيح ڏين تا.

هتي هڪ ايڪڙ مان 50 مڻ سڪل مرچ حاصل ٿين تا. ملڪ جي ٻئي ڪنهن به علائقي ۾ ايترو مقدار نه ٿو لهي. جهڙيءَ ريت خيرپور ميرس ۾ کجور جي فصل کي خاص اهميت حاصل آهي تهڙيءَ ريت ڪنريءَ واري علائقي ۾ مرچن جي پوک اهميت رکي ٿي. جيتوڻيڪ جهڏو، نئون ڪوٽ ۽ سامارو پڻ مرچ جي مرڪزن طور مشهور آهن، پر مرچ ـ منڊي ڪنري انهن کان گهڻي اڳڀاهين آهي. ڇاڪاڻ ته وائل بيماري وگهي مرچن جي ناس ٿيڻ ڪري ملڪي مارڪيٽ ۾ ٻاڙهن مرچن جو اگهه تمام چڙهي ويو. ايستائين جو هتي ڪنريءَ ۾ به عام اگهه کان ٻيڻ تي وڪڻڻ لڳا.

**ڪوجنا:**

ٻين دنيا جي اڻ اسريل ملڪن ۾ فصل جي ڪوجنا لاءِ مونو ريسرچ انسٽيٽيوٽ هجن تا، پر پاڪستان ۾ اهڙو ڪو به ادارو موجود ڪونهي. سنڌ زراعت کاتو به پنهنجي توسيعي ونگ سميت ان ڏس ۾ هٿ تي هٿ رکيو ويٺو آهي. ميرپورخاص واري هارٽيڪلچر انسٽيٽيوٽ جي مرچن واري سيل البت ڪي احتياطي تدبيرون وقتاً بوقتاً پئي ٻڌايون آهن. ٽنڊي ڄام واري زرعي يونيورسٽيءَ پاران به ان سلسلي ۾ ڪڏهن ڪا رهنمائي ڪانهي ڪئي وئي. زرعي ماهر پڻ مرچن

جي بيماريءَ بابت ڪجهہ وضاحت ڪين ڪري سگهيا. ڪن ان کي اضافي پاڻيءَ جو نتيجو سڏيو آهي. گهڻا چون ٿا تہ ساڳيو فصل ساڳيءَ زمين ۾ پوکڻ انهيءَ بيماريءَ جو ڪارڻ آهي. هوڏانهن ڪن ماهرن جو خيال آهي تہ اها بيماري سنڌ ۾ ٻاهران آيل ٻج سبب پکيڙي آهي. هتي هڪ ٻيو مسئلو بہ سامهون اچي ٿو سو اهو آهي تہ اسان وٽ ٻاهران ايندڙ مختلف جنسن جي ٻج جي چڱي يا خراب هجڻ جي تشخيص ڪرڻ جو بہ ڪو ادارو ڪونهي، جيئن تہ بيماريءَ سبب 80 سيڪڙو فصل ناس ٿي ويو هو، انهيءَ ڪري انهيءَ بابت ماضيءَ ۾ اسيمبلين ۾ بہ سوال اٿاريو ويو پر ان وقت واري حڪومت سياسي معاملن سبب ان ڏانهن جوڳو ڌيان نہ ڏنو. وري بہ پ پ حڪومت اچي فصلن جي مسئلن تي ڌيان ڏنو. ڪنريءَ واري مسئلي جو بہ جائزو ورتو ويو. ٻج کان فصل لهڻ تائين هر مرحلي جي ڪڙي نگهباني ڪئي وئي تہ ٻوٽا صحيح طور واڌ ويجهہ ڪن پيا يا نہ؟ ڳالهہ ٻاٽيءَ واري منڊ ۾ ڇا ٿو وهي واپري؟ آبادگارن کي سائنسي طريقن کان آگاهہ ڪيو ويو جن ۾ اسپري جيت مار دوائن جو استعمال ۽ ضروري اپائن بابت رهنمائي ڪئي وئي تہ جيئن فصل بچائي سگهجي.

هوڏانهن حڪومت کي هارين جي معاشي بدحالي جو جائزو وٺڻ لاءِ بہ هڪ جامع سروي ڪرائڻ گهرجي. انهن جي گهٽ ۾ گهٽ ڏهاڙي اُجرت جو بہ تعين ڪيو وڃي تہ جيئن اهي غريب بہ پنهنجو پيٽ پالڻ لائق ٿي سگهن.

19 آگسٽ 1996

# اٺنسائيڪلوپيڊيا سِنڌيانا جو خاڪو

"اٺنسائيڪلوپيڊيا" هڪ اهڙو جامع ڪتاب هجي ٿو جنهن ۾ علم جي صنف ۽ پهلوءَ تي معلومات موجود هجي ٿي."

ان لحاظ کان "اٺنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" اهڙو جامع ڪتاب هئڻ گهرجي جنهن ۾ سنڌ جي هر پهلوءَ تي علمي ڄاڻ موجود هجي.

1_ هوئنن "اٺنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" ڪي ڪنهن رسمي مهاڳ جي ڪا بہ ضرورت ڪانهي. بهرحال، تاريخ جو رڪارڊ جي درستيءَ لاءِ جيڪڏهن اهڙي تاريخي ڪتاب جي ارتقائي مرحلن واري تاريخ کي مختصر طور قلمبند ڪيو وڃي تہ ان ۾ ڪو هرج ناهي. سنڌ جو هي اهم ڪتاب ڪيئن لکيو ويو ان تي ڪتاب جي آخر ۾ ضميمو ڏيئي ڪتاب جي شروعات صفحي_ 1 کان "الف" ساڻ ڪرڻ گهرجي.

2_ سنڌ بابت علم جي مڙني شاخن ۽ پهلوئن تي معلومات جمع ڪري ان کي "الف_بي" واري ترتيب ساڻ رکي ڪري ڪتاب مڪمل ڪرڻ گهرجي.

3_ البت، هن جامع ڪتاب جي تياريءَ لاءِ جيڪو طريقہ ڪار (Methodology)اختيار ڪرڻ گهرجي سو هيٺئين ريت هجي:

(الف) سنڌ جي سرزمين کي پنجن حصن ۾ ورهائجي، مثال: ڪوهستان (سنڌ جا جابلو علائقا)_ ٿر وارو ريگستان_ سنڌو درياءَ (انڊس ڊيلٽا سميت)_ ڪڇو ۽ ڪاڇو_

(ب) متي ڄاڻايل پنجن حصن مان هڪ هڪ حصي بابت جامع معلومات الف. بي وار جمع ڪري ان کي ڪمپيوٽر ۾ محفوظ ڪري ڇڏجي. جڏهن معلومات جمع ڪرڻ وارو ڪم مڪمل ٿي وڃي تہ پوءِ ان جملي معلومات کي اٺنسائيڪلوپيڊيا جي مجموعي الف بي وار واري طريقي سان ترتيب ڏئي سڄي سنڌ بابت معلومات کي الف کان ي تائين سهيڙي ڇڏجي.

(ت) سنڌ جي پنجن جاگرافيائي خِطن مان هڪ هڪ حصي بابت جيڪا معلومات جمع ڪئي وڃي، ان جا موضوع هيٺيان هئڻ گهرجن:

1. جاگرافي: دنيا جي گولي تي اهو خطو ڪهڙي ڊگهائي ڦاڪ ۽ ويڪرائي ڦاڪ ۾ ۽ ڪهڙي ڊگريءَ تي موجود آهي؟

اهو علائقو سمنڊ جي سطح کان ڪيترو مٿي آهي؟

- ان جي بيهڪ جابلو، رڻ پٽ، وارياسي، ميداني يا پاٽي واري آهي.

- ان ۾ ضلعا، تعلقا، يونين ڪائونسلون، ٽپا ۽ ديهون ڪهڙيون آهن؟

- ان ۾ جملي ڳوٺ، واهڻ، پڊ، ٽنڊا، پاڙ، گهر ۽ مقام ڪيترا آهن؟

- ان علائقي جي انساني آبادي ڪيتري آهي؟ مرد، زالون، ٻار، ڪٽنب، غير شادي شده، شادي ٿيل، بيواهه عورتون ۽ بيواهه مرد، مماتي ۾ ۽ حياتيءَ ۾ ڪيترا ماڻهو آهن؟

- ان علائقي ۾ جهنگل، ٻيلا، ڍنڍون، ٿيهون، شڪار گاهه، ڳئون چر، گودڙ، گوهه، چشما، ڍنڍون، ڍورا، آبشارا، ڪئنال، واهه ۽ واهيون ڪيتريون آهن؟

- اتي آباد ۽ غير آباد زرعي زمين ڪيتري آهي؟

- اتي جي موسم ڪهڙي آهي، موسم ۾ ماڪ پوڻ جو تخمينو، برسات جي ماپ، گرمي ۽ سردي (گهٽ ۾ گهٽ ۽ وڌ ۾ وڌ) ڪيتري آهي، (سينٽيگريڊ ۽ فهرانائيٽ مطابق)-

- اتي سال ۾ طوفان، انڌاريون، سائڪلون، واچوڙا، تيز ۽ نرم هوائون ڪيتري رفتار ساڻ گهلن ٿيون ۽ ڪهڙي عرصي دوران هوا جو لڳڻ بند رهي ٿو.

- اتي سم ۽ ڪلر جي صورتحال ڇاهي؟ پائيندڙ، ڏيٽيون، واري جا دڙا، ڍهر، ترايون ۽ تليون ته ناهن؟

2. تاريخ:

- ان خطي جي تاريخ تي معلومات ڏيڻ گهرجي جا تاريخ کان اڳ واري دور (Pre_history) ۽ تاريخ واري دور تائين پکڙيل هجي.

- جيڪڏهن جابلو علائقو آهي ته ان جي جبلن، نئن جي ڪنارن، لڪن ۽ پهڻن تي قديم انسان جي هٿ سان ٺهيل ڪوچڻ، ڊرائنگ، مورت، شڪل يا حرف يا ڪو به نشان آهي ته ان جو فوٽو يا خاڪو ۽ معلومات ڏيڻ گهرجي، ان معلومات سان گڏ اهڙو تجزيو به ڏيڻ گهرجي ته پٿر تي موجود چٽن مان ڪهڙيون تاريخي تاويلون ڪڍي سگهجن ٿيون. جيڪڏهن ان جابلو علائقي ۾ ڪي زلزلا آيا آهن ته انهن ڪهڙيون طبعي تبديلون آنديون آهن، ماضي توڙي حال ۾، ۽ انهن جو اثر اتي جي انسان، چرند ۽ پرند تي ڪهڙو پيو آهي وغيره-

- ان علائقي جي تاريخ اتي جي وڏي ۽ ننڍي عمر جي مردن توڙي عورتن

ڪان ورتي وڃي۔ اتي جيڪڏهن ڪي لئبرريون، قديم نسخا ۽ لوڪ ادب جا نشان ملن ٿا يا سگهڙ موجود آهن يا قديم ماڳ مڪان ۽ ڪنڊر آهن ۽ انهن وسيلي اتي جي تاريخ تي ڪا معلومات ملي ٿي ته ان کي سهيڙڻ گهرجي.

ـ ان علائقي جي تاريخ بابت جيڪڏهن ڪو مواد انٽرنيٽ تي موجود آهي يا دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ ڪنهن لئبريريءَ يا آرڪيائيوز ۾ موجود آهي ته اهو جمع ڪيو وڃي.

ـ ان علائقي جي طبعي تاريخ کي نظرانداز نه ڪرڻ گهرجي ۽ اها معلومات ڏجي ته اهو علائقو درياهي لٽ، جابلو ڳار، سامونڊي يا درياهي ٻوڏ يا پائيندڙ جي نتيجي ۾ وجود ۾ آيو آهي يا هوائن لڳڻ ڪري ان جي موجوده شڪل جڙي راس ٿي آهي وغيره.

ـ مستقبل ۾ ان علائقي جي تاريخ تبديل ٿيڻ جي ڪنهن امڪان کي به نظر ۾ رکڻ گهرجي، مثال درياهہ پر تي قائم ڪو علائقو اڳتي هلي پائجي سگهي ٿو، ڪوجبل، ٽڪري يا ٻني برساتن جي وهڪري سبب بنياد مان متي نڪري وڃڻ سبب ڪِري تباهہ ٿي سگهي ٿي وغيره وغيره.

ـ ان علائقي جي تاريخ، سياسي حڪمراني جي حوالي سان گهراڻن، سلطنتن، رياستن، جاگيرن ۽ لوڙهن جي حوالي سان پڻ بيان ڪئي وڃي.

ـ سمنڊ بابت هيٺ ڏنل موضوعوار معلومات ڏيڻ گهرجي:

ـ سنڌو درياءَ جي وهڪري سبب سامونڊي ڪناري ڪان وٺي 150 ميلن تائين قدرتي طور ٺهيل Continental Shelf جا تفصيل.

ـ سنڌو درياءَ ۽ سمونڊ جي ميلاپ جي تاريخي ڪهاڻي.

ـ سنڌو درياءَ ۽ سمونڊ جي ميلاپ سبب ٺهيل انڊس ڊيلٽا.

ـ سنڌ جي سامونڊي ڪناري جي ڊيگهہ، ويڪر، ساليانو مرندڙ مڇي، مڇي مارڻ واريون ننڍيون وڏيون ٻيڙيون، ننڍا وڏا جهاز، سمونڊ جون بلائون، پلو مڇي جي ڪٿا.

ـ سنڌ جا سامونڊي بندر۔قديم ۽ جديد، سامونڊي واپار، وٽجارا ۽ ناڪئا وغيره

ـ سمونڊ جي پوئتي هٽڻ: 50,000 ورهيه اڳ سمنڊ ڪالا باغ شهر وٽ هو، سڪندر اعظم جي اچڻ وقت ڳجي شهر وٽ هو ۽ هاڻي ڪراچيءَ وٽ آهي، پاڻي

جي ڪوٽ، سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ لاٽ ۽ سنڌوءَ جي پڇڙي سڪي وڃڻ سبب سمنڊ جي ڪناري تي ڪاهه جا تفصيل.

(i). آبپاشي:

ڊاڪٽر سورلي "گزيٽيئر آف ويسٽ پاڪستان" ۾ لکيو آهي ته:

"in the field of archeology and irrigation, sindh has lessons to teach to the world."

سو، آبپاشي واري شعبي ۾ سنڌين جي مهارت بابت تفصيل جمع ڪري سنڌيانا ۾ ڇپڻ گهرجن. ان حوالي سان سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رائج آبپاشي جي طريقن جهڙوڪ، موڪي، نار، ڪارنر، گبربند وغيره ۽ تڏن جون مڏيون ناهي هيٺ وهندڙ نديءَ جو پاڻي مٿي ڪڍي اچڻ وارا هنر ۽ انهن جا تفصيل انسائيڪلوپيڊيا ۾ ڇپڻ ضروري آهن.

(ii). زراعت:

زراعت جا قسم (ڇٽ، ڪيڙ، دوباري وغيره)، سنڌ ۾ جملي زراعت ڪيتري زمين تي ٿئي ٿي، ڪهڙا فصل ٿين ٿا، زراعت مان سنڌ کي ساليانو ڪيتري آمدني ٿئي ٿي، سنڌ جا ڪيترو سيڪڙو ماڻهو روزگار سانگي زراعت تي مدار رکن ٿا، ڍانڊ جي جاءِ تي ٽريڪٽر جو اچڻ، مشيني زراعت ۽ سنڌ ۾ درياهي پاڻيءَ جي ڏڪار سبب زراعت کي لڳل ڪاپاري ڌڪ جا سنڌ جي مختلف علائقن مان تفصيل حاصل ڪرڻ گهرجن.

3. ائنتراپالاجي: "انسان جو اڀياس_ انساني سماج_ ارتقا، مذهب، ريتون رسمون، پوشاڪ ۽ سماجي زندگي جي ڍنگ کي ائنتراپالاجي سڏجي ٿو."

_ ان خطي ۾ رهندڙ انساني آبادي جو مجموعي ڍانچو_ زرعي سماج آهي يا چوپائي مال تي مدار رکندڙ آبادي (Livestock_ Oriented) آهي، صنعتي آهي يا وڻج واپار تي مدار رکي ٿي_ سماجي ڍانچو ڪهڙو آهي؟ ان ۾ ڪا تنظيم_ ڪاري آهي، خانداني، قبائلي، برادري جي بنياد تي، ڪرت جي بنياد تي، نسلي، گروهي يا مذهبي آهي؟_ سياسي تنظيم ڪاري، سماجي جماعتون ۽ NGO وغيره

_ انساني آبادي جا عقيدا، وهم سوئنسا (سئنسا)، مذهب (هاڻوڪو ۽ پراڻو)، مذهبي تحريڪون، پوڄا جا نمونا، پاڻيءَ جي پوڄا، سج، چنڊ، باهه جي پوڄا، لنگم ۽ يونيءَ جي پوڄا، آتش پرستي، بت پرستي، نانڪ پنٿي ۽ ٻيا پنٿ وغيره.

ــ شادي مرادي ۽ مماتي واري وقت جون رسمون ـ ٻار ڄمڻ (ڇٽ، ڏيءُ) وقت رسمون، طهر شادي، طلاق، سهرا، لاڏا، عيد براد، خاص ڏڻ، سٺا سوڻ، خراب سوڻ، عورت جي ڳورهاري ٿيڻ وقت رسمون (مثال تيل لائڻ)، شادي کان اڳ ونواهه وغيره، شادي کانپوءِ واريون رسمون جهڙوڪ نيڪيتي، ستاواڙو وغيره ـ مماتي وقت مرد کي دفن ڪرڻ وقت رسمون، عورت جي تدفين جون رسمون، ننڍي/صغير ٻار جي تدفين واريون رسمون ـ

ــ پوشاڪ (عورت/مرد) ۽ ٻار: پڙو ڪنجرو ڇُني، شلوار قميص، سٿڻ، چولو گهگهو لوئي، چادر اجرڪ، ٻانپيڙا (شادي جا ڪپڙا)، ٻوچڻي، ٻوڇڻ، ٻوچڻي کي ڪَڻَ هٽڻ واري رسم، گانو گهيتلا، جتيون، گل واريون جتيون، چنپليون، بوٽ، ڇپا، ڳسا، سليپر شو بوٽ، جاگر لانگ بوٽ، ڪڙتالون ۽ سِيرَ جي شڪار وقت شڪارين جي پائڻ وارا ڄوتا .......

ــ کهنيا، جهار جهٽا، بافتا، بوسڪي، سوسي، گوڏ، ڏوتي، گنجي، پهراڻ، ڪانئچ، شلوار چادري وغيره ـ

ــ ڪرت ۽ ڏنڌا: هاري، ناري، ڪنيار واڍا، لوهار ڪوري، موچي، ٻڪرار ڳنوار ميهار رازا، پيري، چرچائي وغيره وغيره جا تفصيل ڏيڻ گهرجن. عورتن جي هنرمندي جي ڏنڌن جو جائزو وٺڻ گهرجي ۽ انهن جا تفصيل ڏنا وڃن، پرت کان وٺي پيش وٺڻ ۽ پاٿياري ٿيڻ واري ڪرت کي شامل ڪري سگهجي ٿو.

ــ سنڌي ماڻهنْ جا وصف، وهاريل مٿو چيرايون اکيون، جاڙا پرون، ڪڙاوان نڪ ۽ سنها ڏند ـ وغيره پڻ ائنترا پالاجي جي زمري ۾ اچن ٿا.

(iii). آرڪيالاجي (قديم آثارن جو علم)

هر خطي ۾ قديم آثارن، ماڳن مڪانن، ثقافتي ۽ تهذيبي ورثي جي نشانن، يادگار جاين ۽ کنڊرن بابت معلومات ڏيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته قديم آثار خطي جي تاريخ بيان ڪن ٿا، مثال ڪوهستان ۾ گبر بند، ٿر ۾ جيني ڌرم جي مندرن جا نشان، انڊس ڊيلٽا ۾ ڪوٽن ۽ قلعن جا آثار ۽ ميداني علائقن ۾ برباد ٿيل شهرن جا ٺيڪرا ٺا وغيره ـ لڏل دڙا، قديم اوزارن، ٽانوَ ٺڪر ۽ انسان جي استعمال جا جيڪي به آثار نظر اچن ٿا يا ڳولي سگهجن ٿا، انهن جو ذڪر ڪرڻ گهرجي، اڻ ـ لڏل آثار جهڙوڪ روپلي ڪولهي کي ڦاسي ڏيڻ واري جاءِ، ديبل بندر جا آثار ۽ سنڌ جي ڪلاسيڪل سماجي ۽ سياسي ڪردارن جي ياد سان لاڳاپيل ثقافتي ۽ تهذيبي نشان قلمبند ڪرڻ گهرجن (مثال ٻنائي جا تڪيا) وغيره

ــ ثقافتي ۽ تهذيبي ورثي ۾ ڪلچر لوڪ ادب، فن عمارت، موسيقي،

(ix). سياست:

- سنڌ جي سياسي تاريخ تي ڪنهن ماهر (PHD) کان جامع پر مختصر مضمون لکرائي سنڌيانا ۾ شامل ڪرڻ گهرجي.

- ۽ ان سان گڏ هيٺ ڏنل موضوعن واري ڊيٽا جمع ڪري شامل ڪجي.

- سنڌ جي تاريخ ۾ سياست جي پهرين نشاني.

- سنڌ ۾ قائم ڪيل پهرين سياسي پارٽي.

- سنڌ جي تاريخ ۾ ٺهندڙ ۽ ڀڄندڙ جملي سياسي پارٽين جو مڪمل وچور، سن، اڳواڻن جا نالا، پارٽي ٺهڻ ۽ ٽٽڻ جي تاريخ ۽ پارٽي جي پوئلڳي.

- سنڌ جي تاريخ ۾ سياسي تحريڪن جو وچور تاريخن، اڳواڻن، مقصدن ۽ پاتل لاڀ وارن تفصيلن سميت.

- سنڌ جي مختلف خطن جا مشهور سياسي اڳواڻ، سنڌن پارٽيون، سياسي تحريڪن ۾ شهيد ٿي ويل ڪارڪن ۽ ليڊر، جيل ڪاٽيندڙ ڪارڪن ۽ ليڊر وغيره

(x). مذهب:

سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جو مذهب (ماضي ۽ حال)، مذهبي فرقا، مذهبي فرن جا عبادتگاهه، مذهبي اجتماعن جي تاريخ، مذهبي جهيڙن جا وچور (مثال: ٺيڙهي وارو قتل عام)، مذهبي ڀائيچاري جا مثال، مذهبي تنگ نظري جا واقعا، پيرن ۽ مرشدن جون گاديون، مسجدون، مندر، ٽڪاڻا، مدرسا، مزارون ۽ انهن تي لڳندڙ ميلا وغيره وغيره.

(xi). جيئالاجي:

سنڌ جي جبلن ۾ پٿرن جي ارتقائي تاريخ، جبلن، پهاڙن، ٽڪرين ۽ ٻنين جي عمر، فاسل، انهن جا قسم، کيرٿر جابلو سلسلو ان مان نڪرندڙ نئيون، چشما، ڪنب، لڪ، ڍنڍيون ۽ ڍورا، اوائلي پٿر جو دور، وچ وارو دور، پوين دور، پٿر جي دور جا پٿراوان اوزار، پٿريلا ماڳ، سنڌ جي جبلن ۾ موجود پاڻي، تيل ۽ گئس جا ذخيرا، انهن ذخيرن کي کوٽي ٻاهر ڪڍڻ واري سرگرمي، جبلن ۾ ايندڙ زلزلن جا جهٽڪا ۽ ٿيندڙ نقصان، ڪالهه جا ٻرندڙ جبل (ڪارونجهر)، لڪي وارا جبل، روهڙي ـ ڪوٽڏجي وارا جبل، حيدرآباد وارو گنجو ٽڪر، نئن گاج، نئن بارڻ، سائينءَ جي نئن، سيتا نئن، مزاراڻي، ڪنجهي، ڊِلان، شانهر وغيره وغيره.

سنڌ جي جبلن مان نڪرندڙ عام ۽ قيمتي پٿر (گرينائيٽ ۽ سنگمرمر)،

ان جو واپار، گندرفي چشما، نخلستان ۽ سنڌ جي سمنڊ اندر موجود جبل جا تفصيل وغيره

(نوٽ: سنڌ جي جيئالاجي تي ڪنهن يونيورسٽي جي جيالاجي واري PHDپروفيسر کان مضمون لکرائي ان کي سنڌيانا ۾ شامل ڪرڻ گهرجي ۽ انٽرنيٽ تي يا دنيا جي ڪنهن ڪنڊ ۾ سنڌ جي جبلن تي ٿيل تحقيق کي مختصر ڪري سانڍڻ گهرجي.

(xii). سنڌي سمونڊ:

سنڌ جي ڏکڻ۔اولهه ۾ موجود سمونڊ جنهن کي "عربي سمنڊ" يا "هندي سمنڊ" چيو وڃي ٿو سو اصل "سنڌي سمنڊ" آهي. مظهر يوسف پٺرس مان هڪ قديم نقشو آندو هو جيڪو سنڌالاجي کي تحفي طور ڏنو هئائين. ان ۾ Gulf of Kutch(ڪڇ واري نارِ) کي "Gulf of Sindh"سڏيو ويو هو (سنڌي نار) ان مان ظاهر آهي تہ اسان جي سمنڊ جو نالو "سنڌي سمونڊ" آهي.

(xiii). طب:

سنڌ ۾ طب واري حڪمت جي تاريخ، سنڌ جي حڪيمن جا لکيل قلمي نسخا، بيمارين جون علامتون، نبض ڏسي بيماري جو حال معلوم ڪرڻ ۽ ان جو جڙين ٻوٽين سان علاج ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪو جامع مضمون سنڌيانا ۾ شامل ڪرڻ ضروري آهي.

سنڌ جي مختلف علائقن جهڙوڪ ٿر، ڪوهستان، ڪاڇو، ڪچو ۽ درياءَ ۾ ڪهڙيون جڙيون ٻوٽيون آهن جيڪي طب جي ڪم اچن ٿيون، انهن جا تفصيل ڏيڻ گهرجن.

سنڌ جي طب ۾ Naturopathyجو عمل دخل ڪيترو آهي، ان جا تفصيل پڻ ڏيڻ گهرجن.

4. انتظامي ڍانچو:

ائنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا تيار ڪرڻ لاءِ هن کان اڳ ۾ ۽ هينئر تائين جيڪو ڪم ڪيو ويو آهي، ان مان فائدو وٺندي، وڌيڪ ڪم هلائڻ لاءِ هيٺ ڏنل تجويزن تي ويچار ڪرڻ گهرجي:

(الف) ڪجهہ چونڊ موضوعن تي گهٽ ۾ گهٽ PHD ڪيل ماهرن کان مضمون لکرائي ڇپڻ گهرجن. مثال: سنڌ جي جبلن جا جيئالاجي، آرڪيالاجي، نباتات ۽ حيوانات وغيره

(ب) "انسائيڪلوپيڊيا ريسرچ سيل" واري تحقيقي مرڪز ۾ مواد گڏ ڪرڻ واري عمل ۾ تيزي آڻي جيترو ٿي سگهي اهو ڪم ڪمپيوٽر کان ورتو وڃي. ان لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 2 ڪمپيوٽر ۽ انهن تي ڪم وارا قابل، محنتي ۽ ايماندار ماڻهو مقرر ڪيا وڃن. ادارو جيڪڏهن هي ڪم 5 ڪمپيوٽرن تي جاري رکي سگهي ته اجا بهتر ٿيندو ڇاڪاڻ ته تصويرون اسڪيننگ ڪرڻ، مواد جمع ڪرڻ، مواد جي ايڊيٽنگ ڪرڻ، پروف ريڊنگ ڪرڻ ۽ ڪتاب جو لي_آئوٽ تيار ڪرڻ وارو ڪم هڪ ئي وقت جاري رکي سگهجي ٿو. ايڊيٽر اهڙا رکيا وڃن جيڪي ايڊيٽنگ جو ڪم ڪمپيوٽر تي ويهي ڪن. ان سان ڪم جي رفتار تيز ٿيندي ۽ غلطي جي گنجائش گهٽ هوندي.

(ڀ) انسائيڪلوپيڊيا جي تيار ٿيل پهرين جلد تي فوري طور ڪم شروع ڪيو وڃي ۽ ان کي اپڊيٽ ڪرائي 1 مهيني اندر مڪمل ڪيو وڃي.

(ٻ) ماڻهن ۽ ڪردارن جا نالا بين الاقوامي انگريزي طرز تي لکيا وڃن جنهن هيٺ ماڻهو جي ذات اڳ ۾، پهريون نالو پوءِ ۽ پيو نالو آخر ۾ ڏنو وڃي. مثال: ٻگهيو_محمد_قاسم. ايئن ڪرڻ سان اسان جي لکت سڄي دنيا کي سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي ويندي.

(انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا حيدرآباد جي
ايڊيٽوريل بورڊ جي ميمبر جي حيثيت ۾ لکيل)
جولاءِ 2003

# سنڌي قوم ڏهه هزار سالن کان جڙي راس ٿي آهي؟

## انور پيرزادي جا روح رهاڻ مئگزين جي پڇيل پنجن سوالن جا جواب

سوال 1: ڇا اسان سنڌي قوم کي integrated قوم چئي سگهون ٿا؟
جواب: ــ ها، چئي سگهون ٿا ــ

باوجود ان جي ته سنڌي قوم مسلمان ۽ هندو، بروچ ۽ سمات، قبيلن، سيدن ۽ بيحد پنتي پيل علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن ۽ شهري رهواسين وچ ۾ ويڇا موجود آهن.

مان ذاتي طور مهاجرن کي به سنڌي قوم جو حصو سمجهان ٿو ۽ انهن پاران ان حقيقت کي نه مڃڻ واريءَ صورت منهنجي نظر ۾ بلکل ايئن آهي، جيئن ڪو سنڌي ڪلهوڙو چئي ته مان عباسي آهيان، يا ڪو شيخ چئي ته مان اصلوڪو سنڌي نه آهيان پر عرب شيخ آهيان، يعني مهاجر آهيان. اهڙي طرح اسان وٽ ڪيترا مخدوم، پيرزادا ۽ ٻين ذاتين وارا ماڻهو موجود آهن، جيڪي ان حقيقت کي نٿا مڃن ته اهي مهين جي دڙي واري پنج هزار ورهيه قديم سنڌي قوم جو جزو آهن. اهي ماڻهون سمجهن ٿا ته هنن جو تعلق وچ اوڀر جي انهن آريا نسل جي مهاجر مسلمانن سان آهي، جيڪي عربن هٿان اٺين صدي عيسوي ۾ سنڌ فتح ٿيڻ کانپوءِ سنڌ ۾ هجرت ڪري آيا هئا.

اها پڻ حقيقت آهي ته ڪاڇي، ڪوهستان، ٿر ۽ درياهي علائقي جي ڏورانهن ڪنڊن پاسن ۾ ڪي ڪي اهڙا ماڻهو به رهن ٿا، جن سان باقي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جو گهڻو ٿڌو واپاري، ڪاروباري، سماجي يا سياسي رابطو ڪونهي. ان ڪري انهن کان جيڪڏهن اهڙو سوال پڇبو ته شايد ان جي معنيٰ کان به واقف نه هجن.

اهڙي طرح سنڌي ماڻهن ۾ طبقاتي ويڇا به آهن ۽ ذات پات جا فرق به آهن، ذات پات جا فرق هنن جي لا شعور ۾ صدين کان وٺي آهن جن کي مٽائڻ لاءِ به صديون گهرجن.

سو منهنجي خيال ۾ سنڌي قوم اندر ان قسم جي جيڪا وڇوٽي disintegraion آهي سا دراصل ايڪي integration جو ارتقائي عمل آهي، جيڪو وقت گذرڻ سان سگهارو ٿي رهيو آهي ــ هڪ ڏينهن اهڙو به ايندو جڏهن اڄ جا اردو ڳالهائيندڙ مهاجر سنڌيت جا اهڙي طرح ڇٽمين ٿي ويندا جيئن سنڌي سيد آهن.

باقي جيستائين سنڌي قوم جو تعلق آهي ته ان جي تشڪيل، جوڙجڪ ۽

نفسياتي پسمنظر ڏهہ هزار سالن کان جڙي راس ٿي چڪو آهي. ايستائين جو ايران ۾ رهندڙ بلوچن جون مائرون، جيڪي گهر ۾ بلوچي ٻولي ڳالهائين ٿيون سي پنهنجن ٻار کي سنڌي ۾ لولي ڏينديون آهن— اها معلومات مون کي هڪ بلوچي دانشور ڏني آهي.

ٻيو تہ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ رهندڙ سنڌين جي سڃاڻپ سنڌي ٻولي سان ٿئي ٿي ۽ سنڌي ٻولي ئي اهو اهم عنصر آهي جيڪو سنڌي قوم کي ڳاهي ٿو. هتي سنڌ ۾ بيشمار مهاجر، جيڪي ٻهراڙين ۾ رهن ٿا، سي پڻ اهڙي رواني سان سنڌي ڳالهائين ٿا جو ڪو بہ ماڻهو انهن تي سنڌي نہ هجڻ جو شڪ نٿو ڪري سگهي. باقي جيڪي ماڻهو هن وقت جا ٻاڻ ڪي سنڌي سمجهن ٿا، سي پڻ هي ٻولي ڪجهہ صدين کان ڳالهائين ٿا. اهوئي سبب آهي تہ سنڌي ٻولي جا اڪيچار لهجا وجود ۾ آيا آهن.

مٿي ڏنل سوال کي سمجهڻ لاءِ انهي تاريخي حقيقت کي نہ وسارڻ گهرجي تہ صدين کان وٺي سنڌ ڏانهن سمونڊ واري طرف کان، جبلن واري پاسي کان ۽ ٻين ميداني علائقن کان ڌاريا ماڻهو ايندا رهيا آهن. سنڌ دنيا جي هڪ منفرد سائي ڌرتي آهي، جتي صدين کان وٺي امن، سڪون ۽ پيار جي پالوٽ ٿيندي رهي آهي. اهوئي سبب آهي جو ورلي ڪو ڌاريو سنڌ ۾ آيو هجي ۽ وري موٽي ويو هجي. هي ڪو قومي رومانس نہ آهي پر مادي حقيقت آهي.

۽ اهڙو تاريخي تسلسل رڳو سنڌ جي تاريخ ۾ نہ آهي پر دنيا جي مڙني درياهن ۽ ڪنارن تي پلجندڙ تهذيبن سان اهو ساڳيو سائنسي ۽ انساني اصول لاڳو ٿئي ٿو.

ان ڪري سنڌي قوم ۾ ڳانڍاپي جي ظاهري ڪوٽ حقيقت ۾ هڪ ارتقائي عمل آهي، جنهن کي پنهنجي منطقي نتيجي تي پهچڻو آهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌيت وارو تاريخي عمل ڪجهہ سگهارن سببن جي ڪري جاري آهي، اهي سبب آهن: سنڌي ٻولي جي صديون پراڻي تاريخ ۽ سنڌي جي جاگرافي، جنهن کي سنڌو درياءَ جنم ڏنو آهي. سنڌي ڪلچر ٽيون مضبوط ڪارڻ آهي، جيڪو سنڌي قوم جي سڃاڻپ ڳاهي ٿو— دنيا جي مختلف خطن ۽ ملڪن ۾ ڪٿي رڳو برف پوي ٿي ڪٿي رڳو جبل ئي جبل آهن، تہ ڪٿي رڳو ٿر آهي، پر سنڌ ۾ دنيا جي جاگرافي جا جملي حسن پنهنجا پرتوا ڏيکارين ٿا. هتي جبل بہ آهن تہ رڻ بہ آهي، ٿر بہ آهي تہ مٺي پاڻي جو سمنڊ بہ آهي تہ کاري پاڻي جو سنڌي سمونڊ بہ آهي، جهنگل بہ اهن تہ فصل بہ آهن، مينهن بہ وسي ٿو تہ سو ڪهڙو بہ ٿئي ٿو آبشار بہ آهن تہ جبل تان نئين جا جهرڻا بہ آهن، قدرتي چشما بہ آهن ۽ بيشمار معدني وسيلا ۽ نباتات موجود آهن.

ان ڪري سنڌي قوم جو پختو وجود پنهنجن مڙني طبي، جاگرافيائي،

تاريخي لساني ۽ ثقافتي سببن جي ڪري هڪ طئي ٿيل حقيقت آهي، جيئن ڪو پراڻي خيال جو ملان چوي ته اسان چنڊ تي نه پهتو آهي.

سوال2: توهان جي خيال ۾ ڪهڙو قومي ادارو/ شعبو ڪرپشن جو شڪار ڪونهي؟

جواب: _ سنڌ جي قومي ادارن ۾ خاميون آهن، ڪوتاهيون آهن، خود مطلبي آهي، انصاف ناهي ۽ ٻيا به گهڻا هاڃا آهن، پر ان جي اها معنيٰ نه آهي ته اسان جا جملي قومي ادارا مڪمل طور تي ڪرپٽ ٿي چڪا آهن. اهو به هڪ ارتقائي عمل آهي ۽ وقت گذرڻ سان انهن ادارن ۾ پختگي ايندي ويندي، ان جو هڪ مثال اهو آهي ته سنڌ جي تاريخي ماڳن مڪانن کي بچائڻ لاءِ سرڪاري ادارن جي اڪپوٽ ظاهر ٿيڻ ڪانپوءِ خانگي طرح نئين نسل ڪيئي ادارا ٺاهي ورتا آهن جيڪي اڳتي هلي اجها مضبوط ٿيندا. سنڌ جي سياسي ڪلچر ۾ ڪالهه تائين تشدد جو رجحان حاوي هو پراڃ اهڙي سوچ ڪافور ٿي رهي آهي. سو سنڌي سماج ۾ وڏي پيماني تي تبديليون اچي رهيون آهن. جنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته اسان جو آئيندو ڪرپشن ناهي، پر تهذيب آهي.

سوال3: سنڌي ماڻهو/ قوم نفسياتي ۽ اخلاقي طرح ڪيترو سگهاري يا ڪرپٽ آهي؟

جواب: — ان سوال کي سمجهڻ لاءِ سنڌ جي تاريخ جي هڪ انوکي حقيقت کي سمجهڻ گهرجي ته ڌاڙيوالي سنڌ ۾ صديون پراڻو عمل آهي. ان سماجي ناسور جي حقيقت اها آهي ته سنڌو جي ڪنارن تي مڇي — ماني وارا ماڻهو امن ۽ سڪون سان رهندا آهن ۽ پوءِ ڌاريا ماڻهو ٻوڪڙو اچي انهن کي ڦريندا ۽ لٽيندا آهن. اهڙي طرح ڦورو ماڻهو جڏهن پاڻ شاهوڪار ٿي ويندا آهن ته پوءِ اشراف بڻجي رهڻ لڳندا آهن، جن کي وري ٻيا نوان ايندڙ ٻوڪڙو ماڻهو اچي ڌاڙيلن جي صورت ۾ ڦريندا آهن_ اهو عمل صدين کان جاري آهي. ان جو ثبوت اڄ به ڌاڙيلن جو مطالبو آهي ته، ”کين عام معافي ڏني وڃي، ته اهي پرامن شهري ٿي رهڻ پسند ڪندا“

سو سنڌي قوم ۾ سگهارا قدر ۽ وحشي جيوت جا نشان به موجود آهن، ڇاڪاڻ ته سنڌي قوم هڪ مسلسل سماجي عمل جو نالو آهي ۽ اهو عمل صدين کان جاري آهي ۽ صدين تائين جاري رهندو_ البت آئيندو سڌاري، واڌاري ۽ تهذيب وارو ٿيڻو آهي، ڇاڪاڻ ته دنيا جي تاريخ ايئن جڙي راس ٿي آهي.

سوال4: سنڌي قوم جي وجود جي طاقتور اظهار جي باقي ڪهڙي واٽ بچيل آهي؟

جواب: — سنڌي قوم جي وجود جو طاقتور اظهار سنڌ جي تاريخ آهي، سنڌو درياهه آهي، سنڌ جي جاگرافي آهي ۽ سنڌي ٻولي آهي_ سنڌ جو عوام ۽ سنڌي ڪلچر سنڌ جي قومي وجود جو سرچشمو آهن_

ماڻڪ پتافي لکيو آهي ته: ”سنڌي ماڻهو soft people of the soft soil آهن“. سنڌي ماڻهن جو نرم مزاج ۽ سنڌ ڌرتي جي نرم، چيڪي ۽ مٺي مٽي، صدين کان

وٺي پنهنجو وجود برقرار رکيو آهي، اهو تاريخ جو معجزو آهي، ڇاڪاڻ ته طاقت جو استعمال، سياسي تشدد وارو ڪلچر ۽ بندوق جي ناليءَ مان نڪرندڙ انقلاب جو دور پنهنجي پڇاڙي کي پهچي چڪو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ان راءِ سان ڪيترن انقلابين کي اختلاف هجي، پر هتي منهنجي دليل جو اهو مقصد آهي ته دنيا جي حيواني جيوت واري تاريخ شاهد آهي ته جهنگل جي بادشاهه وارو نسل غائب ٿيندو پيو وڃي ۽ ماڪوڙي وارو ڪمزور جيءُ اڃا تائين پنهنجو وجود برقرار رکندو اچي.

سو سنڌي قوم جي وجود جو هڪ طاقتور اظهار عدم تشدد به آهي، محبت، ميٺ، امن ۽ آشتي به آهي.

هو ڇـو ونـي، تـون مَ ڇـوءِ واتـان ورائـي
اڳ اڳـرائـي جـو ڪـري، خـطـا سـو ڪـائـي،
پـانـد ۾ پـائـي، ويـو ڪـيـنـي وارو ڪـيـنـڪـي.

ڀٽائي جي هن بيت ۾ جيڪا دانشوراڻي ڏاهپ ۽ فيلسوفياڻي رمز آهي سان ايڏي معمولي ناهي جو مڙئي ايئن چئي ڇڏي ته: ”ڀٽائي سنڌي ماڻهن کي مارائڻ گهري ٿو.“

سوال5: سنڌي قوم جي وجود جو بچاءُ ڪهڙي سياسي واٽ ۾ آهي؟

جواب: — ڀٽائي جو نظريو ۽ شاهه عنايت جي واٽ_ سنڌ جي نئين نسل کي ايڪويهين صدي ۾ داخل ٿيندي سچي دنيا جي سياسي نظرين جو ڳوڙهو اڀياس ڪري پنهنجي لاءِ هڪ اهڙو جديد نظريو جوڙڻو پوندو، جنهن جو محور ڀٽائي جو پيغام هجي — سوشلزم واري نظريي جي باني جو چوڻ آهي ته :”هر رياست ۾ انقلاب اتي جي مخصوص حالتن جي روشني ۾ ايندو“، ان ڪري منهنجو ذاتي خيال آهي ته، سنڌ ۾ انقلاب جي مخصوصيت ڀٽائي جو فلسفو ئي ٿي سگهي ٿو.

ڪڇين وڏا پلاند جيئڻ ٿورا ڏينهڙا.

# سنڌي قوم جو وجود

سنڌي ماڻهن جو نرم مزاج ۽ سنڌ ڌرتي جي نرم، چيڪي ۽ مٺي مٽي، صدين کان وٺي پنهنجو وجود برقرار رکيو آهي. اهو تاريخ جو معجزو آهي ڇاڪاڻ ته طاقت جو استعمال، سياسي تشدد وارو ڪلچر ۽ بندوق جي ناليءَ مان نڪرندڙ انقلاب جو دور پنهنجي پڄاڻي کي پهچي چڪو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ان راءِ سان ڪيترن انقلابين کي اختلاف هجي پر هتي منهنجي دليل جو اهو مقصد آهي ته دنيا جي حيواني جيوت واري تاريخ شاهد آهي ته جهنگل جي بادشاهه وارو نسل غائب ٿيندو پيو وڃي ۽ ماڪوڙي وارو ڪمزور جيءُ اڃا تائين پنهنجو وجود برقرر رکندو اچي سو سنڌي قوم جي وجود جو هڪ طاقتور اظهار عدم تشدد به آهي، محبت، ميٺ، امن ۽ آشتي به آهي.

انور پيرزادو





Title by SHAFI PIRZADO

سنڌ

انور پيرزادو

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

**The Reading Generation**

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

**هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.**

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏِين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل بوليو)